اِتَّبِعُوا مَآ اُنْزِلَ اِلَيْكُمْ مِّنْ رَّبِّكُمْ وَلَا تَتَّبِعُوا مِنْ دُوْنِهٖٓ اَوْلِيَآءَ ؕ قَلِيْلًا مَّا تَذَكَّرُوْنَ ۝٣ سورة الاعراف

ترجمو

تابعداري ڪيو ان (علم) جي جيڪو توهانجي رب جي طرفان توهانجي طرف نازل ڪيو ويو آهي ۽ نہ تابعداري ڪيو ان (نازل ڪيل علم) ڪانسواءِ (ڪنهنجي بہ انهن کي) دوست سمجهي ڪري، توهان مان ٿورائي ماڻهو نصيحت سمجهي سگهندا.

# قرآن ڪانسواءِ ڪنهنجي بہ تابعداري نہ ڪيو ان کي ولي سمجهي

عزيز الله بوهيو

سنڌ ساگر اڪيڊمي

## قرآن کانسواءِ ڪنهن به ٻئي علم منجهان مسئلا ٻڌائڻ مٿان بندش

فَتَعَالَى اللّهُ الْمَلِكُ الْحَقُّ وَلَا تَعْجَلْ بِالْقُرْآنِ مِن قَبْلِ أَن يُقْضَى إِلَيْكَ وَحْيُهُ وَقُل رَّبِّ زِدْنِي عِلْمًا "(114_20) (خلاصه) الله جي قانونن مٿان عمل ڪرڻ سان ئي دنيا ۾ وڏائي ۽ اقتدار ملندو چو ته هنن قانونن جي موڪلڻ واري الله جو شان بلند آهي جيڪو حقيقي بادشاه آهي، ۽ اي نبي تون تڪڙ نه ڪر قرآن جي مقابلي ۾ ڪنهن به مسئلي ٻڌائڻ ۾ هن ڪان اڳي جو جيستري تائين سوال ڪيل مسئلي بابت تنهنجي طرف قرآن وارو وحي مڪمل ٿي وڃي ۽ دعا گهر ته اي منهنجا رب وڌاء تون منهنجي علم کي"

(هن آيت ۾ لفظ قرآن مٿان آيل حرف "ب" اهو تقابل جي معنيٰ ۾ آندل آهي جيئن آيت (15_10) ۾ آيو آهي ته: قَالَ الَّذِينَ لاَ يَرْجُونَ لِقَاءنَا ائْتِ بِقُرْآنٍ غَيْرِ هَـذَا أَوْ بَدِّلْهُ "يعني آڻ هن قرآن جي مقابلي ۾ ڪوئي ٻيو قرآن.

## پنهنجي دين جو تعارف فرقن جي نالن سان ڪرائڻ، انهيءَ جو نالو ته شيعت آهي

إِنَّ الَّذِينَ فَرَّقُواْ دِينَهُمْ وَكَانُواْ شِيَعًا لَّسْتَ مِنْهُمْ فِي شَيْءٍ إِنَّمَا أَمْرُهُمْ إِلَى اللّهِ ثُمَّ يُنَبِّئُهُم بِمَا كَانُواْ يَفْعَلُونَ (159_6) (خلاصو) تحقيق اهي ماڻهو جن فرقا فرقا ڪيو پنهنجي دين کي (يعني هو پاڻکي فرقن جي نالن سان وهابي، سني، شيعو، ديوبندي، بريلوي، حنفي، مالڪي، شافعي حنبلي، جعفري وغيره سڏائيندا رهيا ته انهن لاءِ قرآن فرمايو ته و ڪانوا شيعا يعني اها ته انهن جي شيعت آهي، اهي ئي ته شيعا آهن۔اي محمد عليڪ السلام! تنهنجو انهن منجهان ڪنهن سان به ڪوئي تعلق ناهي" انهن جو فيصلو الله وٽ ٿيندو اهو پاڻ انهنکي انهن جي ڪرتوتن جي خبر ڏيندو، چو ته كُلُّ حِزْبٍ بِمَا لَدَيْهِمْ فَرِحُونَ (32_30) هر ٽولو پنهنجي خيالن ۾ خوش آهي"

اتَّبِعُواْ مَا أُنزِلَ إِلَيْكُم مِّن رَّبِّكُمْ وَلاَ تَتَّبِعُواْ مِن دُونِهِ أَوْلِيَاء قَلِيلاً مَّا تَذَكَّرُونَ ۝

ترجمو: تابعداري ڪيو ان (علم) جي جيڪو توهانجي رب جي طرفان توهانجي طرف نازل ڪيو ويو آهي ۽ نہ تابعداري ڪيو ان (نازل ڪيل علم) کانسواءِ (ڪنهنجي بہ انهن ڪي) دوست سمجهي ڪري، توهان مان ٿورائي ماڻهو نصيحت سمجهي سگهندا" (3_7)

# قرآن کانسواءِ ڪنهنجي بہ تابعداري نہ ڪيو

# ان ڪي ولي سمجهي

---

لکندڙ

عزيزالله ٻوهيو

ڇپائيندڙ: سنڌ ساگر اڪيڊمي: P.O خيرمحمد ٻوهيو وايا نوشهروفيروز سنڌ

مهينو: رمضان المبارڪ 1431هہ مطابق 2010_9_



قيمت: 200 رُپيا

# فهرست

# ارپنا

هي ڪتاب آئون ايران جي مذهبي علمن جي مرڪز قم جي ريسرچ اسڪالرن جي نالي تي ارپيان ٿو

## ارپڻ جو سبب

مون شروع کان ديوبندي اهلسنت حنفي مڪتبہ فڪر جي مدرسن ۾ استادن وٽ درس نظامي جي تعليم حاصل ڪئي آهي منهنجو اهو سفر 1955 کان 1965 تائين وارو هئو. ويهين صدي جي آخري ڏهاڪي ۾ رب سائينءَ جي ڪرم نوازي سان، پنهنجي مطالعي ۽ دوستن جي رهنمائي سبب مون علم حديث کي قرآن حڪيم جي سراسر خلاف ۽ ابتڙ ڄاتو، پوءِ 2001 کان وٺي اهي سوچون ۽ تحقيقون ڪتابي صورت ۾ لکڻ شروع ڪيم، پهريائين سنڌيءَ ۾ پوءِ اردوءَ ۾ بہ. ان دوران مون پنهنجي لکڻين ۾ هي تعارف ۽ اپيل بہ شائع ڪئي آهي تہ مون کي هاڻي ۽ اڳتي قرآني فڪر وارو مسلم سمجهيو ۽ سڏيو وڃي، آئون قرآن کي سمجهڻ کانپوءِ نہ حنفي آهيان نہ ديوبندي نہ ئي سني آهيان، بلڪ خالص قرآن وارو مسلم. هيو ڪجھ بہ نہ. اهو هن ڪري تہ قرآن جو فرمان آهي تہ جن بہ ماڻهن پنهنجي دين جو تعارف فرقن جي نالن سان ڪرايو تہ اهي سڀ شيعا آهن ۽ جناب رسول عليہ السلام جن انهن فرقن منجهان ڪنهن سان بہ ناهن. (32_30) پوءِ جڏهن پاڻ کي اثنا عشري يعني ٻارهن امامن جا پوئلڳ سڏائيندڙ شيعا آهن تہ چئن امامن جا پوئلڳ حنفي حنبلي شافعي مالڪي سڏائيندڙ ڇاجي ڪري شيعا نہ سڏيا ويندا ۽ حديثن جو علم ٺاهيندڙ اڻ ڪٽ امامن جا پوئلڳ ڇو نہ شيعا ڪوٺيا ويندا"

آئون پنهنجي هن ڪتاب جي ارپنا جو جيڪو سبب ٻڌائي رهيو آهيان اهو هي تہ اثنا عشري مڪتبہ فڪر وارا مون کي جڏهن بہ ملندا رهيا آهن تہ اهي هر وقت مون کان منهنجي نئين ڪتاب جو مطالبو ڪندا رهندا آهن ۽ چهار امامي وغيره ماڻهن کي جڏهن بہ مون پراڻن تعلقن جي آڌار تي اڻ گهريو پنهنجو ڪتاب انهنکي پڙهڻ لاءِ آڇيو اٿم تہ انهن هي جواب ڏئي ڪتاب وٺڻ کان انڪار ڪيو آهي تہ اسان کي اسانجي بزرگن اوهانجي ڪتابن پڙهڻ مٿان بندش وڌي آهي" ان

ڪري اسان کي اوهان پنهنجو ڪتاب نہ ڏيو. ٻئي طرف اهل شيعت جي تنظيمي ڪارڪنن جي حوالي سان معلوم ٿيو آهي تہ انهن جي اسلامي يونيورسٽي قم جي عالمن منهنجا ڪتاب پاڻ وٽ گهرايا آهن تہ هو منهنجي انڪشافن جي تحقيق ۽ تفتيش ڪن، حقيقت ۾ آئون بہ اهائي شيءِ چاهيان ٿو تہ ڪنهنجي بہ طرفان قرآني هدايتن جي روشنيءَ هيٺ خلاف قرآن امامي علمن مٿان تحقيق ٿيڻ گهرجي، توڙي ڪٿي مونکي هڪ ذمہ دار شيعہ اڳواڻ نهايت سنجيدگيءَ سان چيو تہ عزيزالله توهان! اسان شيعن جي طرفان ڪنهن بہ جوابي جارحانہ ڪاروائي جو ڪٽڪو نہ ڪجو (ان صاحب مون کي سني سمجهندي چيو تہ) توهان رڳو پاڻ کي پنهنجن سنين کان بچائڻ جي ڪوشش ڪجو. منهنجي پاڙي جي اصغريہ تنظيم جي هڪ دوست مون کي غالبا امام خميني جي ورسيءَ جي موقعي تي ايران هلڻ جي دعوت بہ ڏني، پر وڏي الميي جهڙي ڳالهہ آهي تہ چهار امامي سني مارڪہ شيعا، شش امامي شيعا، اثنا عشري شيعا اهي سڀ قرآن حڪيم جي معاشي نظريي (2_219) جا هڪ جهڙا مخالف آهن. اهي سڀ فرقا هڪ ٻئي جي رت جا پياسي هجڻ باوجود قرآن دشمنيءَ ۾ متفق ۽ متحد آهن. جيڪڏهن ايران جي بادشاهہ رضا شاهہ پهلوي جي خلاف آندل انقلاب مهل امام خميني توده پارٽي جي لکين ڪميونسٽ ڪارڪنن جو قتل عام نہ ڪرائي ها تہ آئون ايران وڃڻ جي دعوت ضرور قبول ڪيان ها، آئون ايران جي دانشورن ۽ حڪومتي ٿنڪ ٽئنڪ وارن کي نهايت مؤدبانہ عرض ڪيانٿو تہ اڄ جو ايران ڪالهہ وارو فارس ناهي رهيو. نارس جا ڪالهہ وارا علائقا ڪجهہ ترڪي، افغانستان، ترڪمانستان، ڪرغزستان، تاشقند، سمرقند، قزاقستان، آزربائيجان، جارجيا تائين وارا علائقا هاڻي ايران ۾ ناهن رهيا ۽ عرب رياستن منجهان بہ هاڻ اوهانکي ڪالهہ وارو خوف ناهي رهيو. جنهن سبب ڪالهہ جيڪو اوهان اسلام تي قبضي ڪرڻ لاءِ جناب رسول الله کي غير قرآني هترادو آل (33_40) ڏيئي اسلام ۾ پنهنجو علوم اهل بيت نالي غير قرآني ورثو ڪليم ڪيو هئو، اهو دورگذري ويو اڄڪلهہ عرب پرڳڻن جا سڀ انچارج قرآن جي معاشي نظريي جا دشمن بنجي عالمي سامراج جي ٽياڪڙي ڪري رهيا آهن. سو چو نہ اوهان پورا جا پورا اسلامَ جي طرف قرآن جي طرف اچي سڄي دنيا جي پورهيتن جي اڳواڻي ڪنديَ انهن لاءِ نعرو هڻو تہ

اَلْيَوْمَ تُجْزٰى كُلُّ نَفْسٍ بِمَا كَسَبَتْ لَا ظُلْمَ الْيَوْمَ إِنَّ اللّٰهَ سَرِيعُ الْحِسَابِ (17_40) ڪتاب قرآن ۾ جناب رسول الله ڪوئي عرب قوم وارن لاءِ مخصوص ناهن. جنهن رسول جو اعلان آهي تہ يَا أَيُّهَا النَّاسُ إِنِّي رَسُولُ اللّٰهِ إِلَيْكُمْ جَمِيعًا (158_7) اي انسانو! آئون توهان سڀن طرف الله جو رسول بنجي آيو آهيان. سو رسالت جي قرآني مشن کي اڳتي وڌائڻ ۾ ڪٿي هلڻ لاءِ آئون ايران جي دانشورن کي دعوت ڏيان ٿو تہ اڳتي وڌي اهو جهنڊو اوهان کڻو. دنيا جا مظلوم اوهانجي پويان هلندا. پر جيڪڏهن اوهان ائين نہ ڪيو تہ ڪونہ ڪو قرآني معاشي فڪر تي مارڪسوادي اٿي مسلم امت جي شخصيت پرستي ۾ خاندان پرستي جي بدبودار عقيدن کي تهس نهس ڪري راج ڪريگي خلق خدا جو نعرو هڻندو" ڪرنل لارينس آف عربيہ جي ڊائري مطابق تہ خلافت ترڪيہ کي ٽوڙڻ مهل حڪومت برطانيہ ڪعبت الله جو قبضو پنهنجي من پسند ماڻهن کي ڏيارڻ مهل جيڪي پنج هزار جاسوس ان علائقي ۾ ڦيلهايا هوا، انهنڪي هي تارگيٽ ڏنو ويو هئو تہ هڪ سؤسال جي اندر دنيا منجهان قرآن ۾ اسلام کي ختم ڪري ڏيکاريو (جيئن انهن اڳ ۾ ائين صرف اسپين ۾ ڪيو هئو. ڪعبة الله جي انچارج حڪومت سعوديہ برطانيہ جي پيداوار فرقي وهابين جي مدد سان قرائتن جي بهاني سان ڪيئي ملاوٽ وارا قرآن جا ايڊيشن ڇپرايا آهن. برطانيہ طرفان پنهنجي جاسوسن کي دنيا مان اسلام کي ختم ڪرڻ وارو سو سال جو عرصو تہ پورو ٿي ويو آهي پر هاڻي 2010ع ۾ ورلڊ ميڊيا جي ذريعن منجهان معلوم ٿيو آهي تہ عالمي سرمايہ دار ادارن پنج عرب پونڊ جي بجيٽ قرآن ۾ ان جي نالي وٺندڙ امت مسلمہ کي ختم ڪرڻ لاءِ پاس ڪئي آهي. عالمي سرمايہ دار شاهي جو نمائندو سعودي ملڪ ۾ ٻين مسلم ملڪن قرآن حڪيم ۾ قرائتن جي بهاني حرفي واڌارن وارا ايڊيشن تہ ڇپرايا آهن. انهن جي خلاف مسلمان سڏائيندڙ ڪنهن بہ فرقي اوهان ايرانين سميت ڪو معقول احتجاج ڪونہ ڪيو آهي. اڳي تہ سعودي وارا حاجين ۾ هندن واريون اچيون ٽوپيون ۾ تسبيون ورهائيندا رهيا آهن هاڻي شايد ملاوٽ وارا قران ورهائيندا" آئون پنجاب جي صوبائي وزير مذهبي امور کي وزي بہ شاباس چوان ٿو تہ ان اهل حديثن کي نوٽيس ڏنو هئو تہ اهڙي ملاوٽ واري قرآن کي پنجاب ۾ آڻڻ مٿان بندش وجهجي ٿي. باقي سنڌ جي وزير مذهبي امور کي مون چيو تہ

توهان به اهڙي ملاوٽ واري قرآن جي سنڌ ۾ آڻڻ تي بندش وجهو ته هو مون سان زباني ڪلامي وڙهي پيو ته جيڪڏهن ڪتاب بخاريءَ ۾ لکيل آهي ته قرآن ستن قرآنن تي نازل ڪيو ويو آهي ته پوءِ اها ڳالهه صحيح آهي ۽ منهنجي روبرو فون ڪري شايد مفتي منيب الرحمان کان ان تائيد به ورتي، سو آئون ايراني حڪومت کي اپيل ڪيان ٿو ته اوهان جو ظاهري شيپ بڌائي ٿو ته اوهان عالمي سامراج سان ٽڪراءُ ۾ آهيو انڪري چڱو ٿيندو ته امامي علمن وارن تماشن کي ڇڏي ابراهيميءَ ۽ محمديءَ ورثي قرآن کي کڻي اسلامي دنيا جي قيادت ڪيو! باقي پاڪستان ۾ آئون اهڙي اميد ڪونه ٿو رکان انڪري جوان جو ظاهري ۽ باطني شيپ امريڪا ۽ ان جي همنوا نيٽو وارن جي بوٽ پالش ڪرڻ وارو نظريو نظر پيو اچي"

# مهاڳ

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

الحمد لله وحده والصلوٰة والسلام على من لانبي بعده

هيءُ ڪتاب نالي ”قرآن ڪانسواءِ ڪنهنجي بہ تابعداري نہ ڪيو ان ڪي ولي سمجهي“ هي نالو مون سورت اعراف جي آيت نمبر 3 منجهان ورتو آهي، هي ڪتاب شهر قاضي احمد جي دوستن جي حڪم تي لکي رهيو هئس، انهن جو چوڻ هئو تہ اوهان جا اردوءَ ۾ لکيل ڪتاب اسان جي سمجهہ ۾ ايترو نہ ٿا اچن، اسان کي پنهنجي ٻوليءَ ۾ قرآن حڪيم جي اثارٽي هجڻ تي لکيل ڪتاب جي ضرورت آهي، جيئن تہ منهنجا سنڌيءَ ۾ اڳي لکيل ڪتاب بہ ختم ٿي چڪا آهن انڪري مون بہ مناسب ڄاتو تہ دوستن جي حڪم جي تعميل ڪجي، پوءِ اڃا وچو واڙي ڪي مسئلا، ڪي عنوان ۽ ڪي مضمون بہ بغير ترتيب جي فرصت آهر پئي لکيم تہ ان دوران شهر نوشهري فيروز جي ڪنهن مدرسي جي عالم دين نالي مير محمد بلوچ صاحب منهنجي لکيل ڪتابن، منهنجي نقطہ نظر ۽ تعبيرن وغيره سان اختلاف ڄاڻائيندي مون ڏي هڪ خط لکيو آهي، ان لاءِ بہ مونکي جواب لکڻو پئجي ويو، سو جواب لکڻ دوران ضروري سمجهيم تہ قاضي احمد جي دوستن واري حڪم تي جيڪو ڪتاب لکڻ مون شروع ڪيو آهي مناسب لڳي ٿو تہ ان لاءِ سوچيل ڪجهہ مضمون ۽ هيءُ خط جي جواب ۾ لکيل مضمون بس انهن کي ملائي هڪ ڪتاب بنائي ڇڏيان، هن اميد تي تہ قاضي احمد وارا دوست بہ پنهنجي مطالبي جي تڪميل انهيءَ ۾ پوري مڃن سو خط جي جواب کان اڳي واري رنديا روڙ ڪي مون مهاڳ ۽ ڪتاب لاءِ اڳي لکيل مضمونن کي منڍ ۾ آندو آهي پوءِ پڇاڙيءَ ۾ خط جي جواب وارو مضمون آندو آهي.

ٻه هزار هڪ ڪان ونئي پنهنجي قلمي ڪاوش سان هي ڪجهه سمجهائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان ته رب پاڪ جيڪو هي فرمايو آهي ته وَمَا خَلَقْتُ الْجِنَّ وَالْإِنسَ إِلَّا لِيَعْبُدُونِ (56_51) يعني مون جنن ۽ انسانن کي هن لاءِ پيدا ڪيو آهي ته هو صرف منهنجا عبد ٿي رهن ٻانها ٿي گذارن يعني صرف منهنجي حڪم تي هلن ٻئي ڪنهن جي ٻه عبديت قبول نه ڪن ۽ هي حڪم ته وَإِنَّ الْآخِرَةَ هِيَ دَارُ الْقَرَارِ (39_40) يعني آخرت جو گهر اهو هميشه لاءِ آهي.

الله عزوجل قرآن پاڪ ۾ جيڪا ٻه ڳالهه ڪئي آهي، سو جيئن ته دنيا جي جهان ۽ انجي ڀيٽ ۾ آخرت جي جهان لاءِ فرمايائين ته قُلْ مَتَاعُ الدُّنْيَا قَلِيلٌ وَالْآخِرَةُ خَيْرٌ لِّمَنِ اتَّقَىٰ وَلَا تُظْلَمُونَ فَتِيلًا (77_4) يعني دنيا جي حياتيءَ جو سامان ٿورو آهي ۽ آخرت جو سامان ڀلو آهي انهن ماڻهن لاءِ جيڪي ماڻهو پاڻ کي الله جي قانونن جي ڀڃڪڙيءَ کان بچائيندي زندگي گذارن ٿا. ۽ ڪنهن سان ٻه ذري جيتري زيادتي نه ڪئي ويندي، دنيا جي زندگيءَ جو عارضي ۽ مختصر هجڻ ۽ ان جي ڀيٽ ۾ آخرت جي زندگيءَ جو اڻ کٽ هجڻ انهيءَ اعلان ۾ وڏو راز ۽ فلسفو سمايل آهي اهو هيءُ ته انهيءَ آخرت جي حياتيءَ ۾ ٻه انسان جو اڳتي ارتقاء جاري رهڻو آهي. (8_66) سو ان اڻ کٽ زندگيءَ جي جنتي معاشري ۾ ممبرشپ ۽ پرتيءَ جو سمورو دارومدار هن دنيا واري زندگي ۾ آنيسٽ ۽ فرمانبردار ٿي رهڻ تي آهي. اها ڳالهه شروع ۾ پيش ڪيل آيت (56_51) سان تعلق رکي ٿي يعني دنيا جي زندگيءَ ۾ اڪيلي الله جو عبد ٿي رهڻو آهي. اڪيلي الله جو عبد ٿي رهڻ جي معنيٰ آهي ته أَنْ أَعْبُدَ اللَّهَ وَلَا أُشْرِكَ بِهِ (36_13) يعني آئون الله جو اهڙو ته موحد ٻانهو ٿي رهان جو انهيءَ جي حڪمن سان گڏ ڪنهن ٻه ٻين کي شريڪ بنائي انهن جي حڪمن کي مڃڻ وارن منجهان نه ٿيان. سو هي (36_13) آيت ٻڌائي ٿي ته دنيا

جي زندگي ۾ الله جي حڪمن واري علم جي ڪتاب، قرآن حڪيم
سان گڏ ڪنهن ٻـ ٻين نالن واري علم روايات ۽ انهن روايتن مان
ٺاهيل مختلف امامن جا فقہ ۽ روايتن جي ذريعي قرآن جي اندر
بگاڙيل تاويلي معنائن ۽ انهن روايتن جي روشنيءَ ۾ ٺاهيل ڪوڙي
تاريخ ۽ شان نزول جي نالن سان گهڙيل ڪوڙا واقعا“ انهن مان
ڪنهن کي بہ قرآن حڪيم سان برابر يا ٻئي ٽئي چوٿين يا ڪنهن بہ
نمبر تي انهن کي دين جو اصل ۽ بنياد تسليم نہ ڪيان. حڪم ربي
أَنْ أَعْبُدَ اللّهَ وَلا أُشْرِكَ بِهِ إِلَيْهِ أَدْعُو وَإِلَيْهِ مَآبِ(36_13) جو مطلب آهي تہ دين
اسلام جو بنياد ۽ اصل صرف اڪيلو قرآن آهي، قرآن جي اصل
هجڻ ۾ ان سان گڏ ڪو بہ ٻيو علم شريڪ نٿو ٿي سگهي، جنهن
جو ثبوت خود قرآن پاڻ ٻڌائي ٿو تہ: فَذَكِّرْ بِالْقُرْآنِ مَن يَخَافُ وَعِيدِ(45_
50) يعني اي رسول، اي مخاطب قرآن! هن قرآن منجهان ئي
نصيحت ڪر هر انهيءَ ماڻهو کي جيڪو الله جي وعيد کان ڊڄندو
هجي- ٻئي هنڌ فرمايو ويو آهي تہ: اتَّبِعُواْ مَا أُنزِلَ إِلَيْكُم مِّن رَّبِّكُمْ وَلاَ تَتَّبِعُواْ مِن
دُونِهِ أَوْلِيَاء قَلِيلاً مَّا تَذَكَّرُونَ (3_7) يعني تابعداري ڪيو ان علم جي
جيڪو نازل ڪيو ويو آهي طرف اوهانجي ۽ نہ تابعداري ڪيو ان
علم جي جيڪو قرآن کان سواءِ آهي، ان کي دوست سمجهي، ٿورا
ماڻهو آهن جيڪي هن حقيقت کي سمجهن ٿا.

هن حقيقت ۽ ماجرا کي سمجهائڻ لاءِ مون سنڌي ۽ اردو ٻولي
۾ جيڪي ڪجهہ رنڊا روڙيا آهن انهن ۾ مثبت ۽ منفي طريقن سان
مدرسن وارن جي خلاف قرآن موقف کي سمجهائڻ جي ڪوشش
ڪئي آهي، انهن جو اهو موقف هي آهي تہ سنڌ هند يا پوري عالم
اسلام ۾ جيڪي بہ ديني مدرسا مذهبي تعليم ڏين ٿا، اهي انهن وٽ
پڙهندڙ طالب علمن کي هي سيکاريندا آهن تہ دين اسلام جا ڪل
چار اصول آهن قرآن، حديث، فقہ، اجماع امت، اهو موقف ۽ نظريو

تہ اسلام جا اهي چار اصول آهن اهو بين الاقوامي ۽ عالم اسلام جو هڪ وڏو ڪوڙ آهي“ هن نظريي جي رد ۾ تہ دين اسلام جا چار اصول آهن، امام انقلاب عبيدالله سنڌيءَ هڪ مناسب ۽ موزون نقطہ نظر پيش ڪيو آهي تہ جن بہ عالمن چئن اصولن جي حمايت ۾ لکيو يا ڳالهايو آهي انهن سڀني هي شرط ضرور ورجايو آهي تہ قرآن جي اصل هجڻ ڪان پوءِ حديث ان صورت ۾ اصل آهي جڏهن جو ڪابہ حديث خلاف قرآن نہ هجي، اهڙي طرح علم فقهہ ان صورت ۾ دين جو اصل مڃيو جو ان جي ڪابہ جزئي قرآن جي خلاف نہ هجي ۽ اجماع جي فيصلي کي بہ دين جو اصل ان صورت ۾ تسليم ڪيو ويندو جنهن صورت ۾ اهو اجماعي فيصلو بہ خلاف قرآن نہ هجي- ان تفصيل تي سنڌي صاحب جن لکن ٿا تہ حديث، فقہ ۽ اجماع لاءِ اهي شرط تہ اهي خلاف قرآن نہ هجن، اهو تہ چڻ ثابت ڪري رهيا آهن تہ اهڙا شرط ڪنهن اصل جي لاءِ نہ هوندا آهن ۽ اهي شرط پاڻ ثابت ڪري رهيا آهن تہ اهي ٿيئي علم فرع ۽ جزئيون آهن، تڏهن تہ مشروط آهن ڇو تہ اصل شي مشروط ۽ ڪنهن جي بہ تابع نہ هوندي آهي“ بلڪ اها غير مشروط هوندي آهي. آئون امام سنڌيءَ جي هن استدلال کي مناسب ۽ موزون قرار ڏيڻ ڪان پوءِ بہ محترم پڙهندڙن کي مٿي پيش ڪيل قرآني آيتن (45_50) ۽ (3_7) مٿان وري وري غور ڪرڻ جي سفارش ڪيان ٿو ڇو تہ انهن آيتن جو حڪم ۽ فيصلو تمام وزنائتو آهي ۽ قرآن جي فيصلي کي فائنل ۽ حرف آخر طور تي قبول ڪرڻو آهي“ انهن ٻنهي آيتن جي امام سنڌيءَ جن چڻ تہ وڪالت ڪئي آهي.

منهنجي طرف خط لکندڙ مولانا مير محمد بلوچ پنهنجي خط ۾ گهڻيئي اختلافي ڳالهيون ڇيڙيون آهن جن سڀن جو بنياد انجي خيال ۾ هن ڳالهہ تي آهي تہ علم حديث، حجت ۽ دليل آهي - آئون عزيزالله تہ سواءِ قرآن جي ٻئي ڪنهن بہ امامن ۽ مولوين وارن

علمن، جن جو ذڪر مٿي اچي چڪو انهن ڪي اصل ۽ حجت يا دليل ڪونہ ٿو مڃان، ۽ مولانا مير محمد شر بلوچ صاحب قرآن ڪانسواءِ علم حديث، فقہ ۽ اجماع ڪي دين جي اصولن منجهان مڃيندڙ آهي.

هتي هن مهاڳ واري مضمون ۾ آئون مناسب ۽ ضروري سمجهان ٿو تہ پهريائين ان بنيادي ڳالهہ ۽ مسئلي تي قرآن حڪيم جي روشنيءَ ۾ چند چاڻ ڪرڻ گهرجي تہ هدايت لاءِ ڪتاب قرآن حڪيم بلاشرڪت غيري اصل واحد جي طور تي ڪافي آهي يا ناهي؟ ۽ اجا وڌيڪ هيءَ حقيقت بہ کولي آڻڻ گهرجي تہ قرآن حڪيم جي رهنمائي ڪانپوءِ ڪنهن بہ ٻئي علم جي ڪيتري اهميت آهي؟ اجا وڌيڪ ٽئين نمبر تي هيءَ بہ تحقيق ڪرڻ گهرجي تہ اهو مروج علم حديث دين جو اصول تسليم ڪرڻ جي لائق بہ آهي يا ڪونہ.

1_ الله عزوجل پنهنجي طرفان نازل ڪيل قرآن حڪيم جو هڪ نالو احسن الحديث يعني سهڻين حديثن وارو ڪتاب بہ رکيو آهي (39_23)

2_ الله عزوجل قرآن حڪيم کي جناب رسولِ ڪريم جن جي اقوال مبارڪ طور إِنَّهُ لَقَوْلُ رَسُولٍ كَرِيمٍ(19_81) ڪري بہ سڏيو آهي.

3_ ڪنهن بہ علم جي تابعداري ڪرڻ لاءِ الله پاڪ هي بہ شرط ضروري قرار ڏنو آهي تہ اهو علم اهو ڪتاب، اهو قول، زياده سهڻو ۽ احسن هجڻ گهرجي، جنهن لاءِ حڪم ڏنائين تہ وَاتَّبِعُوا أَحْسَنَ مَا أُنْزِلَ إِلَيْكُمْ مِنْ رَبِّكُمْ مِنْ قَبْلِ أَنْ يَأْتِيَكُمُ الْعَذَابُ بَغْتَةً وَأَنْتُمْ لَا تَشْعُرُونَ (55_ 39) يعني تابعداري ڪيو ان احسن ۽ زياده سهڻي ڪلام جي جيڪو نازل ڪيو ويو آهي توهان ڏي توهانجي رب جي طرفان.

محترم پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض آهي تہ سورت الزمر جي هنن ٽن آيتن، هن ڳالهہ کي شرطيہ نموني سمجهائي ڇڏيو تہ تابعداري صرف احسن يعني زياده سهڻين ڳالهين ۽ حديثن جي

ڪرڻي آهي جڏهن تہ زيادہ سھڻين حديثن وارو ڪتاب صرف قرآن ئي آهي، چو تہ قرآن حڪيم بہ اقوال رسول تي مشتمل قول رسول آهي" هن سڀ دليل قرآن حڪيم جي هڪڙي ئي سورت الزمر جا آهن جن مطابق تابعداري صرف قرآن جي ئي ڪرڻي آهي ۽ قرآن جي مقابلي ۾ ٻيو ڪوبہ علم، احسن الحديث جي مرتبي کي پھچي نٿو سگهي" هنن دليلن کان علاوہ اوهان سورت الاعراف جي آيت نمبر 3 ۾ پڙهي آياتہ اتَّبِعُواْ مَا أُنزِلَ إِلَيْكُم مِّن رَّبِّكُمْ وَلاَ تَتَّبِعُواْ مِن دُونِهِ أَوْلِيَاء قَلِيلاً مَّا تَذَكَّرُونَ (7_3) يعني تابعداري ڪيو ان علم جي جيڪو نازل ڪيو ويو آهي اوهان جي طرف_ ۽ نہ تابعداري ڪيو ان کان سواءِ ڪنھن بہ ٻئي علم جي ان کي خيرخواہ ۽ دوست سمجهندي، اها حقيقت ٿورا ماڻهو سمجهي سگهندا" هن آيت تہ باقائدي منفي طريقي سان بہ قرآن کان سواءِ ٻئي هرقسم جي علم جي تابعداريءَ کان روڪي ڇڏيو، جيڪڏهن غور ڪجي تہ قرآن حڪيم جا استدلال تمام عجيب، فھم ۽ فڪر کان پرپور لڳندا آهن جو فرمايائين تہ منڪرين قرآن کان پھريائين هي سوال ڪيو وڃي تہ أَلَيْسَ اللَّهُ بِكَافٍ عَبْدَهُ وَيُخَوِّفُونَكَ بِالَّذِينَ مِن دُونِهِ وَمَن يُضْلِلِ اللَّهُ فَمَا لَهُ مِنْ هَادٍ (36_39) يعني اهي منڪرين قرآن ماڻهو پھريائين هيءَ ڳالھہ صاف ڪري ٻڌائين تہ ڇا الله پنھنجي ٻانهي جي (علمي فڪري سماجي معاشرتي معاشي حاجتن جي رهنمائي ۽ حاجت روائي لاءِ ڪافي ناهي ڇا؟ جو يخوفونک من دونہ توکي الله کان سواءِ ٻين امامن وغيرہ جا نالا کڻي ڊيڄارين ٿا ۽ رعب ٿا وجهن- انهن سيني قرآني سمجهاڻين کانپوءِ بہ قرآن حڪيم جناب رسول جي فرياد جو ذڪر ڪيو آهي تہ وقال الرسول يا رب ان قومی اتخذوا هٰذ القرآن مهجورا يعني رسول الله دانهين ٻنجي فرياد ڪري ٿو تہ اي منهنجا رب منهنجي هن قوم تہ قرآن تي ٽالا چاڙهي ڇڏيا آهن، منهنجي هن قوم تہ قرآن کي ڦٽو ڪري ڇڏيو آهي، منهنجي هن

قوم تہ قرآن کي ترڪ ڪري ڇڏيو آهي“ منهنجي قوم تہ قرآن سان قطع تعلق ڪري ڇڏيو آهي، اڳتي الله عزوجل پنهنجي رسول جي ان فرياد جي جواب ۾ فرمائي ٿو تہ وَكَذَٰلِكَ جَعَلْنَا لِكُلِّ نَبِيٍّ عَدُوًّا مِّنَ الْمُجْرِمِينَ وَكَفَىٰ بِرَبِّكَ هَادِيًا وَنَصِيرًا (25_31) خلاصو يعني، اي منهنجا نبي هيءَ ماجرا ڪا رڳو توسان ناهي پر اها پراڻي ريت آهي جو هر نبي جي دؤر ۾ مجرم ماڻهو انجي هدايت واري مشن خلاف اهڙيون چالبازيون ڪندا رهيا آهن سو تون هن بنيادي حقيقت کي سمجهي ڇڏ تہ وكفى بربك هاديا ونصيرا، تنهنجي لاءِ تنهنجو رب هدايت ڏيڻ ۽ مدد ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي، سو تون ڪنهنجي بہ پرواهہ نہ ڪر“ ۽ قرآن حڪيم جي مخالفن لاءِ رب پاڪ هيءَ بہ فرمايو تہ انهن ڪان پڇيو وڃي تہ أَوَلَمْ يَكْفِهِمْ أَنَّا أَنزَلْنَا عَلَيْكَ الْكِتَابَ يُتْلَىٰ عَلَيْهِمْ إِنَّ فِي ذَٰلِكَ لَرَحْمَةً وَذِكْرَىٰ لِقَوْمٍ يُؤْمِنُونَ (29_51) ڇا انهن لاءِ هي ڪافي ناهي تہ اسان تنهنجي مٿان وحي متلو وارو ڪتاب نازل ڪيو آهي...... پوءِ اهي انهي هوندي بہ وحي غير متلو جا ڪوڙا بهانا ناهيندا پيا ٿا وتن“

جيڪي ماڻهو ڪتاب قرآن خلاف هي پراپگنڊا ڪندا وتن ٿا تہ قرآن ۾ هيءَ بہ شي ڪانهي، قرآن ۾ فلان شي بہ ڪانهي، اهڙن ماڻهن جي جواب ۾ الله پاڪ سمجهائي ٿو تہ يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا لَا تَسْأَلُوا عَنْ أَشْيَاءَ إِن تُبْدَ لَكُمْ تَسُؤْكُمْ وَإِن تَسْأَلُوا عَنْهَا حِينَ يُنَزَّلُ الْقُرْآنُ تُبْدَ لَكُمْ عَفَا اللَّهُ عَنْهَا ۗ وَاللَّهُ غَفُورٌ حَلِيمٌ ۝ قَدْ سَأَلَهَا قَوْمٌ مِّن قَبْلِكُمْ ثُمَّ أَصْبَحُوا بِهَا كَافِرِينَ ۝ (5_101_102) هنن آيتن جو خلاصو هي آهي تہ الله عزوجل جن ڳالهين جو ذڪر قرآن ۾ نہ آندو آهي اهو ان ڄاڻي واڻي نہ آندو آهي، اوهان يهودين وانگر علم وحي جي ناقص ۽ اڻپوري هجڻ جي لباڙ نہ هڻو، اسان انهن علم وحي جي اڳين مخالفن جي مطالبن تي پنهنجي ڪتاب ۾ اهي سوال ڪيل شيون وري آنديون سين پوءِ ساڳين مطالبي ڪندڙن

وري انهيءَ سان ڪفر ڪيو انڪار ڪيو. قرآن حڪيم هيءَ سمجهاڻي يا ايهاالذين اٰمنوا جي خطاب سان ڏني آهي، يعني اي مسلم امت وارا مؤمنو! هاڻي گهٽ ۾ گهٽ اوهان تہ يهودين جي پيروي ڪندي قرآن خلاف اهڙي پراپگنڊا نہ ڪيو“

جن اهل فارس جي اسلام دشمن، قرآن دشمن، امامت وارن مافيائي ماڻهن جي گهڙيل روايتن واري علم کي حديث رسول جو نالو ڏيئي، علم الحديث جو لقب ڏنو اٿن ۽ عوام ۾ هي مشهور ڪندا وتن پيا تہ قرآن مبهم ڪتاب آهي، اهو ڪتاب سواء هنن وارين روايتن، هنن وارين حديثن جي سمجهہ ۾ نہ ايندو ۽ هنن وارو علم حديث اهو قرآن جو تفسير آهي“ اهڙن سڀني قرآن دشمنن کان سوال آهي ۽ چئلنج تہ انهن وٽ موجود علم روايات نالي حديثون لکن جي ڳاڻاٽي ۾ هونديون، انهيءَ سموري ذخيري منجهان صرف هڪڙي حديث جيڪا بہ انهن کي وڻي اها آڻي ڏيکارين جنهن ۾ جناب رسالت مآب خاتم الانبياء عليہ السلام جن پهريائين قرآن حڪيم جي ڪائي بہ آيت تلاوت فرمائي هجي ۽ پوءِ انجو اهڙو تفسير ڪيو هجي جو پنهنجي الفاظ مبارڪن سان پهريائين تلاوت ڪيل قرآني آيت جي ابهام کي متعين ڪري پوءِ انکي پنهنجي حديث سان دور ڪيو هجي“ سوال ئي نٿو پيدا ٿئي تہ ڪوئي بہ امامي فرقن جو عالم، اهل حديث سڏائيندڙ فرقي جو عالم ڍير حديثن منجهان اهڙي هڪڙي بہ اهڙي حديث آڻي ڏيکاري!!! انهن قرآن مخالف اهل حديثن ۽ امامي فرقن جي دستاربند شيخ الحديث عالمن کان سوال آهي تہ قرآن حڪيم جي مقابلي ۾ اوهانجي امامي روايتن واري علم حديث ۽ امامي فقهن کي ڇا چئجي؟ ڇا اوهانجون حديثون ۽ فقہ اهي قرآن جي مقابلي ۾ قرآن کان بي نياز جدا اصل آهن؟ يا انهن علمن لاءِ قرآن جي موافق ۽ تابع هجڻ جو شرط اوهان قبول ڪيو ٿا“ جيڪڏهن اوهان پنهنجي امامي

حديثن ۽ امامي فقهن کي قرآن کان بي نياز سمجهو ٿا ۽ انهن لاءِ قرآن جي تابع هجڻ جو شرط قبول نہ ٿا ڪريو تہ پوءِ اهڙي نظريي وارن سان اسانجو ڪوبہ واسطو ناهي، جو انهن کي پنهنجو ديني پاءُ سمجهي ۽ قرآني فڪرَ وارو پاء سمجهي انهنکي سمجهائڻ لاءِ مٿي ماري ڪيون. پر جيڪڏهن اوهان جو علم حديث ۽ اوهانجا فقهي علم انهن جو قرآن سان موافق هجڻ اوهان ضروري سمجهو ٿا ۽ بقول اوهانجي تہ اهي قرآن جي ابهام کي کولين ٿا ۽ انجو تفسير ڪن ٿا تہ پوءِ اسانجو اوهان کان سوال آهي تہ شرح ڪرڻ واري ڪتاب، تفسير ڪرڻ واري ڪتاب ۽ علم جو هي اصول ۽ طريقو هوندو آهي تہ جنهن علم ۽ ڪتاب جو هو تفسير ڪري رهيا هوندا آهن تہ پهريائين ان مبهم علم واري ڪتاب جي آيتن جون عبارتون ۽ متن لکي انهن آيتن واري ابهام جو تعين ڪري پوءِ انجي تفسير تشريح واريون حديثون ۽ فقهي سمجهاڻيون لکي اصل ڪتاب جو ابهام ۽ مونجهارا کولبا آهن- پر اسانجو هي مطالبو هر حديث پرست ۽ امامي فقهن وارن فرقن کان آهي تہ هو پنهنجين اهڙين روايتن ۽ فقهي سمجهاڻين وارن ڪتابن ۾ ماڻهن کي هي بہ ثابت ڪري ڏيکارين تہ قرآن پاڻ کهڙي امام ۽ فرقي واري فقہ جو پوئلڳ آهي ۽ علم حديث جي روايتن ۾ راوي ماڻهن جي جدا جدا متضاد قولن روايتن ۽ امامي حديثن جي پاڻ ۾ ٽڪراء مهل قرآن ڪي جعفري مذهب وارو سڏيو ويندو يا حنفي يا حنبلي يا شافعي يا مالڪي مذهب وارو سڏيو ويندو؟ اسان جي چئلنج هر امامي فقهي فرقي ۽ حديث پرست گروهہ کي آهي تہ هو پنهنجي امامن جي حديثن جا مجموعا قرآني ترتيب سان، قرآن کي کوليندڙ روايتن سان آڻي ڏيکارين، جن مجموعن ۾ پهريائين بقول هنن جي مبهم قرآني سورتون يا آيتون ترتيب وار هجن پوءِ نبي عليہ السلام جون اهي حديثون هجن جن ۾ پهريائين پاڻ رسول عليہ السلام جن ان

حديث ۾ قرآن جي اها مبهم آيت تلاوت فرمائي هجي پوءِ ان جي تشريح / تفسير ۽ تعبير واري حديث بيان فرمائي هجي، پر جيڪڏهن اهي روايت پرست ۽ فقہ پرست جيڪو قرآن حڪيم مٿان بهتان ۽ الزام مڙهين ٿا تہ قرآن مبهم ۽ اجمالي ڪتاب آهي ان ڪي انهن جون حديثون کولين ٿيون جڏهن تہ حديثن جو ڪوبہ ڪتاب قرآن سمجهائڻ لاءِ نہ رسول الله پاڻ تيار ڪرايو، نہ ڪنهن انجي اصحابيءَ تيار ڪرايو، نہ ئي امام جعفر پنهنجي حديثن جو قرآن ڪي مٿي ٻڌايل طريقي مطابق کولڻ وارو ڪوئي ڪتاب تيار ڪرايو نہ امام ابو حنيفي ئي ڪو اهڙو ڪتاب تيار ڪرايو پر انهن امامن جي جن شاگردن قرآني مسئلن ڪي کولي بيان ڪرڻ ۽ تفسير ڪرڻ لاءِ مسندات ۽ مؤطائن جي نالي تي ڪتاب لکيا آهن، اسانجي هيءَ چئلنج انهن امامي ڪتابن لاءِ بہ آهي تہ انهن ڪي بہ کولي چيڪ ڪيو وڃي تہ ڇا ڪنهن بہ مسئلي متعلق پهريائين قرآني فرمودات جنڪي اهي قرآن دشمن مافيا وارا مبهم ڪتاب سڏي رهيا آهن مڪمل طرح هڪ ئي جاءِ تي آڻي پوءِ انهن قرآني آيتن ۾ ابهام ڪي هنن اڇي پنهنجي روايتن ۽ فقهي قولن سان کوليو هجي، اهڙو ڪوئي هڪ بہ ڪتاب ڪنهن بہ فرقي وارا پنهنجي امامن جو لکيل آڻي ڏيکارين“

## سڀني فرقن وارا ۽ مدرسن وارا قرآن دشمنيءَ ۾ گڏ آهن

مسلم امت منجهہ مڙيئي فرقا ڳڻائڻ مون ڪي ڪنهن حد تائين مشڪل لڳن ٿا، سني سڏائيندڙن جا چار فرقا ۽ شيعا سڏائيندڙن جو ڪل تعداد نامعلوم ۽ اهل حديث سڏائيندڙن جا سڀ گروهہ انهن سڀن جي تعليمي ادارن ۾ پنهنجي پنهنجي فرقہ وارانہ تعليم ڪي اوليت حاصل آهي، قرآن حڪيم ڪي مدرسن جي ٻين فنن ۽ موضوعن وارن ڪتابن وانگر تحقيقي انداز سان ڪونہ پڙهايو ويندو آهي، انهن فرقن جي امامن وارن فقهن ڪي پڙهائڻ مهل اهو

ضروري نہ هوندو آهي تہ انهن فقهي مسئلن جي ثبوت لاءِ پهريائين قرآن حڪيم جو موقف قرآني آيتن ڪي تصريف آيت جي ڏسيل طريقي مطابق گڏ ڪري سمجهائي پوءِ انهن آيتن منجهان سندن فرقي وارين فقهي جزئين جي قرآن سان موافقت ثابت ڪري ڏيکارين يا بقول انهن جي تہ انهن جا فقہ ۽ حديثون قرآن جو تفسير آهن تہ شاگردن کي انهن حديثن ۽ فقهن جي موافقت ۽ تفسيري مطابقت ثابت ڪري ڏيکارين، ائين هرگز ڪونہ ٿو پڙهايو وڃي ۽ ائين اهي سني شيعا پڙهائي بہ ڪونہ سگهندا، ڇو تہ قرآن حڪيم نڪاح جي عمر کي پهچڻ لاءِ نشاني ڏسي آهي ذهني رشد (4_6) ۽ جسماني بلوغت واري پڪي جواني، (40_67) ڪوئي بہ ماڻهو سين فرقن جون حديثون ۽ انهن جي امامن جا فقهي قول ۽ عمل اتلائي پتلائي ڏسي تہ ان قرآني مسئلي خلاف سيني فرقن وارا معصوم ٻارن جي نڪاح کي جائز قرار ڏيندڙ هوندا ۽ ان مسئلي ۾ قرآن جي مخالفت ۾ سڀ متحد آهن ۽ قرآن حڪيم جو اعلان تہ وَأَن لَّيْسَ لِلْإِنسَانِ إِلَّا مَا سَعَىٰ (39_53) يعني ڪمائيءَ جو بنياد صرف محنت آهي، پر سين فرقن وارن جي حديثن ۽ فقهي قولن ۾ جاچي وڃي ڏسو تہ معاشي نظريي ۾ انهن وٽ پئسن کي پئسن سان ڪمائڻ ۽ جاگيرداري ۽ سرمايہ داريءَ جا غير قرآني طريقا جائز آهن“

## قتل مرتد بابت قرآن ۽ حديث ۾ ٽڪراءِ

قرآن حڪيم جڏهن هي اعلان ڪري ڇڏيو تہ يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا مَن يَرْتَدَّ مِنكُمْ عَن دِينِهِ فَسَوْفَ يَأْتِي اللَّهُ بِقَوْمٍ يُحِبُّهُمْ وَيُحِبُّونَهُ أَذِلَّةٍ عَلَى الْمُؤْمِنِينَ أَعِزَّةٍ عَلَى الْكَافِرِينَ يُجَاهِدُونَ فِي سَبِيلِ اللَّهِ وَلَا يَخَافُونَ لَوْمَةَ لَائِمٍ ذَٰلِكَ فَضْلُ اللَّهِ يُؤْتِيهِ مَن يَشَاءُ وَاللَّهُ وَاسِعٌ عَلِيمٌ (5_54) يعني جو بہ شخص اوهان منجهان پنهنجي دين کان مرتد ٿيو (موت ڪائي ڇڏي ويو تہ الله کي انجي ڪابہ پرواهہ

ڪانهي) الله جلدي اهڙي قوم آڻيندو جنهن کي الله پسند ڪندو ۽ اهي به الله سان محبت رکڻ وارا هوندا، هن آيت ۾ مرتد ماڻهو لاءِ قرآن جو نظريو اوهان معلوم ڪيو ته دنيا ۾ ان لاءِ ڪابه سزا ڪانهي پر امام بخاريءَ پنهنجي ڪتاب استتابة المرتدين جي باب نمبر 1029 ۾ حديث نمبر 1814 ۾ آندي آهي ته من بدل دينه فاقتلوه يعني جنهن ماڻهوءَ پنهنجو دين بدلايو ته انکي قتل ڪري ڇڏيو. هاڻي اهل حديث ديوبندي بريلوي سڀ هن حديث تي ايمان آڻيندي قرآن جي مٿين آيت جا سيئي منڪر ۽ مخالف آهن“ هنن ٿورڙن مثالن منجهان اندازو لڳائي ۽ سوچي ڏسو ته شڪست خورده يهودين عيسائين ۽ مجوسين پنهنجي شڪست جو بدلو علم جي ميدان ۾ اسان ڏي الله جي طرفان موڪليل قرآن جي انقلابي ۽ ترقي يافته اصولن ۽ نظرين کي ٿوڙڻ جي شڪل ۾ ورتو آهي، جيئن اوهان هنن مثالن ۾ ڏٺو ته قرآن جي قانونن کي هنن جون حديثون ۽ امامي فقه گڏجي ٿوڙي رهيا آهن، هاڻي ڪير ٻڌائي ته هڙني فرقن وارا جيڪي پسمنظر جي لحاظ سان استحصالي سرمايه دارن مترفين ۽ مفت خورن جي آشيرواد ۽ آڪسيجن تي پلجن ٿا، اهي قرآن کي انجي اصل مفهوم ۽ تعبيرن ۾ امت وارن تائين ڪيئن پهچائيندا جڏهن ته اهي پنهنجي مدرسن ۾ شاگردن کي ديني مسئلا قرآن منجهان سکڻ بدران حديثن ۽ امامي فقهن منجهان جواب ڳولڻ جي تعليم ۽ تربيت ڏيندا آهن، مدرسن جا مولوي حديثون ۽ فقه پڙهائڻ مهل طالب علمن کي انهن علمن جي قرآن سان موافقت جا ڪي به حوالا ڏيڻ ضروري نه سمجهندا آهن“ سامراج جي آڪسيجن مولوين جي ايمان تي ايترو ته اثر ڪيو آهي جو انهن وٽ اڄ ڪلهه قرآن حڪيم جي ڪابه اهميت نه رهي آهي، اهميت ته ڇا پر انهن وٽ قرآن حڪيم جي توهين ڪرڻ به جائز ۽ حلال آهي، بلڪ ضروري به آهي صرف هن لاءِ ته سامراج هنن کي مالي طور

نوازيندو رهي جيئن مدرسہ دارالعلوم ڪراچي جي نام نهاد شيخ الاسلام مولانا مفتي محمد تقي عثمانيءَ پنهنجي ڪتاب فقهي مقالات جلد نمبر 4 جي صفحي نمبر 146 تي لکيو آهي تہ: ”سورہ فاتحہ شفا کے حصول کے لئے بطور علاج اگر پیشاب سے لکھے اور اسکو یہ معلوم ہو کہ اس کے اندر میرے لئے شفا ہے تو اس میں بھی کوئی حرج نہیں، وجہ اسکی یہ ہے کہ شفا کے حصول کے وقت حرمت ساقط ہو جاتی ہے، هي ڪتاب جنوري 2004 ۾ ڇپيل آهي. هن جو ناشر ادارو ميمڻ اسلامڪ پبلشر 1/188_ لياقت آباد ڪراچي نمبر 19 آهي“ تقي عثماني توڙي ڪٽي مونکي انگريزي جي اي بي سي سيڪارڻ جو استاد آهي، پر هيءَ ڳالهہ ان جي سراسر بڪواس آهي تہ شفاء جي لاءِ حرمت ساقط ٿي ويندي آهي جنهن جي مثال لاءِ لکيو اٿس تہ گهٽي اچ سبب شراب پيئڻ حلال ٿيو پوي“ قرآن ۾ بک وگهي مري وڃڻ جي صورت ۾ حرام ڪاڌو ايتري مقدار ۾ کائڻ حلال ڏسيو ويو آهي جيتري کائڻ سان بکيو ماڻهو مرڻ کان بچي سگهي“ تقي عثماني بک بدران مرض جي شفاء لکي پنهنجي قرآن دشمن سامراجي آقائن وٽ پنهنجي نوڪري پڪي ڪرڻ لاءِ غلط معنيٰ ڪئي آهي“ تقي عثماني جي هن قرآن خلاف گستاخيءَ جو مثال مون هن خاطر ڏنو آهي تہ جيئن ماڻهن کي اندازو ٿئي تہ هن جي ايڏي وڏي قرآن خلاف گستاخي واري جسارت تي مولوي طبقي کي نڪ تي جڻ مک جي وهڻ جيتري تڪليف ۽ نفرت بہ نہ آئي“ اڄ تائين تقي عثمانيءَ جي، مولوين وٽ مذهبي پيشوائيت بحال آهي، يهودي ۽ عيسائي ڊنمارڪ ناروي ۽ امريڪا مان جناب رسول الله جي شان اقدس خلاف توهين آميز ۽ گستاخيءَ وارا جيڪي خاڪا ناهي ميڊيا ذريعي عام ڪندا آهن انهن خاڪن جو بنيادي تصور تہ مسلمانن جي علم حديث منجهان ورتندا آهن پوءِ انهن ۾ پنهنجيون ملاوٽون بہ شامل ڪندا آهن ۽ مسلم امت وارا سراپا احتجاج بنجي دنيا وارن وٽ دانهين تہ ٻٽيا آهن پر باقائدي امريڪا برطانيا جي ڪنهن عدالت

۾ ڪوئي وڪيل ٻڌي مسلمانن اھڙو ڪوئي ڪيس اجا تائين داخل نہ ڪرايو آھي ۽ مونکي يقين آھي تہ عالمي عدالتون ڪيس داخل ٿيڻ ڪانپوءِ باقائدي نوٽيس وٺنديون پر مسلم امت جي عالمن ۽ دانشورن ڪي پڪ آھي تہ اھو ڪيس اسانجي ڳچيءَ ۾ پوندو ڇو تہ مثال طور جيڪڏھن دشمنان اسلام ڪوئي ھڪڙو فلمي سين يا خاڪو ٺاھن جنھن ۾ ھڪڙو تعويذ لکندڙ پوپو يا ڪو خانقاھي پير ڏيکارين جيڪو ايندڙ ويندڙ بيمار ماڻھن ڪي شفاء ڏيڻ لاءِ تعويذ لکي اھو انھن کي يا تہ پاڻيءَ ۾ وجھي پيئڻ جو ڏس ڏئي يا ڳچي ۾ پارائي پر اھي قرآني تعويذ ڪنھن بہ مس بدران نعوذباالله ماڻھن جي پيشاب سان سورت فاتحہ يا ڪابہ قرآن جي ٻي ڪا آيت لکي ماڻھن کي ڏيندو رھي تہ اھڙو خاڪو ٺاھڻ ۽ تقي عثمانيءَ جو اھڙو متي ڄاڻايل فرمودو ڳالھہ تہ وجي ساڳي ٿي، پر مسلم امت جي عالمن ۽ عوام تقي عثمانيءَ خلاف ڪوبہ جلوس ڪونہ ڪڍيو، بريلوي فڪر وارن جي ھڪ اخبار کي شاباس آھي جنھن ان تي احتجاج ڪيو ۽ تقي عثمانيءَ وڏي فنڪاري سان معافي ورتي جنھن تي بريلوي ان ڪري خاموش ٿي ويا جو ان معافي نامي ۾ جن اڳين نام نھاد سلف صالحين جي بزرگن جا نالا ڪنيائين تہ اھا ڳالھہ مون انھن جي نظريي واري نقل ڪئي ھئي سو بريلوي ماڻھن وري سلف وارن جي ڪري ڪٺي تقي جي معافي قبول ڪئي، پر مون عزيزالله پوءِ بہ احتجاج ڪيو ۽ تقي جي خلاف ڪتاب لکيو، اتفاق سان ڪتاب جي مارڪيٽ ۾ اچن ڪان پوءِ منھنجي پٽ کي ڏاڙيل اغوا ڪري ويا تہ ماڻھو مون سان ھمدردي ڪرڻ وارا مون ڪان پڇندا ھوا تہ تو تقي عثماني خلاف جيڪو ڪتاب لکيو آھي تنھنجي پٽ کي انھيءَ توکي سزا ڏيڻ لاءِ تہ ڪونہ اغوا ڪرايو آھي؟"

محترم پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض آهي تہ بريلوي فرقو افرادي ڳڻپ جي لحاظ سان ديوبندي فرقي کان وڌيڪ آهي، پر اهي بيئي فرقا امامي مذهبن وارا آهن انهن فرقن جي علم جو مدرسن ۾ نصابي ڪورس ۽ سليبس ساڳيو آهي، اهي ٻنهي فرقن وارا دعا تعويذ خانقاهي پيري مريدي هڪڙي ئي سسٽم تي هلائيندا آهن، بلڪ شيعا بہ دعا تعويذ ۽ پيري جي وهنوار کي مجيندي پريس ذريعي تعويذ ڇپرائي بيمارين کان شفاء يا ماڻهن جي قرضن لهي وڃڻ لاءِ لکي ڏيندا آهن، منهنجو حڪومت کي عرض آهي تہ هو" صحت کاتي تي اربين رپيا بجيٽ ۾ خرچ ڪرڻ لاءِ رکن ٿا، سو هاڻ اهي پئسا بچائي تعويذ لکندڙ پيرن کي اسپتالن جي گيٽ تي ويهاري ڇڏين جيڪي ڦيٽن ۽ تعويذن سان مريضن کي شفا پيا ڏيندا، ڪجھ پير جيڪي قرض لاهڻ وارا تعويذ لکن ٿا انهن کان آئي، ايم، ايف جي قرضن لاهڻ لاءِ پي ايم سيڪريٽريٽ ۽ پريذيڊنسي، ۾ چلا ڪيرايا وڃن ۽ ويليو ايڊڊ ٽيڪس کان بہ ماڻهن کي ڇوٽڪارو ڏياريو وڃي" ڇو تہ دعائن سان سڀ قرض لهي ويندا،

محترم پڙهندڙن جي خدمت ۾ انهن جي ڄاڻ لاءِ عرض آهي تہ ڦيٽن شوڪارن تعويذن جو اسلام ۾ رواج بہ ڪوڙين ۽ هٿرادو حديثن ذريعي مسلم معاشرن ۾ وڌو ويو آهي" ڪتاب بخاريءَ ۾ ڪتاب الطب لکيو ويو آهي جنهن ۾ هڪ باب آهي النفث في الرقيہ جنهن جي معنيٰ آهي تہ ڦيٽي ۽ دم ڪرڻ مهل مريض کي ٿڪون ڏيڻ، هن باب جو نمبر 434 آهي هيٺ جيڪا حديث لکي وئي آهي ان ۾ آهي تہ الرؤيا من الله والحلم من الشيطان فاذا راءیٰ احدکم شيئا يکرهه فلينفث حين يستيقظ ثلاث مرات ويتعوذمن شرها لاتضره يعني خواب الله جي طرفان آهي حُلمُ شيطان جي طرف کان آهي، جڏهن توهان مان ڪوئي شخص ناپسنديده شيءِ کي ڏسي (خواب ۾) تہ جاڳڻ وقت ٽي ڀيرا

ٿڪ اڇلائي ٿو ٿو ڪري ڇڏي ۽ شيطان جي برائيءَ کان پناهه گهري ته ان کي ڪوبه نقصان نه پهچندو

هاڻي هتي آئون پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض ڪندس ته هو غور ڪن ته حديث جي مٿان باب واري سرخيءَ ۾ جيڪا امام بخاريءَ جي سوچ ۽ فقهي راءِ ليکي ويندي آهي ان ۾ امام صاحب لکي ٿو ته جهاڙ ۽ ڦيٽي مهل مريض کي ٿڪ هڻڻ، وري هيٺ حديث ۾ ڄاڻائي ٿو ته رسول الله فرمايو ته شيطاني خواب ڏسو ته جاڳڻ کانپوءِ ٽي ڀيرا ٿڪ اڇلايو ۽ اعوذ پڙهو، هاڻي ڪير ٻڌائي ته سرخي ۾ امام بخاري واري ڳالهه ۽ هيٺ حديث ۾ ڄاڻايل ڳالهه اهي ٻيئي موافق ته ڪونه ٿيون لڳن!!!

جيڪا سرخي امام بخاري پاڻ پنهنجي عقل سان ناهي لکندو آهي ان ۾ ته ان جڻ ڦيٽن ۽ دم ڪرڻ وارن پوپن ۽ پيرن کي پرمنٽ ڏئي ڇڏي آهي ته ماڻهن کي دم ڪرڻ مهل شوڪاري ۾ ڦونگارو به اهڙو ڪيوس جو ٿڪن جو مٿس ڦوهارو وسي وڃيس" وري هيٺ حديث ۾ جيڪو ڄاڻايو اٿس ته جناب رسول الله فرمايو الحلم من الشيطان_ هتي ان جي معنيٰ ڪئي اٿس شيطاني خواب" اها معنيٰ به سراسر غلط آهي" ڇو ته قرآن حڪيم ۾ آهي ته واذا بلغ الاطفال منكم الحلم...... (24_54) يعني جنهن وقت ٻار عقل جي عمر کي پهچن، هن آيت ۾ قرآن حڪيم حلم جي معنيٰ عقل ٻڌائي آهي ۽ سورت الطور ۾ آهي أَمْ تَأْمُرُهُمْ أَحْلَامُهُم بِهَٰذَا أَمْ هُمْ قَوْمٌ طَاغُونَ (52_32) يعني ڇا انهن جي عقل شعور ۽ دانائين هنن کي ائين حڪم ڪيو آهي يا اهي سرڪش ٿي ويا آهن" هن آيت ۾ به احلام جمع حُلم جو ۽ حُلم معنيٰ فهم فراست ڪئي وئي آهي ۽ سورت يوسف ۾ آيو آهي ته قالوا اضغاث احلام وما نحن بتاويل الاحلام بعالمين (12_44) يعني (عزيز مصر جي عالمن چيو ته) اهو اوهان جو خواب پريشان خيالي آهي اسان اهڙن پريشان خيالن وارن خوابن جو تعبير ڪونه ٿا

جاٺون اضغاث جمع ضعث جو، ضعث جي معنيٰ آهي متفرق ۽ منتشر شيون، احلام سان گڏ هن لفظ کي آڻي ٻڌايو ويو تہ خواب جي تفصيل ۾ ڪجھ عقلي ڳالهيون ۽ ڪجھ پريشان خيالي واريون ڳالهيون آهن اهي پاڻ ۾ گڏ مڏ ٿي وچڙي ويون آهن. انهن جي تعبير اسان نتا ڄاڻون" هاڻي ڪير ٻڌائي تہ هن حديث ۾ نبي سائين جي طرف لفظ حلم جي معنيٰ قرآن واري معنيٰ جي خلاف منسوب ڪري ٻڌائي وئي آهي، اها ڳالھ ثابت ڪري ٿي تہ اها حديث، قرآن جي دشمن ۽ جناب رسول الله جي دشمن ئي ناهي هوندي - حديث جي سرخي ۾ لکيو آهي تہ ڦيٽي هٽڻ مهل ماڻهن کي ٽڪون، هٽو هيٺ حديث ۾ وري قرآني لفظ حلم جي معني غير قرآني ڪرڻ هاڻي ٻڌايو وڃي تہ انهيءَ وچڙ سچڙ منجهان ڇا ڪجھ ثابت ٿئي ٿو؟ ۽ سرخي ڪجھ مطلب واري لکڻ ۽ ان جي هيٺان حديث وري ٻئي مطلب واري لکڻ جنهن ۾ ڪنهن لفظ جي خلاف قرآن معنيٰ بہ جناب رسول الله ڏي منسوب ڪرڻ، اهو سڀ ڇا تہ ٻڌائي رهيو آهي؟ امام بخاري جي اهڙين حديثن تي مولوي احتجاج تہ ڪونہ ٿا ڪن پر جيڪڏهن آئون عزيزالله انهن حديثن ۾ ڪيل جناب رسول عليہ السلام جي شان خلاف توهين وارين حديثن ۽ امهات المؤمنين جي شان خلاف توهين وارين حديثن ۽ اصحاب رسول کي بخاري جي حديثن ۾ مرتد ٿي وڃڻ وارين حديثن تي امت جي مؤمنن وٽ دانهين ٻڌجي فرياد ڪيان ٿو پوءِ منهنجي خلاف، سنگ ہر شخص نے ہاتھوں میں اٹھا رکھا ہے. آئون اڳي بہ پنهنجي ڪنهن ڪتاب ۾ هي ڳالھ لکي چڪو آهيان هاڻ وري هت اها ڳالھ دهرايان ٿو تہ آئون سال 1983ع ۾ پاڻي واري جهاز ۾ حج تي ويو هئس ان موقعي تي سفر دوران ڪن مولوي صاحبن جن مان ڪجھ سرڪاري خرچ تي هلي رهيا هوا، انهن جهاز جي ڪئپٽن سان ملي جهاز جي ڪنٽرول روم گهمڻ ۽ ان ۾ راڊار ۽ ٻين فني شين کي سمجهڻ جو مطالبو ڪيو

هو جيڪو ان صاحب قبول ڪيو هو پوءِ انهن همسفر دوستن مون کي به صلاح هنئي ته اوهان به هلو ۽ جهاز جو اهو ڪمرو هلي ڏسون، پوءِ اسان سين کي ڪئپٽن صاحب ضروري سمجهاڻيون ڏنيون ۽ اخير ۾ واپسي مهل ان وڏي نماڻي نموني ۽ خلوص سان چيو ته منهنجي اوهانکي هڪ خاص گذارش آهي جيڪڏهن اوهان اها غور سان ٻڌندو ته مهرباني ٿيندي، اسان ان جي ڳالهه قبول ڪندي ان کي چيو ته ضرور ضرور اسان ٻڌنداسين اوهان اسانکي پنهنجي ڳالهه ٻڌايو پوءِ ان چيو ته آئون نيوي ۾ انٽيلي جنس جو ڪورس پاس ڪيل آهيان اسلامي تاريخ جو به طالب علم آهيان، قرون وسطي ۾ صليبي طاقتن سان اسلامي خلافت جون جيڪي جنگيون ٿيون انهن سان اخير ۾ وجي جڏهن خلافت جو خاتمو ٿيو انجي شڪستن جا تفصيل ۽ اسباب جيڪي اسان کي پڙهايا ويا آهن انهن ۾ عيسائي طاقتن اسانجي صفن ۾ پنهنجا ايجنٽ بنايا، اسانجا اهم ۽ جنگي لحاظ سان وڏا وڏا سردار ۽ جنرل خريد ڪيا ۽ اسان جي مذهبي مرڪزن جا وڏا وڏا ماڻهو به خريد ڪري ورتا پوءِ انهن سينن جي غدارين سبب اسانجو زوال آيو پوءِ مون ان کي عرض ڪيو ته دشمن جڏهن اسانجي صفن ۾ ايجنٽ ٻڌائيندو هئيو انجو ڪجهه تفصيلي طريقي ڪار اسان کي سمجهايو؟ پوءِ هن ٻڌايو ته دشمن اسانجي علمي درسگاهن مسجدن ۽ خانقاهن هلائڻ وارن اهم مذهبي شخصيتن کي خريد ڪري انهن ڪان اسان کي اهڙا وعظ اهڙيون پاليسيون قبول ڪرائيندا ۽ مجرائيندا هوا جو اسان پنهنجي سياسي قيادت ڪان نفرت ڪري انهن جي مقابلي ۾ دشمنن جي نظام ۽ پاليسين کي وڌيڪ پسند ڪندا هواسين، پوءِ اهڙي طرح پيدا ڪيل ذهنيت جنگين جي مٿان به اثر انداز ٿيندي هئي جنهن جي نتيجي ۾ آخر ۾ نيٺ تاتاري ۽ منگول اسانتي غالب ٿي ويا" ان نوجوان ڪئپٽن انهيءَ ليڪچر جو نتيجو هي سمجهايو ته اوهان

سڀ عالم دين آهيو پنهنجي ڳوٺن شهرن ۾ ماڻهن کي واعظ ڪندا هوندا انهن کي هوشيار ڪيو ته اڄ ڪلهه ڪميونزم مٿي تي چڙهيو بيٺو آهي ۽ هو پراڻين چالبازين مطابق وري اسان کان ملڪ کسي ڇڏيندو سو اوهان ماڻهن کي انهن خلاف تيار ڪيو“ مون ته ان ڪئپٽن صاحب لاءِ اندازو لڳايو ته هي ڪو جماعت اسلاميءَ جي تربيتي ادارن جو تيار ٿيل نظر اچي ٿو، تڏهن به انجي تاريخ جي حوالن سان هلاڪو ۽ چنگيز وارن دورن جي جنگين وارن موقعن تي مسلم امت جي مفتين قاضين، شيخ الحديثن ۽ سجاده نشينن کي خريد ڪري انهن کان عالم ڪفر جي فتح لاءِ مسلم عوام ۾ ايجنٽ بنجي ڪم ڪرڻ جا مثال تاريخ ۾ هانو ڏاريندڙ ملي سگهن ٿا. جن لاءِ مون پنهنجي نهايت ڪمزور حيثيت مطابق پنهنجي لکڻين ۾ مطالبو ڪيو آهي ته فاطمي تحريڪ ۽ خلاف قرآن آل رسول اصطلاح جي بڻ بڻياد ۽ حسن بن صباح جي باطني تحريڪ، يهودين جي فري ميسن تحريڪ ۽ تبليغي جماعت ۽ مذهبي عبائن قبائن جي چوغن ۾ لڪل شاه ولي الله، يا ٻيا تعليمي ادارا جامع ازهر يونيورسٽي علي ڳڙهه يونيورسٽي ڪانوني اڄ تائين جي قائم ٿيندڙ وڏن وڏن مدرسن دارالعلومن جي نصاب تعليم ۽ انهن جي ڪرتن ڌرتن تي ريسرچ ڪرائي وڃي، تحقيق ڪرائي وڃي ته قرآن انسان ذات کي ڪهڙي طرف وٺي وڃڻ گهري ٿو ۽ ملڪن ۾ دين جي نالي ادارن ۾ پڙهايو ويندڙ امامي علمن وارو نصاب تعليم جيڪو سمورو جو سمورو قرآن حڪيم جي معاشي ۽ معاشرتي قانونن کي رد ڪرڻ لاءِ جوڙيل آهي، اهو امت وارن کي ڪاڏي وٺيو پيو وڃي“ اهو ئي مسلم امت جي ديني تعليم جو نصاب آهي جنهن جي سبب انهيءَ نصاب جي فاضل مذهبي پيشوائن ۽ مسلم ملڪن جي انهن حڪمرانن جن جو عالمي سامراج ايمان ۽ ضمير کسي انهن کي سندن ئي ملڪن ۾ اقتدار ڏياريندا آهن، پوءِ انهن ئي

ملڪن جي وڪاڻل مذهبي پيشوائيت ڪي ڳجها اشارا ڏيئي ڇڏين ٿا ته اوهانکي اسانجي مقرر ڪيل سياسي حڪمرانن کي سهارو ڏيڻو آهي، پوءِ اها مذهبي پيشوائيت به هر سامراجي دلال حاڪمن جي سهڪار ڪندي رهندي آهي، جڏهن پاڪستان ۾ جنرل ضياء الحق اقتدار تي قبضو ڪيو هو ته انهن ڏينهن ۾ جامعه مدينه يونيورسٽي ۾ پڙهندڙ پاڪستاني طالب علمن کي حڪومت سعودي وارن جبري موڪل ڪرائي پاڪستان موڪليو هئو ته وڃو وڃي اتي جنرل ضياء الحق جي مقبوليت لاءِ ماڻهن ۾ واعظ ۽ تقريرون ڪيو بحث مباحثه ڪري انجي حاڪميت کي دين اسلام جي ڪاميابي ۽ علامت ڪري پيش ڪيو" انهيءَ کان سواءِ پاڪستان جي مذهبي جماعتن ديوبندين جي جمعية علماء اسلام بريلوين جي جمعية علماء پاڪستان ۽ سيني فرقن جي معجون مرڪب جماعت اسلامي جا ليڊر انهن سڀن فوجي اُمرضياء الحق جي پاڇي ۾ وزارتن جا به مزا ماڻيا، پر اهو سلسلو ڪنهن نه ڪنهن ظاهري يا مخفي معاهدن هيٺ اڄ تائين هلندو پيو هلي، پوءِ هاڻي اهڙي ليپا پوتيءَ جو نالو ڪٺي مفاهمت رکيو ويو آهي، آئون هن ديگهه ۾ هن ڪري پئجي ويو آهيان ته ملڪن جي وڏين وڏين تحريڪن پويان سامراج جا ڳجها هٿ رهن ٿا پروفيسر ابو سلمان شاهجهان پوري جو مولانا عبيدالله سنڌيءَ تي لکيل ڪتاب پڙهي ڏسو ته ان ۾ مدرسه دارالعلوم ديوبند جي انتظامي قيادت جا انگريز ڪليڪٽرن سان ڪيترا نه واسطا نظر اچن ٿا، ٿانوي لڏي وارن جو لٽريچر پڙهي ڏسو ته جناح ۽ مولانا اشرف علي ٿانوي جا هڪ ٻئي ڏي خط خيرسگاليءَ وارا ملندا، مولانا محمد علي جالنڌري مرحوم امير مجلس تحفظ ختم نبوت ڪيترائي ڀيرا هيءَ ڳالهه ٻڌائي ته جنهن عرصي ۾ پاڪستان جو وزير اعظم چوڌري محمد علي هيو ته ڪراچيءَ ۾ حاجي مولابخش سومري جي گهر ۾ ملڪ جي سيني فرقن جي عالمن جي ميٽنگ ٿي جنهن ۾

متفقہ طور تي قرار داد مقاصد پاڪستان پاس ڪئي وئي هئي، مولانا جالنڌري صاحب ٻڌائيندو هئو تہ اتي ڪچهريءَ ۾ مون ڳالهہ ڪولي تہ آمريڪا جي حڪومت عنقريب چوڌري محمد علي کي وزارت عظمي تان هٽائي رهي آهي تہ مونکي جواب ۾ مودودي صاحب چيو تہ جيستائين انهيءَ مسئلي تي امريڪا مونسان نہ ڳالهايو آهي تہ اهي ڪيئن هن کي هٽائيندا، پٺي صاحب پنهنجي حڪومت جي شروع وارن ڏينهن ۾ تيهتر وارو آئين تيار ڪرايو ۽ ايوان کان انجي منظور ڪرائڻ ۽ پاس ڪرائڻ لاءِ قومي اسمبليءَ جو خصوصي اجلاس سڏايو. سڀ ممبر وقت تي ايوان ۾ پهچي ويا ڪافي دير ٿي وئي پر ڪاروائي شروع ڪانہ پئي ٿئي تہ تنگ ٿي ممبر هڪ ٻئي کان پڇڻ لڳا تہ چو نٿو آئيني مسودو پاس ڪرڻ لاءِ پيش ڪيو وڃي دير ڇاجي آهي، تہ ڪنهن اندروني راز جي واقف ممبر ٻڌايو تہ وزير قانون حفيظ پيرزادو اسپيشل هوائي جهاز ۾ آئيني مسودو کڻي لاهور ويو آهي اتي هو اهو مودودي صاحب کي ڏيکاريندو اهو ڏسي پاس ڪندو پوءِ اسان وٽ واپس کڻي اچي اسان کان دعاء خير جي قسم جي منظوري وٺندا، مولانا محمد ميان مرحوم سيڪريٽري جمعية علماء هند تحريڪ شيخ الهند متعلق هڪ ڪتاب لکيو آهي جنهن ۾ هڪ باب لکيو اٿس تہ "ڪون ڪيا تها" اهو باب هن لنڊن وڃي اتي جي جنرل لائبريريءَ ۾ انڊيا آفيس واري شعبي مان سي آئي ڊي رڪارڊ منجهان تحريڪ آزادي واري عرصي ۾ ڪنهنجو ڪردار ڪهڙو هو متعلق رپورٽون نقل ڪري پنهنجي ڪتاب ۾ لکيون اٿس- جن ۾ شيخ التفسير مولانا احمد علي لاهوري باني جمعية علماء اسلام پاڪستان لاءِ لکيل آهي تہ انگريز سرڪار وٽ هو وعده معاف گواه جي طور تي جاسوس مقرر ٿيل هو ۽ سرڪار کي جمعية علماء هند، ۽ ڪانگريس جي اڳواڻن جي سرگرمين جون رپورٽون پهچائيندو هئو"

آئون پنهنجي لکڻين ۾ ڪافي ڀيرا هي ڳالهه به لکي چڪو آهيان ته قيصر ۽ ڪسريٰ کي جڏهن اسلامي لشڪرن شڪست ڏني ته انهن جي سياسي ٿنڪ ٽئنڪ وارن وڏيون ڪاميٽيون ويهاري پنهنجي شڪست جي سببن تي رپورٽون تيار ڪرايون، جن سڀن رپورٽن جو خلاصو هي هئو ته هونئن عربن ۾ ته ايتري طاقت ڪانهي جو هو دنيا جي ٻنهي وڏين بادشاهتن سان لڙي سگهن پر انهن جي فتح جو سمورو راز هن ڳالهه ۾ نظر اچي ٿو ته هن کي جيڪو ڪتاب قرآن مليو آهي هي سمورو اسپرٽ انهيءَ ڪتاب منجهان عربن کي حاصل ٿيو آهي، اسلامي لشڪر جي انهن اوائلي فتحن جي جيڪا تاريخ علم حديث جي حوالن سان لکي وئي آهي اها سراسر ڪوڙي ۽ بوگس آهي، انهن رپورٽن ۾ قرآن حڪيم جي معاشي ۽ معاشرتي تعليمات سان جيڪي سماج جڙيا هئا قرآن جن مٿيءَ جي ماڻهن کي فولاد ۽ رڪُ بڻائي باطل کان مقابلا ڪترايا هوا ۽ انهي تعليمات جو جيڪو مفتوح قومن تائين ڦهلاء پهتو هو، اهي سڀ جنگيون قرآن جي انهن اصولن ۽ نظرين ڪٽي ڏيکاريون هئيون ۽ جڏهن جو مفتوح ماڻهن تائين هي حقيقتون پهتيون ته قرآن جيڪا جاگيرداريت ختم ڪرڻ جي ڳالهه ڪئي آهي ان سان حجاز جو سمورو ٽرائيبل ازم ختم ٿي ويو آهي جتي مڪي جي غلام ساز سردارن کي ڪهرائي مديني شهر جي سود خور يهودي سرمايہ دارن کي ملڪ نيڪالي ڏئي ڇڏي“ هاڻي اتي بادشاهي صرف قانون جي آهي ڪتاب قرآن غلامي مٿان بندش جي جيڪا تعليم ڏني آهي (8_67) ۽ (4_47) (6_164) مردن ۽ عورتن جي برابريءَ جي جيڪا تعليم ڏني آهي (4_1) ۽ عورتن مٿان ڏاڍ ۽ جبر ڪرڻ جي جيڪا بندش وڌي آهي(4_19) ۽ مردن ۽ عورتن کي مال جي ڪمائيءَ ڪمائڻ ۽ مالڪ بنجڻ جا جيڪي برابري وارا هڪجهڙا اختيار ڏنا آهن (4_32) ان زماني ۾ دنيا جي قومن اهي قانون ۽ قائدا ڇڻ

پهريون پيرو پڌا هئا، بلڪ جناب رسالت مآب انهن قانونن وارو معاشرو عملي طور پاڻ وٽ قائم ڪري ٻه ڏيکاريو هئو جنهنڪي مفتوح قومن جي ماڻهن ڏسي ۽ ٻڌي انهن پاڻ وٽ حاڪم طبقي خلاف پاڻ ٻه عرب فاتحن جو ساٿ ڏنو، مون هاڻ جيڪو عرض ڪيو ته مفتوح قيصريت ۽ ڪسرويت جي سڄي مشنريءَ پنهنجي شڪست لاءِ جيڪا تحقيقاتي ڪميشن ويهاري هئي انهن جي سموري ريسرچ جو هي خلاصو هئو ته عربن ڪين مليل قرآني تعليمات جي بل بوتي تي اسانکان هيءَ جنگ کٽي آهي اڳتي لاءِ اسانجي اسرڻ ۽ پنهنجي ماضي واري وڃايل جاه ۽ جلال کي حاصل ڪرڻ لاءِ لازم آهي ته اسان عربن سان ميدان جنگ ۾ مقابلي ڪرڻ بدران علمي ميدان ۾ انهن کان ڪين مليل ڪتاب قرآن ڪسي گم ڪيون، جيڪڏهن ائين نه ٻه ڪري سگهون ته گهٽ ۾ ايترو ته ڪيون جو ماڻهو انهيءَ ڪتاب کي بجاءِ قانون واري ڪتاب جي جنهن سان زنده ماڻهن جي معاشرن ۾ انقلاب آندو وڃي، هن ڪتاب کي فضائل جي پرمار وارين حديثن سان اهڙو ته بت مثل بڻائي ڇڏيون جو ماڻهو هن کي پڙهڻ ۽ سمجهڻ بدران چميون ڏيڻ ۽ بيمارن کي شفاء ڏيڻ ۽ قرآني تعويذن کي ڳچي ۾ ٻڌڻ ۽ پاڻيءَ ۾ پسائي اهو پاڻي پيڻ ۾ پنهنجي شفا سمجهن ۽ قرآني سورتن ۽ آيتن کي پڙهي بيمارن مٿان ڦيٽن وارا شوڪارا ۽ ڦوڪارا ڏين، سو شڪست کاڌل روم ۽ فارس وارن ۽ انهن سان مديني ۽ خيبر جي جلاوطن ڪيل يهودين گڏجي پنهنجي دانشورن جي امامت جي نالي سان هڪ ٿير ناهي، جن قرآن جي قائم ڪيل برابري ۽ مساواتي سماج ۽ معاشرن جي قرآني رهنمائي کي پنهنجي روايت سازيءَ واري فن سان بليڪ آؤٽ ڪيو، خود رسول الله ۽ انجي ساٿين جي ڪردار ڪشيءَ واري ڪوڙي ۽ هترادو تاريخ ٺاهيائون ته رسول جي قيادت ۾ عرب اوڙي پاڙي جي قومن مٿان ڪاهون ڪري انهن جي

زالن کي قيد ڪري ٻانهيون بنائيندا هوا ۽ واپس مديني پهچڻ کان اڳي ئي انهن قيدي ٻنايل عورتن سان زنائون ڪندا هوا ۽ رسول الله پنهنجي حياتيءَ ۾ قرآن ۾ ڏسيل معاشي مساوات وارو معاشرو قائم ڪونہ ڪيو هئو، رسول جو هڪڙو نياڻو عثمان نالي وارو وڏو سرمايہ دار هئو ۽ رسول جو ٻيو ساٿي عبدالرحمان بن عوف ايڏو تہ مالدار هئو جو شهر مديني ۾ ايترا پلاٽ ئي ڪونہ هوا جتي هو پنهنجي رڍن ٻڪرين ڏاچين ۽ گهوڙن جا واڙا ناهي سگهي، سو انهيءَ مديني کان ٻاهر پري وڃي اهڙا فارم ناهيا هئا"

اهڙي مختصر احوال لاءِ پڙهندڙ مهربان منهنجا ڪتاب قرآن مهجور ۽ فتنہ انڪار قرآن ڪب اور ڪيسے" پڙهي ڏسن ۽ آئون پڙهندڙن مهربانن کي هي بہ ٻڌائيندو هلان تہ اتحاد ثلاثہ جي امامت نالي قائم ڪيل راوين جي لشڪر جي پارسائي ۽ هڙني امامن جي تعريف ۾ انهن جي سوانح حيات وارا ڪتاب پڙهي ڏسو تہ انهن جون ايڏيون تہ ڪوڙيون تعريفون لکيون اٿن تہ اهي امام سڄي سڄي رات نفل نماز پڙهي گذاريندا هوا ۽ هڪ هڪ رات ۾ نفلن جي اندر پورو قرآن ختم ڪندا هوا ۽ عشاء جي نماز واري وضوء سان فجر جي نماز پڙهندا هوا ۽ ڏينهن جو روزا رکندا هوا ۽ بازارن ۾ روزي سان مزدوري ڪري پنهنجو قوت گذر ڪندا هئا،

مهربان پڙهندڙ ڀائرو! حديثن جي ڪتاب بخاري ۽ مسلم ۾ حديثون لکيل آهن تہ رسول ۽ ان جا ساٿي لڙاين تي وڃي مفتوح ماڻهن جي عورتن کي ٻانهيون بنائي انهن سان زنائون ڪندا هوا تہ اهڙن ڪوڙن ۾ هنن حديثن ناهڻ وارن جناب رسول کي بہ معاف نہ ڪيو آهي تہ ان خيبر جي جنگ ۾ يهودين جي هڪ جنرل کي جڏهن قتل ڪيو ويو هئو ان کا نئين شادي ڪئي هئي ۽ ان جي زال ڏاڍي سهڻي هئي اها پهريائين تہ رسول جو هڪ صحابي دحيہ ڪلبي رسول جي اجازت سان پنهنجي لاءِ وٺي ويو پوءِ ڪنهن صحابيءَ

رسول جن کي عرض ڪيو تہ توهان هھڙي سھڻي چوڪري دحيہ ڪلبي کي ڏئي ڇڏي اھڙي حسينہ تہ اوهان جي حرم ۾ هجڻ گهرجي، پوءِ رسول جن حڪم ڪيو تہ دحيہ کي سڏايو وڃي، پوءِ اھو پھچي ٿو تہ ان کي حڪم فرمائين ٿا تہ تون اھا عورت مون کي ڏي ۽ ان جي بدلي ۾ ڪائي ٻي وٺي وڃ، پوءِ رسول خيبر کان مديني واپس پھچڻ کان اڳيئي رستي ۾ ان عورت کي ام المؤمنين بنائي ٿو ڇڏي"

مھربان پڙهندڙو! هي روايت ناهيندڙ امامن جو سڄو سنئون ڪوڙ ۽ بھتان آهي"´قرآن حڪيم منديان خيبر جي جنگ جوئي انڪار ڪري ٿو تہ فَمَا أَوْجَفْتُمْ عَلَيْهِ مِنْ خَيْلٍ وَلَا رِكَابٍ (59_6) يعني اوهان يھودين مٿان ڪابہ لشڪر ڪشي ڪانہ ڪئي آهي ڪنھن اٺ يا گهوڙي تي چڙهي توهان ڪاهہ ئي ڪانہ ڪئي آهي. يھودين لاءِ قرآن فرمائي ٿو وَلَوْلَا أَن كَتَبَ اللَّهُ عَلَيْهِمُ الْجَلَاءَ لَعَذَّبَهُمْ فِي الدُّنْيَا وَلَهُمْ فِي الْآخِرَةِ عَذَابُ النَّارِ (59_3)

يعني انھن لاءِ جيڪو جلاوطني خاطر رٿن آرڊر جاري ڪيو ويو هئو جيڪڏهن ائين تحريري حڪم سان هي نيڪاليءَ تي عمل نہ ڪن ها تہ لعذبھم في الدنيا تہ هنن کي هت دنيا ۾ عذاب ڏنو وڃي ها، هن آيت ڪريمہ جي جملي لعذبھم في الدنيا منجھان بہ ثابت ٿئي ٿو تہ يھودين کي ڪٿي بہ نہ خيبر ۾ نہ مديني ۾ لڙائي ذريعي شڪست ڏئي نيڪالي ڪانہ ڏني وئي آهي، علم حديث جي ڪتابن وارن خلاف قرآن ڪوڙين حديثن ذريعي جناب رسول جي رسوائي لاءِ اهي حديثون ناهيون آهن، جن حديثن جو قرآن حڪيم صاف صاف انڪار پيو ڪري، مطلب منھنجي هن گذارش جو هي آهي تہ علم حديث منجھان اصحاب رسول کي رسول الله جي زندگي ۾ لڙاين ذريعي عورتن کي قيد ڪري انھن سان زنائون ڪندي ۽ انھن کي

مارڪيٽن ۾ وڪرو ڪندي ڏيکارين ٿا ۽ وفات رسول کانپوءِ امام بخاري ڪتاب التفسير ۾ سورت مائده ۽ سورت انبياء جي اخير ۾ حديثون ٿو آڻي تہ اصحاب رسول وفات رسول کان پوءِ مرتد ٿي ويا هوا جڏهن تہ هنن حديثن ۽ فقہ ناهڻ وارن فارسي امامن لاءِ لکن ٿا تہ اهي سڄي رات نفل نمازن ۾ قرآن جو ختم پورو ڪندا هوا ۽ ڏينهن جو روزا رکندا هئا۔ هاڻي هنن حديثن بابت۔ فيصلو ڪير ڪندو تہ اهڙي قسم جون هي حديثون ناهڻ وارا ڪير ٿي سگهن ٿا.

محترم پڙهندڙ پائرو! اتحاد ثلاثہ وارن طرفان امامن ناهڻ وارو سلسلو اڃا بہ جاري آهي، آئون انهن جديد امامن جو تعارف ڪچهرين ۾ دوستن سان ڪندو رهندو آهيان، انهن مان هت صرف هڪڙي ڪردار جو ذڪر ڪيان ٿو پوءِ انهيءَ منجهان اسلام جي شروع دور ۾ آيل امامي ڪيمپ وارن ڪردارن تي ريسرچ ڪرڻ ۾ اوهانکي سولائي ٿيندي ۽ اهو تہ هونئن ئي انهن جي امامي علمن منجهان بہ اهي پڌرا آهن تہ انهن جو علم مڪمل طور تي قرآن جي خلاف ۽ رسول الله، ۽ ان جي اصحابن جي ڪردار ڪشيءَ سان پريل آهي.

## ڪرنل لارينس جي امامت:

جناب پڙهندڙ پائرو! آئون انگريزي ڪونہ ڄاڻان سوهن وقت جنهن امام جو ذڪر ڪيان ٿو ان جو زياده تعارف انگريزي ٻوليءَ ۾ آهي پر ممڪن آهي تہ انهن بہ ان جا ڪل ڪارنامہ ظاهر نہ ڪيا هجن اردو لٽريچر ۾ بہ هاڻي انتي مواد مارڪيٽ ۾ اڳي جيترو ناهي اها شخصيت بدنام زمانہ ڪرنل لارينس آف عربيہ جي آهي، انهيءَ جي زندگي تي جيڪا فلم نهيل آهي مون تہ اها بہ اڃا ڪانہ ڏٺي آهي مون وٽ صرف چند اردو ڪتاب ئي ان جي تعارف لاءِ موجود آهن،

جناب عالي! آئون نواز شريف جي دور حڪومت ۾ پشاور باچا خان جي ورسيءَ واري جلسي ۾ شريڪ ٿيس ان ۾ منهنجي تقرير ٿي جلسو ولي خان جي صدارت ۾ ٿيو ان ۾ شريڪ افغانستان جو سفير، هندستان جو سفير وزير اعليٰ سرحد ۽ ملڪ قاسم، غلام مصطفيٰ جتوئي ملڪ عَبدالله حبيب جالب شاعر ۽ ڪوڙ سارا سياست دان هئا، جلسي ختم ٿيڻ مهل سڀ اسٽيج تان لٿاسين ته هڪڙي پناڻ مون کي ويجهو ٿي اڳ جهليو ۽ چيائين ته اوهان جي هت رهائش ڪٿي آهي مون چيو ته رات ته آئون اسلام آباد هئس ۽ صبح اتاهون هلي سڌو هلندڙ جلسي ۾ پهتو آهيان هاڻي وڌيڪ رهائش لاءِ اجا مون سوچيو ئي ڪونهي ان چيو ته بس هاڻي توهان منهنجي ذمي آهيو پوءِ هو صدر پشاور ۾ هڪ هوٽل ۾ مونکي وٺي هليو! هو همراه انوقت اي اين پي پارٽيءَ ۾ هئيو لڪي مروت جو وينل هئو سنڌ ۾ انجو ڪاروبار آهي هاڻي ڪراچي ۾ رهي ٿو نالو امير حمزه خان مروت اٿس سنڌ جا سياست دان گهٽي قدر ان کي سڃاڻندا آهن هاڻي هو اي اين پي ڇڏي چڪو آهي ۽ ڪنهن به سياسي پارٽيءَ ۾ ڪونهي وڏو مطالعي وارو ماڻهو ۽ ليکڪ آهي پختون جرگہ جي نالي سان انجو ڪافي قلمي ڪم ٿيل آهي منهنجو ساڻس علمي واسطو ۽ رابطو اڄ تائين آهي، ان هڪ ڀيري ٻڌايو ته هڪ ڪچهري ۾ خان صاحب عبدالولي خان ٻڌايو ته دهلي شهر ۾ هڪ ڪچهري ۾ هڪ هندو دانشور سان ملاقات ٿي، گفتگو دوران ڪجهه تاريخي ڳالهين ٻڌائڻ مهل هو تمام صاف ۽ سني عربي ٻولي ڳالهائي وجي پيو ته مون انکي چيو ته ديوان صاحب اهڙي رواني سان عربي ڳالهائڻ اوهان ڪيئن ۽ ڪٿان سکي، ته جواب ۾ ان وراڻيو ته مونکي به اندازو هئو ته اوهان مونکان اها ڳالهه ضرور پڇندا، سو خان صاحب آئون برطانيه جي حڪومت وارن ڏينهن ۾ هتي هندستان ۾ سي آئي ڊي انسپيڪٽر جي عهدي تي هئيس انهن

ڏينهن ۾ مون کي حڪم ٿيو ته تنهنجي ديوٽي عرب ملڪن طرف لڳائي ٿي وڃي، اتي ويس ته مونکي ڪرنل لارينس آف عربيه سان گڏ ڪم ڪرڻ جو حڪم مليو ان صاحب سان مليس ته ان چيو ته تون پاڻ کي اڳتي مسلم سڏائيندي ۽ نالو لباس عربي اختيار ڪر ۽ ان سان گڏ تون جلدي عربي ٻولي سکي وٺ (مطالعه وارن کي ته معلوم هوندو ته ڪرنل لارينس جو فوٽو مسلم عرب لباس ۾ ئي گهڻو مشهور آهي) اتي تمام جلدي مونکي عربي سيکاري وئي پوءِ ٿورن ئي ڏينهن ۾ ڪرنل لارينس مديني شهر جي مسجد نبوي جو پيش امام مقرر ٿيو ۽ مونکي ان سان گڏ مسجد نبوي جو مؤذن (بانگ ڏيندڙ رکيو ويو) سو ست سال ڪرنل صاحب اتي امامت ڪئي ۽ آئون اهو پورو عرصو ان سان گڏ مسجد نبويءَ ۾ مؤذن ٿي رهيس ۽ منهنجي عربي ٻولي ڳالهائڻ ۾ ايتري رواني اچي وئي" مسلم پائرو جاچ ڪيو ته ست سال مسجد نبوي ۾ هن دور جي سامراج جو نمائندو هڪ عيسائي نصارو اوهانجو امام بنجي رهيو آهي ته هن کان اڳي پراڻي سامراج قيصر ۽ ڪسري جا موڪليل امام به ڪٿي لارينس جا پائر نه هجن!!! يعني ڏسجي ته ڪوڙيءَ تي ئي گهمرو ٿو. (ولي خان صاحب جي ٻڌايل ڳالهه اتي پوري ٿي)

محترم پڙهندڙ پائرو هاڻي اڳتي منهنجي ڳالهه مطالعي جي ميز تان عرض ڪيان ٿو) مولانا عبيدالله سنڌي جڏهن سنڌ منجهان پنهنجي استاد شيخ الهند مولانا محمود الحسن صاحب جي حڪم تي جلاوطن بنجي افغانستان جي شهر ڪابل ۾ وڃي رهائش اختيار ڪئي هئي ۽ اتاهون جي تخت تي غازي امان الله خان جڏهن وينو ته اهو مولانا سنڌيءَ جي خيالن کان ڏاڍو متاثر هئو پوءِ ان کان سنڌي صاحب برطانيه خلاف هندستان تي ٽن محاذن تي حملا ڪرائي جنگيون ڪرايون، پوءِ ڪٿي ٻن محاذن تي بري شڪست آئي ۽

جنهن محاذ تي مولانا سنڌي پاڻ فوج سان گڏ هئو ان تي سرسي ڪٽيائون، مولانا عبدالحق پٽو صاحب وفات 1966ع ان ٻڌايو ته منهنجو والد امروٽي بزرگ جو مريد هئو ۽ گهڻو اتي وجي رهندو هئو ان جو مولانا سنڌيءَ صاحب جن سان به دوستي وارو تعلق هئو، سو مولانا عبدالحق صاحب پنهنجي والد جي حوالي سان ٻڌايو ته جڏهن عبيدالله سنڌي صاحب سنڌ منجهان ڪابل وجي رهيو هئو ته جلدي ڪابل شهر جي جامع مسجد ۾ مولانا سنڌي جي سرگرمين تي نظر رکڻ لاءِ هڪ نئون عالم دين پيش امام ۽ خطيب مقرر ٿيو هئو، جنهن لاءِ ڪافي سالن ڪانپوءِ معلوم ٿيو ته اهو عيسائي انگريز هئو، اها ڳالهه سمجهڻ برطانيه جي جهنگل واري حويلي جي تفصيل جاڻندڙن لاءِ ڪا وڏي ڳالهه نه آهي. بهرحال، حڪومت برطانيه لاءِ افغانستان جو بادشاه غازي امان الله خان مٿي جو سور بنجي چڪو هئو سو انهن ڪرنل لارينس جي عرب ملڪن مان بدلي ڪري ان کي هندستان آندو ۽ ان کي ٽارگيٽ ڏنو ويو ته ڪيئن به ڪري افغان بادشاهه کي قتل ڪيو وڃي يا گهٽ ۾ گهٽ معزول ڪيو وڃي، سو ڪرنل لارينس پاڻ کي مسلم امت جو هڪ وڏو پهتل ولي بزرگ سچو آل رسول ڪرم شاه جي نالي سان مشهور ڪيو ۽ افغانستان جي ويجهو برطانوي حڪومت جي حدن ۾ شمالي وزيرستان ۾ ميران شاه شهر جي ڪناري تي وڏي خانقاه قائم ڪيائين ۽ مشهور ڪيائين ته هن کي رسول پاڪ جن خواب ۾ حڪم فرمايو آهي ته تون پختون علائقن ڏي رڃ ۽ اتي جي ماڻهن کي دين ايمان جي روشني ۾ داخل ڪر- پوءِ هو ان وٽ دعائن گهرائڻ لاءِ ايندڙ ماڻهن جي وڏي فنڪاريءَ سان مالي مدد به ڪندو هئو، مثال هن وٽ هڪ پناڻ آيو ۽ چيائينس ته مون کي پنهنجي ڌيءَ جي شادي ڪرائڻي آهي مون کي پئسن جي مدد ڪيو ان کي هڪ وظيفو ڏسيائين ته منهنجي هن درگاهه تي ان دعا جو لک پورو

ڪر تنهنجو ڪم ٿي ويندو ۽ ايتري ۾ هن سندس ڳوٺ جو پورو
پتو معلوم ڪري ڇڏيو هئائين ۽ هن حاجتمند جي لک پيرا دعا
پوري ڪرڻ جي وقت کان اڳي اڳي ان جي ڳوٺ جي ڪنڊ پاسي تي
ان ڪي گهربل رقم ڪڏ ڪوٺي پورائي ڇڏيائين، ٻن ٽئن ڏينهن ۾
ضرورتمند ماڻهو لک وظيفي جو پورو ڪيو ته مرشد ڪرم شاه
(ڪرنل صاحب) ان ڪي چيو ته توهانجي ڳوٺ جي اتر طرف جيڪو
فلاڻو وڻ آهي تون اتي وڃي هڪ نفل پڙهي هي وظيفي واري دعا
گهر وري اتاهون اتر طرف چاليهه قدمن تي جيڪا ننڍي پهاڙي آهي
انجي پاڙ ۾ جيڪو ننڍڙو ٻرونڙو آهي اتي فوٽ ڏيڍ فوٽ جيتري
زمين هيٺ کوٽجانءِ ته تنهنجي مراد پوري ٿيندي، پوءِ اهو حاجتمند
ڳوٺ وڃي ائين ڪري ٿو ته اتي ان کوٺيل کڏ مان ٿيلهي دنيا جي
ان کي ملي وڃي ٿي، اهڙن ڪرتبن سان ڪرم شاه جون ڏاڍيون
ڪرامتون جڳ مشهور ٿي ويون خلقن جو خلقون درگاهه تي
اينديون وينديون هئيون جڏهن ڪرم شاهه ڏٺو ته منهنجي عقيدت ۾
افغانستان جا ٻه ڪوڙ سارا ماڻهو اچي مريد ٿيا آهن ۽ عقيدت وارن
جي حلقي ۾ شامل ٿيا آهن ان وقت ان وڏي حرفت سان امير امان
الله بادشاهه جي بيگم جي تصوير ڪئميرا سان نهرائي حاصل ڪئي
پوءِ ان ڇا ڪيو جو راڻيءَ جي فوٽوءَ جي منڍي ڪاٽي انگلينڊ جي
ڪنهن اگهاڙي ناچ ڪرڻ واري ناچڻيءَ جي تصوير مان انجي منڍي
ڪاٽي جدا ڪري امير امان الله جي زال جي منڍيءَ جو فوٽو انجي
بادي مٿان پيسٽ ڪرائي ڇڏيو، پوءِ ان تصوير جون هزارين ڪاپيون
نهرائي افغانستان جي مولوين مذهبي ماڻهن ۽ جدا جدا قبيلن ۾
تقسيم ڪرايائين ۽ تصوير ۾ هيٺان لکرايائين ته هي افغانستان جي
بادشاهه جي بيگم صاحبه جي تصوير آهي جنهن ۾ هوءَ ڊانس ڪري
رهي آهي" اهڙن مڪروارن حيلن سان امير امان الله کي معزول
ڪرائي ملڪ بدر ڪرائي ڇڏيو، پوءِ اهو سدائين ٻاهر رهيو ۽ نجيب

الله جي دور اقتدار ۾ وفات ڪري ويو“ ان کان پوءِ نادر شاهه ڪجهه مهينا تخت تي وينو هو جنهنکي جلد ئي قتل ڪيو ويو وري ان کان پوءِ هڪ تاجڪ ڏاڙيل نالي بچه ثقه کي افغانستان جو بادشاهه بنائي ڇڏيو“ مونکي هت هن مثال منجهان اسلامي معاشرن ۾ رواج ڏياريل امامت جي نالن سان دشمنن جي داخل ڪيل ففٿ ڪالمسٽ ايجنٽن جي هڪ مختصر ڪرتب ۽ ڪردار جي طرف پڙهندڙن جو ڌيان ڇڪرائڻو آهي، ماڻهن ۾ ريسرچ جهڙن خشڪ مضمونن پڙهڻ جو ذوق ختم ٿي ويو آهي نه ته آئون قرآن حڪيم جا نمبر وار معاشرتي قانون پيش ڪري وري مقابلي ۾ انهن کي رد ڪرڻ واريون سپ حديثون به پيش ڪري سگهان ٿو، جنهن سان پڙهندڙن اڳيان هي حقيقت روز روشن وانگر ثابت ٿي وڃي ها ته علم حديث نهرايل ئي قرآني انقلاب جي اڳيان بند ٻڌي انجو رستو روڪڻ لاءِ آهي جيئن مارڪسزم جو مائوازم ۽ پرسترو ڪا ذريعي ٻيڙو ٻوڙيو ويو“ (مهاڳ پورو ٿيو)

## رائج الوقت عربي مهينا اهي اصل ۾ شمسي ڪئلنڊر مطابق هئا

### سال جي ٻارهن مهينن لاءِ قرآن حڪيم جون هدايتون"

هن مسئلي ۾ مسلم معاشرن جي علمي دنيا ۾ علم حديث ٺاهيندڙن طرفان هڪڙي وڏي غلط فهمي ڦهلايل آهي ته چنڊ جي تاريخن مطابق ڳڻيا ويندڙ مهينا اهي اسلامي ڪئلينڊر جا سڏيا وڃن ۽ شمسي تاريخن وارا مهينا ۽ سال اهي غير اسلامي آهن. هن مغالطي ڦهلائڻ وارن نه صرف اهو ڪوڙ مشهور ڪيو آهي پر ان سان گڏ انهن جيڪي بهتان قرآن جي خلاف مشهور ڪيا آهن ته فلان فلان شيون قرآن ۾ ڪونه آهن اهي علم حديث منجهان ئي مليون آهن. انڪري قرآن، سواءِ علم حديث جي ناقص مبهم ۽ اڻپورو آهي، انهن ڳالهين ۽ شين منجهان انهن مخالفن عربي مهينن لاءِ به مشهور ڪيو آهي ته انهن جا نالا قرآن ۾ ڪونه آهن اهي صرف علم حديث منجهان ئي ملي سگهن ٿا ان ڪري قرآن، سواءِ علم حديث جي سمجهڻ لائق ڪتاب ناهي"

پهريائين ته قرآن حڪيم خلاف اهڙي پراپگنڊا ڪرڻ وارن کي اپيل آهي توهان مروج قمري مهينن جي نالن واريون حديثون مڪمل متن ۽ عبارت سان ۽ حوالن سان لکي ڏيو ته پوءِ اسان انهن حديثن بابت اوهانجي دعويٰ جوڇا ته پسمنظر ۽ پيشمنظر اوهانجي خدمت ۾ عرض رکون ٿا. ٻارهن مهينن جي نالن ڏسڻ وارين حديثن جي سڪٽي دعويٰ ڪرڻ سان جواب ڪونه ڏيو، اوهانجو اهو مغالطو ئي باطل آهي ته عربي مهينا اسلامي ڪئلينڊر جا آهن ۽ سج جي تاريخن سان ڳڻيا ويندڙ مهينا اهي غير اسلامي ڪئلينڊر جا آهن جڏهن ته تاريخون مهينا ۽ سال انهنڪي ڪافر ۽ مسلم، نالن سان مشهور ڪرڻ ئي غلط آهي، بلڪ شمسي ۽ قمري ڪئلينڊر اهي ٻئي قرآن مان ثابت آهن . قرآن حڪيم شمسي ۽ قمري نظام لاءِ هڪ ئي هنڌ فرمايو ويو آهي ته هُوَ الَّذِی جَعَلَ الشَّمْسَ ضِيَاءً وَالْقَمَرَ نُورًا وَقَدَّرَهُ مَنَازِلَ لِتَعْلَمُوا عَدَدَ السِّنِينَ وَالْحِسَابَ مَا خَلَقَ اللّٰهُ ذٰلِكَ إِلَّا بِالْحَقِّ يُفَصِّلُ الْآيَاتِ لِقَوْمٍ يَعْلَمُونَ (5_10) يعني الله اها هستي آهي جنهن سج ۽ چنڊ کي روشن بنايو ۽ انهن جي منزلن جو اهڙو ته اندازو مقرر فرمايائين جن سان اوهان کي سالن جي ڳاڻاٽي جي حساب جي ڄاڻ ملي ... ٻئي هنڌ فرمايائين ته وَجَعَلْنَا

اللَّيْلَ وَالنَّهَارَ آيَتَيْنِ فَمَحَوْنَا آيَةَ اللَّيْلِ وَجَعَلْنَا آيَةَ النَّهَارِ مُبْصِرَةً لِتَبْتَغُواْ فَضْلاً مِّن رَّبِّكُمْ وَلِتَعْلَمُواْ عَدَدَ السِّنِينَ وَالْحِسَابَ وَكُلَّ شَيْءٍ فَصَّلْنَاهُ تَفْصِيلاً (12_17) هن آيت ڪريمہ ۾ بہ رات ۽ ڏينهن کي الله پنهنجي نشانين منجهان شمار ڪيو آهي يعني ڏينهن جي شمسي نظام ۽ رات جي قمري نظام ٻنهي لاءِ فرمايائين تہ لتعلموا عدد السنين والحساب يعني انهن سان اوهان سالن جو ڳاڻيٽو ۽ ليکو ڪري سگهو" انهيءَ ڪانپوءِ قرآن حڪيم ۾ سال جي اندر ٻارهن مهينن جي هجڻ جو بہ الله پاڪ ٻڌايو تہ إِنَّ عِدَّةَ الشُّهُورِ عِندَ اللّهِ اثْنَا عَشَرَ شَهْرًا فِي كِتَابِ اللّهِ يَوْمَ خَلَقَ السَّمَاوَات وَالأَرْضَ مِنْهَا أَرْبَعَةٌ حُرُمٌ ذَلِكَ الدِّينُ الْقَيِّمُ فَلاَ تَظْلِمُواْ فِيهِنَّ أَنفُسَكُمْ وَقَاتِلُواْ الْمُشْرِكِينَ كَآفَّةً كَمَا يُقَاتِلُونَكُمْ كَآفَّةً وَاعْلَمُواْ أَنَّ اللّهَ مَعَ الْمُتَّقِينَ (36_9) يعني بلاشڪ مهينن جو ڳاڻيٽو الله جي ليکي مطابق ٻارهن مهينا آهي الله جي قانون ۾ زمين ۽ آسمانن جي پيدا ٿيڻ کان وٺي" سال ۾ ٻارهن مهينا هجڻ جي ڳالهہ ٻڌائڻ ڪانپوءِ رب پاڪ مهينن جا نالا ڄاڻي واڻي ڪونہ ٻڌايا آهن، اهو صرف هن لاءِ تہ هر علائقي جا ماڻهو پنهنجي پنهنجن ملڪن جي مختلف موسمن، آب هوائن، زرعي فصلن جي مناسبت سان سهولت لاءِ سال جي چئن فصلن جي روشنيءَ ۾ پنهنجي ٻولين مطابق انهن جا نالا پاڻ تجويز ڪن" جنهن مطابق شمالي منطقہ ناروي ۽ ڊنمارڪ جي ملڪن ۾ جتي ڇهہ مهينا ڏينهن هوندو آهي، انجو بہ حساب هو پنهنجي طريقي مطابق پاڻ ڪن" علم حديث ناهڻ وارن رسالت جي زماني واري ڪئلنڊر ۾ خيانت جي نيت سان ڦير ڦار بہ ڪئي آهي" قرآن حڪيم سال جي ٻارهن مهينن منجهان صرف هڪڙي مهيني رمضان جو نالو شهر رمضان جي طور تي ذڪر ڪيو آهي ۽ عربي ٻولي جي لغت ۾ رمض لفظ جي معنيٰ اهڙي گرمي جيڪا باهہ وانگر ڄيين سان ساڙيندڙ هجي ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي تہ رسالت واري زماني کان اڳ ۾ مهيني رمضان جو نالو عربي ٻوليءَ ۾ ناتق بہ هئو جنهن جي هڪڙي معني، چقمق واري چڻنگ بہ آهي سو ان نالي مطابق بہ ناتق ۽ رمضان جي معنيٰ ساڳي موسم سان تعلق رکندڙ بيهي ٿي. سو انهي قرآني دليل منجهان ثابت ٿئي ٿو تہ عربن ۾ رسالت واري زماني ۾ بہ مهينن ۽ تاريخن ڳڻڻ جو بنياد ۽ سسٽم شمسي هئو، قمري

ڪونہ ھئو. ۽ سال جا موجوده عربي نالا قمري حساب وارا مشھور ڪري علم حديث ڌاھڻ وارن ھترادو طور بگاڙي بدلائي ۽ اڳي پوءِ ڪري مسلم امت وارن جي مٿي ۾ ھٿي چڙيا آھن. جن جي سبب سان گورنمنٽ ڪي چند ڏسٽي ڪميٽي ڌاھڻ باوجود تھوارن جي تاريخن جي تقرر ۽ تعين ۾ ھر سال ڦڏن ۾ ڦاسٽو پيو پوي. ۽ موسميات جي علم ڪان اڻ ڄاڻ مولوين جي ان ۾ ممبرشپ لاءِ وڏي بجيٽ بہ خرچ ڪرڻي پئي پوي"

علم حديث ڌاھڻ وارن طرفان مھينن جي نالن تجويز ڪرڻ ۾ قرآن جي مخالفت جو مثال محترم پڙھندڙن جي ڄاڻ لاءِ عرض آھي تہ قرآن حڪيم ۾ لفظ حج جا جيڪي ڪجھہ مختلف صيغا ٻڌايا ويا آھن جيئن "حاجّ" (257_2) حاججتم (3_66) حاجک (61_3) حاجّ _ اتحاجوني (80_6) حاجوک (20_3) تحاجون، (65_2) اتحاجوننا (139_2) يحاجوکم (76_2) يتحاجون (47_40) انھن سين صيغن ۾ مصدري لفظ حج جي معنيٰ جھيڙو جھڳڙو آھي، ۽ ڪجھہ ٻين صيغن مطابق، سال ۾ بيت الله طرف وڃڻ جو ارادو ڪرڻ ۽ دليل وارين معنائن لاءِ بہ اھو لفظ ڪتب آندو ويو آھي. مون ڪي ھت ھيءَ ڳالھہ عرض ڪرڻي آھي تہ قرآن حڪيم ۾ اسٽيٽ ۽ اسلامي رياست طرفان دنيا جھان جي ملڪن ۽ قومن جي جھڳڙن ۽ اختلافن جي فيصلن ۽ چوڙي نبيري ۽ لاءِ جيڪو بجاءِ اڪيلي مسلم امت جي جملي انسان ذات ۽ ھر مذھب وارن ڪي حج جي عدالت بيت الله ۾ گڏ ڪري انھن ڪي اتي شريڪ ٿيڻ لاءِ جيڪو حڪم ڏنو ويو آھي تہ وَأَذِّن فِي النَّاسِ بِالْحَجِّ يَأْتُوكَ رِجَالًا وَعَلَىٰ كُلِّ ضَامِرٍ يَأْتِينَ مِن كُلِّ فَجٍّ عَمِيقٍ (27_22) يعني ذات انسان جي جھڳڙن جي فيصلن لاءِ ماڻھن ڪي سڏ ڏي" تہ قرآن حڪيم حج جي تمام وڏي بين الاقوامي ميڙاڪي ۾ ماڻھن ڪي ڪانڊي گڏ ڪري انھن جي مسئلن حل ڪرڻ وارن فيصلن واري عمل ۽ پروگرام ڪي بطور اصطلاح. "حج" جي لفظ سان تعبير فرمائي سمجھايو ۽ ٻڌايو آھي تہ الْحَجُّ أَشْهُرٌ مَّعْلُومَاتٌ فَمَن فَرَضَ فِيهِنَّ الْحَجَّ فَلَا رَفَثَ وَلَا فُسُوقَ وَلَا جِدَالَ فِي الْحَجِّ وَمَا تَفْعَلُوا مِنْ خَيْرٍ يَعْلَمْهُ اللَّهُ وَتَزَوَّدُوا فَإِنَّ خَيْرَ الزَّادِ التَّقْوَىٰ وَاتَّقُونِ يَا أُولِي الْأَلْبَابِ (197_2) يعني حج جي عمل ڪي ڪامياب ڪرڻ سرانجام ڏيڻ جا مھينا معلوم آھن. ھن آيت ڪريمہ ۾ حج

جو معياد، مدو ڪل وقت گھڻ ۾ گھڻ ٽي مهينا ٻڌايو ويو آهي، عربيءَ ٻوليءَ ۾ مهيني کي شهر سڏيو ويو آهي ۽ انجو جمع اشهر آهي، قرآن حڪيم حج جي اعمالن ارڪانن کي سرانجام ڏيڻ لاءِ جمع جو صيغو اشهر آندو آهي ۽ جمع مان مراد گھڻ ۾ گھڻ ٽي عدد شيون مراد هونديون آهن ته هتي آيت ڪريمه ۾ جڏهن حج لاءِ جمع جو صيغو اشهر يعني ٽي مهينا استعمال ڪيو ويو آهي ته ضرور قرآن جي نظر ۾ الله جي نظر ۾ حج جا لوازمات ۽ حج لاءِ گھربل شرط ۽ تياريون ايتريون ته گھٽيون هونديون جو انهن جي تعميل ۽ تڪميل ۾ گھڻ ۾ گھڻ ٽي مهينا لڳي وڃن، پر علم حديث ناهڻ وارن جنهن حج جو تفصيل ۽ تعارف پيش ڪيو آهي اهو ته ڪل ٻن ڏينهن ۾ پورو ٿي وڃي ٿو، جو ڪوئي شخص نائين تاريخ ذوالحج جي جهاز يا ڪنهن به ذريعي شهر مڪي پاڪ ۾ پهچي زيارت وارو طواف ڪري پوءِ عرفات کان ٿي شام ۽ رات جو مني ۾ رهي وري ڏهين ذوالحج تي قربانيءَ جو ڪوئي ڊور ڪهي شيطان کي پٿريون هڻي مٿو ڪوڙائي شهر مڪي شريف ۾ اچي ڪعبي شريف کان موڪلاڻيءَ وارو طواف ڪري جهاز ۾ چڙهي اچي لاهور به پهچي وڃي، حديثن واري حج جي تفصيل کي ڏسي پوءِ قرآن حڪيم جي ڏس تي غور ڪيون ٿا ته الحج اشهر معلومات يعني حج جا گھڻ ۾ گھڻ ٽي مهينا آهن جيڪي ٽن کان وڌي به سگھن ٿا ۽ جيڪي معلوم به آهن ته ٽن مهينن جي پراسيس منجهان معلوم ٿو ٿئي ته ان ۾ قبيلن ۽ قومن جا پاڻ ۾ ڪي وڏا تنازعات ۽ قذا هوندا آهن. انهيءَ ماجرا طرف ته قرآن حڪيم اشارو ڪيو آهي ته فَإِنْ أُحْصِرْتُمْ فَمَا اسْتَيْسَرَ مِنَ الْهَدْيِ وَلاَ تَحْلِقُواْ رُؤُوسَكُمْ حَتَّى يَبْلُغَ الْهَدْيُ مَحِلَّهُ فَمَن كَانَ مِنكُم مَّرِيضاً أَوْ بِهِ أَذًى مِّن رَّأْسِهِ فَفِدْيَةٌ مِّن صِيَامٍ أَوْ صَدَقَةٍ أَوْ نُسُكٍ فَإِذَا أَمِنتُمْ فَمَن تَمَتَّعَ بِالْعُمْرَةِ إِلَى الْحَجِّ فَمَا اسْتَيْسَرَ مِنَ الْهَدْيِ فَمَن لَّمْ يَجِدْ فَصِيَامُ ثَلاثَةِ أَيَّامٍ فِي الْحَجِّ وَسَبْعَةٍ إِذَا رَجَعْتُمْ تِلْكَ عَشَرَةٌ كَامِلَةٌ ذَلِكَ لِمَن لَّمْ يَكُنْ أَهْلُهُ حَاضِرِي الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ وَاتَّقُواْ اللّهَ وَاعْلَمُواْ أَنَّ اللّهَ شَدِيدُ الْعِقَابِ (2_196) يعني جيڪڏهن اوهانجو حج واري عدالت طرف ويندي رستي ۾ دشمن محاصرو ڪري اوهان کي گھيري ۾ بند ڪري رکن ته هديي وارا جانور پل اوهان حج واري هنڌ موڪلي ڇڏيو ۽ هديي جي جانورن جي پنهنجي ماڳ تائين پهچڻ کان اڳي

مٿا نہ ڪوڙايو. مطلب تہ هيءَ آيت باقائدي ٻڌائي ٿي تہ حج تي وڃڻ وارن کي رستي ۾ گهيرو ڪري اڳتي وڃڻ کان روڪڻ وارا ڪي ڌاڙيل يا ڦورو قسم جا بدو ۽ چور ناهن، بلڪ اهي قبيلائي ۽ قومي جهڳڙن جي ہي مخالف ڌر وارا آهن، جيڪي حج جي عدالت وٽان فيصلي ڪرائڻ جي خلاف هجن ٿا، پر جيڪڏهن اهي ڪي رواجي چور ڦورو هجن ها تہ اهي هنن جي هديي وارن جانورن کي عرفات طرف وڃڻ ڪيئن ڏين ها؟ هيءَ آيت ٻڌائي ٿي ۽ ثابت ڪري ٿي تہ هي حج تي وڃڻ وارا پنهنجي ڪنهن مخالف قبيلي خلاف وقت جي اعليٰ حڪمرانن وٽ فيصلو ڪرائڻ لاءِ وڃي رهيا هوا ۽ مخالف ڌر اهڙي فيصلي لاءِ اِجا راضي نہ ٿي آهي، انڪري هو پنهنجي مخالفن کي حج تي پهچڻ کان روڪي رهيا آهن پر هو انهن جي جانورن کي حج جي هنڌ تي وڃڻ کان ڪو نہ ٿا روڪين ۽ هن آيت ڪريمہ مان هي بہ ثابت ٿيو تہ جيڪي ماڻهو اهي جانور ڪاهي عرفات ۽ مني تائين پهچائيندا، محاصري ڪرڻ وارا جيڪڏهن ڪي رسمي عادتي چور ڌاڙيل هجن ها تہ مال ڪاهي وڃڻ وارن ماڻهن کي بہ هو پنهنجي محاصري ۾ بند ڪن ها، سو آيت ڪريمہ چڱي طرح ٻڌائي پئي تہ انهن محاصري ڪرڻ وارن کي پنهنجي محاصري ۾ صرف انهن ماڻهن کي بند ۾ قابو رکڻ مقصد آهي جيڪي انهن جي خلاف فريادي آهن، انڪري انهن جو محاصرو ڪرڻ مقصود آهي _ اهو سندن عمل چوپاين جانورن ڦرڻ سان تعلق نٿو رکي نہ ئي هر قسم جي پانڌيئڙي کي بند ڪرڻ سان تعلق رکي ٿو بلڪہ انهن جو محاصرو صرف ۽ صرف اُن حاجيءَ سان تعلق رکي ٿو جيڪو حج جي ماڳ تي پهچي وقت جي حاڪم کان پنهنجي مخالف قبيلي خلاف ڪوئي فيصلو ڪرائڻ گهري ٿو، بهرحال مون هي ڏيکهہ هن مضمون ۾ هي حقيقت سمجهائڻ لاءِ ڪئي آهي تہ قرآن حڪيم جڏهن حج جا مهينا گهڻ ۾ گهڻ ٽي عدد ٻڌايا آهن تہ علم حديث وارن صرف هڪڙي مهيني جو نالو ذوالحج رکي انهيءَ ڪرتب سان قرآن جي حج واري اصل تصور ۽ مفهوم تائين ذهنن جي پهچڻ کي روڪڻ جي سازش ۽ خيانت ڪئي آهي، آئون هت هيءَ ٻڌرائي ڪرڻ بہ ضروري سمجهان ٿو تہ ماڻهن کي ڪوئي شخص هي اعتراض سيکاري تہ آيت ۾ جيڪو هي ٻڌايو ويو آهي تہ حج جا مهينا معلوم آهن تہ انهن جو ذڪر ڪٿي بہ قرآن ۾ ڪونهي ڪو، سو چو؟ پر اهڙو

اعتراض صرف انهن ماڻهن کي منجهائيندو جيڪي ماڻهو ڪتاب قرآن کي سياسي حڪمرانيءَ جو منشور ۽ دستور ڪتاب تسليم نہ ڪندا هجن. باقي جيڪي ماڻهو قرآن کي حڪمرانيءَ جو منشور ڪتاب ۽ جناب رسول الله کي سياسي حڪمران ڪري مڃيندڙ هوندا (105_4) انهن کي تہ چڱي طرح ڄاڻ ۾ هيءَ ڳالهہ ايندي تہ الحج اشهر معلومات جي معنيٰ آهي تہ وقت جي حڪومت جو بين الاقوامي عدالت وارو شعبو (27_22) جڏهن حج جي مهينن جو نوٽيفڪيشن جاري ڪندو تہ ان سان از خود اهي حج جا مهينا ان ۾ لکي ڄاڻايا ويندا تہ پوءِ اهي معلوم بہ ٿي ويندا"

مون هي جيڪو مضمون شروع ڪيو آهي تہ سال جا عربي مهينا قرآن جي استعمال مطابق بجاءِ قمري ڪئلنڊر جي شمسي ڪئلنڊر وارا آهن.

۽ انهن مهينن جا مروج ڪي نالا خلاف قرآن بہ آهن انهن جو هڪ دليل جيڪو مثبت ۽ پازيٽو آهي اهو اچي ويو تہ الله پاڪ رمضان مهيني کي بطور مهيني ۽ لفظ شهر جي ـعنوي نالي سان سڏيو آهي. يعني گرميءَ وارو مهينو" بيو دليل تہ علم حديث وارن حج جي موقعي لاءِ جيڪو ذوالحج نالو گهڙيو آهي جڏهن تہ حج جو مهينو هڪڙو ناهي گهڻا ۾ گهڻا ٽي آهن ۽ اهي وڌيڪ بہ ٿي سگهن ٿا. اهو نالو رکڻ هنن حج جي لوازمات کي گهٽائڻ ۽ انهن کان توجہ هٽائڻ جي سازش ڪئي آهي" ٽيو دليل هن دعويٰ جو تہ علم حديث طرفان حج کان اڳئين مهيني جو نالو ذوالقعد رکڻ. اهو بہ حج جي اغراض ۽ مقاصد کي ناڪام بنائڻ جي سازش طور ايجاد ڪيو اٿن. چو تہ حج جي مقصدن ۽ فلسفي بابت مختصر گذارش مون پيش ڪئي تہ هي بين الاقوامي عدالت طرفان عالمي عدل ۽ امن لاءِ هڪ ڪانفرنس آهي" ۽ ڄاڻ گهرجي تہ بين الاقوامي جهڳڙا ڪي اڪ چنبي ۾ نبري نہ سگهندا آهن. فلسطين جو ۽ اسرائيل جو جهڳڙو، ايران کان گئس پائيپ لائين وٺڻ جو فيصلو، ڪشمير جي سرحدي تنازعن جو مسئلو، ترڪي ۽ يونان جا جهڳڙا، الجزائر ۽ فرانس جا گذريل جهڳڙا اهي سڀ اسانجي اکين اڳيان آهن. جڏهن بہ اهڙن عالمي تنازعن لاءِ ڪنهن بہ امن ۽ عدل واري ڪانفرنس جي ايجنڊا ۾ انهن جو تصفيو رکيو ويندو آهي تہ ان لاءِ پيشگي طور سفارتي وفدن جون

وزارت خارجہ جي سيڪريٽرين جي ليول تي ميٽنگن ۾ راءِ هموار ڪرڻ ۽ هڪ ٻئي جي موقف کي ايجنڊا ۾ مناسب ورڊنگ ۽ عبارتن سان شامل ڪرائڻ هڪ وقت طلب ۽ دقت وارو مسئلو هوندو آهي" انهيءَ ماجرا جي پيش نظر قرآن حڪيم فرمايو تہ الحج اشهر معلومات يعني حج جي موقعي تي فيصلن نبيرڻ لاءِ ڪئي مهينا درڪار آهن، جن مهينن جو تعين بہ بين الاقوامي عدالت جو ايڊمن شعبو پنهنجي نوٽيفڪيشن ذريعي ٻڌائيندو. مون نهايت اختصار سان حج ڪانفرنس جي ايجنڊا کي فيصلن ذريعي نبيرڻ بابت جيڪي اشارا ڏنا آهن اهڙي حج جي موقعي کان اڳئين مهيني جو نالو ذوالقعد رکڻ جنهن جي معنيٰ تئي تي گهرن ۾ پنهنجي ماڳن ۾ ويهڻ وارو مهينو هاڻي ٻڌايو تہ مٿي عرض ڪيل حج جي موقعي ۾ جيڪي تنازعا نبيرڻا آهن انهن لاءِ ٽڪريل ڏرين جي ملڪن ۽ ماڳن تي عدالتي نمائندن ۽ ڪمشنرن کي هلچل ڪرڻي آهي يا پنهنجن ٺڪاڻن تي زالن وٽ وينو رهڻو آهي؟ حج جي اجتما ع کي جيڪو نتيجہ خيز بنائڻ لاءِ اڳواڻ وٺ پچان سان هلچل مچائڻي آهي" علم حديث ٺاهڻ وارن حج جي اجتما ع کان اڳئين مهيني جو ڪوڙو نالو گهرن ۾ ويهڻ وارو (ذوالقعد) رکي ڪري امت مسلمہ جي هن عظيم الشان ابراهيمي ورثي جي مرتبي بين الاقوامي عدالت اقوام متحده مقام ابراهيم" (124_2) کي تهس نهس ڪرڻ جي سازش ڪئي آهي"

قرآن حڪيم سال ۾ ٻارهن مهينن هجڻ جو جيڪو اعلان فرمايو آهي تہ ان عدة الشهور عنداللہ اثنا عشر شهرا في ڪتاب اللہ ...... تہ انهيءَ ساڳي آيت ۾ فرمايائين تہ منها اربعة حرم يعني انهن ٻارهن مهينن منجهان چار مهينا اهي آهن جن ۾ لڙائي جهڳڙن يعني جنگ کي حرام قرار ڏنو وڃي ٿو، جنگ بنديءَ بابت هي حڪم قرآن حڪيم تہ اڄ کان ڏيڍ هزار سال اڳي ٻڌايو آهي پر ايڪيهين صديءَ ڪانپوءِ اڄ ڪلهہ بہ جنگ بندين جي قانون کي دنيا وارا مڃڻ ۽ ضروري قرار ڏيڻ لڳا آهن، علم حديث گهڙڻ وارن انهن چئن مهينن جن ۾ جنگ کي حرام قرار ڏنو ويو آهي انهن جي تعين ۾ بہ وڏي گڙ ٻڙ ڪئي آهي ۽ انهن جي ڪن روايتن مطابق شوال ذوالقعد ذوالحج ۽ محرم کي حرام مهينا سڏيو ويو آهي" حديثون ٺاهڻ وارن جو اهڙو اطلاع بہ ائين اهي جيئن گهوڙي کي

بگيءَ جي پويان جونجي، يعني اڳيان بگي پويان گهوڙو. جڏهن تہ چئن مهينن ۾ جنگيون بند رکڻ جو اعلان ازخود بڌائي رهيو آهي تہ پهريائين حج ڪانفرنس ۾ بين الاقوامي جڃن جا عدل ۽ امن قائم ڪرڻ وارا فيصلا _ " ان ڪانپوءِ انهن فيصلن تي عمل درآمد ڪرڻ لاءِ جنگ بنديءَ جو اعلان ڪيل چئن مهينن وارو مدو" پر حديثن ٺاهڻ وارن جي اهڙيءَ ابتي قلابازيءَ کي بہ امت مسلمہ جي دانشورن اڃا تائين ڪونہ سمجهو آهي ۽ اڄتي: "الٽي ڪڏهن انهن کي سجاٽي سگهندا" سال جي مهينن جي هلندڙ جوڙجڪ ۾ حج جي مهيني ڪانپوءِ واري لاڳيتو پهريين مهيني جو نالو محرم قرار ڏنل آهي، انهي نالي رکڻ متعلق ڪابہ قرآني حوالي واري فلاسافي حديثن ۾ ڪانہ بيان ڪئي وئي آهي تہ هي نالو قرآن جي طرفان حج جي فيصلي ڪانپوءِ چئن مهينن تائين جنگ ڪرڻ کي حرام قرار ڏيڻ واري حڪم جي تعميل ۾ رکيو ويو آهي يا ڪنهن ٻئي مقصد هيٺ اهو نالو رکيو ويو آهي ۽ اهي حديثن ٺاهڻ وارا هوندئن بہ قرآن کي حياتي جي مسئلن جو رهنما ۽ پيشوا ڪتاب مڃيندا ئي ڪونہ آهن، پر جيڪڏهن مهيني "محرم " جي معنيٰ قرآن ۾ حڪم ڪيل جنگ ڪرڻ کي حرام قرار ڏيڻ واري ڪير مراد نہ وٺندو هجي تہ ٻي معنيٰ جيئن مسجد الحرام جي معنيٰ آهي عزت ۽ احترام واري مسجد محترم " تہ محرم جي معنيٰ جيڪڏهن ڪئي وڃي.تہ احترام ۽ عزت وارو مهينو تہ پوءِ لازم ٿيندو تہ انهيءَ معني جي علت ۽ سبب بہ ٻڌايو وڃي تہ انهيءَ مهيني جي عزت ۽ احترام جو سبب ڪهڙو آهي، آئون هن نالي تي بقايا تبصرو سبب معلوم ٿيڻ تائين موقوف ڪيان ٿو" وري علم حديث ٺاهڻ وارن سال جي هن پهرين مهيني کان پوءِ ٻئي مهيني جو نالو رکيو آهي" "صفر" يعني گيڙو رنگ اهڙي نالي تجويز ڪرڻ منجهان بہ حقيقت صاف ظاهر آهي تہ هي قرآن مخالف روايت ساز مافيا وارا امت وارن کي يونان، لاهوت ۽ ڪاڏي وٺيون پيا وڃن، وري ان ٻئي مهيني ڪانپوءِ ٽئين ۽ چوٿين مهيني جو نالو رکيل آهي ربيع الاول ۽ ربيع الثاني، لفظ ربيع جي هڪڙي معنيٰ آهي موسم بهار. هاڻي اها معنيٰ پاڻ ثابت ڪري پئي تہ عربن وٽ شروع اسلام جي زماني ڪانوني مهينن ۽ ڏينهن جي ڳڻپ جو حساب شمسي ڪئلنڊر تي هلندڙ هئو نہ ڪہ قمري ڪئلنڊر تي، وري اڳتي پنجين ۽ ڇهين مهينن جا نالا رکيل

آهن جماديٰ الاول ۽ جمادي الآخر" لفظ جماد ۽ جمود جي معنيٰ آهي پاڻيءَ جو گهڻجي وڃڻ، سڪي خشڪ ٿي وڃڻ. اهي معنائون موسم خزان جي مفهوم جو پتو ڏئي رهيون آهن. ان معنيٰ سان بہ هن حقيقت جي تائيد ٿئي ٿي تہ رسالت جي شروع زماني ۾ عرب پنهنجي مهينن جون تاريخون قمري حساب بدران شمسي حساب مطابق ڳڻيندا هوا. پوءِ جيئن تہ علمِ حديث ٺاهڻ وارن مسلم امت وارن جون قرآني معنائن واريون نهايت ترقياتي علمي اصطلاحون صوم، صلوٰة، زڪوٰة، حج جون تعبيرون بدلائي مسخ ڪري انهن جا رياستي نظام هلائڻ وارا مفهوم بدلائي انهن سان اجتماعي نظام هلائڻ وارا تعبير مسخ ڪري انهن کي نجي، شخصي ذاتي انفرادي خانقاهي پوڄا پاٺ وارين معنائن ۽ مفهومن ۾ تبديل ڪري ڇڏيو آهي. امت جي عالمن جي اکين تي ايترا تہ پردا چڙهيل آهن جو هو سوچڻ ۽ تحقيق جي معاملي ۾ هي قسم ڪنيون ويٺا آهن تہ هنن وارن چئن امامن ابو حنيفہ. شافعي، مالڪ بن انس ۽ احمد بن حنبل کان پوءِ سوچڻ ۽ اجتهاد ڪرڻ جي مڪمل منع آهي" ۽ قرآن حڪيم جي پڪار افلاتتفڪرون، افلا يتدبرون القرآن جو خطاب مٿين چئن چئن ماڻهن کانسواءِ ڪنهن کي بہ ڪونهي ۽ چڻ قرآن انهن چئن ماڻهن جي حياتي واري هڪڙي صديءَ کانپوءِ معطل ۽ رٽائر آهي يا مدي خارج آهي. حديثن ذريعي هن قسم جا مهينن جا نالا بڏائڻ وارن جي اندر جي مسلم دشمني، هنٔ ڳالهہ مان ئي پڌري آهي تہ انهن موسم بهار جا مهينا اڳ ۾ آڻي ۽ خزان جي معني وارن مهينن کي پوءِ آڻي هيءَ حقيقت لڪائي آهي تہ جيئن ڪو ائين نہ پرکي سگهي تہ عربي مهينا شمسي حساب وارا آهن. سو انهن حديثن ٺاهڻ وارن موسمن جي قدرتي ترتيب کي بہ بدلائي ڇڏيو آهي.

مهيني رجب جي گهڻين معنائن مان هڪڙي معنيٰ آهي کجور جي وڻ کي ٽيڪون ڏيڻ. انهيءَ معني مان بہ ثابت ٿئي ٿو تہ ڪڏهن ڪڏهن کجور جي فصل لهڻ مهل گوشا مال کان ايترا تہ پريل هوندا آهن جو انهن کي لڪڙن ذريعي ٽيڪن ڏيڻ جي ضرورت پوندي آهي. مطلب تہ اها معنيٰ بہ ثابت ڪري ٿي جيڪڏهن عربن وٽ تاريخن ۽ مهينن جو حساب قمري حساب مطابق هجي ها تہ مهينن تي اهي موسمن

سان تعلق رکندڙ نالا رکيل نہ هجن ها. لفظ شوال جي هڪڙي معنيٰ هيءَ بہ آهي تہ ڪير ۽ پاڻيءَ جو گهٽجڻ سو انهيءَ معنيٰ تي غور ڪجي تہ اها ماجرا بہ موسم سان تعلق رکي ٿي، مصيبت اها آهي تہ مسلمانن اُمت جي مذهبي تعليم ونڊڻوارن پنهنجي ماڻهن کي امامي روايتي علمن پڙهڻ کان سواءِ ٻين عصري علمن کي انهن جي درس نظاميءَ ۾ شامل ٿي ڪونہ ڪيو آهي، ايگريڪلچر سائنس ايريگيشن ۽ واٽر مئنيجمنٽ سائنس ۾ اهي ڳالهيون تہ پڙهايون وڃن ٿيون تہ ڪير واري مال جي ڏڪي ٿيڻ ۽ سوا ٿيڻ جون موسمون ڪهڙيون آهن، پاڻي گهٽ وڌ ٿيڻ جون موسمون ڪهڙيون ٿين ٿيون وغيره وغيره مطلب تہ اهي موسمون سڀ پنهنجي پنهنجي وقت تي تڏهن ايندريون جڏهن جو انهن جو ڳاڻيٽو ۽ حساب شمسي تاريخن تي ڪيو ويندو. مون هي مضمون مولوين ۽ مذهبي جمود ۾ جاول نپنيل ماڻهن لاءِ ڪونہ لکيو آهي ڇو تہ انهن پنهنجي مٿان هيءَ پابندي وجهي ڇڏي آهي تہ چئن سني امامن کانپوءِ دين اسلام ۾ ۽ قرآن ۾ اجتهاد ڪرڻ غور فڪر ڪرڻ سوچ ويچار ڪرڻ تي بندش آهي" سو منهنجو هي مضمون امت مسلم جي خيرخواه ۽ انهن ماڻهن لاءِ آهي جيڪي قرآن حڪيم کي پنهنجي حياتيءَ جي مسئلن ۾ رهنما سمجهندي قرآن جي هن تنبيهہ تي هوشيار ٿي اڳتي لاءِ غور فڪر ڪن تہ أَفَلَا يَتَدَبَّرُونَ الْقُرْآنَ أَمْ عَلَىٰ قُلُوبٍ أَقْفَالُهَا (24_47) يعني قرآن ۾ ڇو ڪونہ ٿا تدبر ڪيو ڇا دلين تي تالا چاڙهي ڇڏيا اٿن"

# قرآن حڪيم ڪانسواءِ ڪنهن بہ ٻئي علم بابت وحي ذريعي ملڻ جو انڪار

وَأُوحِيَ إِلَيَّ هَٰذَا الْقُرْآنُ لِأُنذِرَكُم بِهِ وَمَن بَلَغَ أَئِنَّكُمْ لَتَشْهَدُونَ أَنَّ مَعَ اللَّهِ آلِهَةً أُخْرَىٰ قُل لَّا أَشْهَدُ قُلْ إِنَّمَا هُوَ إِلَٰهٌ وَاحِدٌ وَإِنَّنِي بَرِيءٌ مِّمَّا تُشْرِكُونَ (19_6)

۽ منهنجي طرف صرف هي قرآن وحي ڪيو ويو آهي" تہ ڊيڄاريان آئون ان علم قرآن سان اوهان کي ۽ انهن کي جن تائين پهچي، (جيڪڏهن ڪي ماڻهو چون تہ قرآن کان سواءِ ڪو ٻيو علم بہ وحي ٿيو آهي) تہ ڇا اوهان اهڙي شاهدي ڏيو ٿا ڇا تہ مون الله سان گڏ، ٻيا الله بہ شريڪ آهن، اي نبي گهٽ ۾ گهٽ تون تہ اعلان ڪري ڇڏ تہ آئون اهڙي شاهدي هرگز نٿو ڏيان، تون ماڻهن کي اهو ٻڌائي ڇڏ تہ (علم وحي موڪلڻ وارو) الله هڪ آهي، جيڪي ماڻهو الله جي علم وحي سان گڏ ٻين کي شريڪ بنائين ٿا آئون انهن کان بيزار آهيان"

فَلَا أُقْسِمُ بِمَا تُبْصِرُونَ ۝ وَمَا لَا تُبْصِرُونَ ۝ إِنَّهُ لَقَوْلُ رَسُولٍ كَرِيمٍ ۝ وَمَا هُوَ بِقَوْلِ شَاعِرٍ قَلِيلًا مَّا تُؤْمِنُونَ ۝ وَلَا بِقَوْلِ كَاهِنٍ قَلِيلًا مَّا تَذَكَّرُونَ ۝ تَنزِيلٌ مِّن رَّبِّ الْعَالَمِينَ ۝ وَلَوْ تَقَوَّلَ عَلَيْنَا بَعْضَ الْأَقَاوِيلِ ۝ لَأَخَذْنَا مِنْهُ بِالْيَمِينِ ۝ ثُمَّ لَقَطَعْنَا مِنْهُ الْوَتِينَ ۝ (69_38 تا 46)

(خلاصو) توهان جون ڄاتل ۽ ڏٺل حقيقتون ۽ اڻ ڏٺل حقيقتون اهي سڀ شاهد آهن تہ بيشڪ اهو قرآن قول رسول آهي ۽ هي قرآن ڪنهن شاعر جي شاعري ناهي پر هن حقيقت تي ٿورا ماڻهو ويساهہ رکن ٿا، ۽ هي قرآن نہ ئي ڪنهن پوپي ۽ جوتشيءَ جو ڪو قول آهي پر ٿورا ماڻهو هن حقيقت کي پروڙين ٿا، جيڪڏهن رسول پنهنجي طرفان ناهيل ڳالهين کي (وحي غير متلو ۽ خفي وارين حديثن جي نالن سان بہ) اسانجي نالي ڏي منسوب ڪري ها تہ اسان انکي سڄي هٿ سان (طاقت سان) جهلي انجي ساهہ ڪٽڻ واري رڳ ڪاٽي ڇڏيون ها".

قرآن واري علم وحي کانسواءِ ٻئي علم پنيان هلڻ سان قيامت ۾ سزا ملندي وَإِذَا تُتْلَىٰ عَلَيْهِمْ آيَاتُنَا بَيِّنَاتٍ قَالَ الَّذِينَ لَا يَرْجُونَ لِقَاءَنَا ائْتِ بِقُرْآنٍ غَيْرِ هَٰذَا أَوْ بَدِّلْهُ قُلْ مَا يَكُونُ لِي أَنْ أُبَدِّلَهُ مِن تِلْقَاءِ نَفْسِي إِنْ أَتَّبِعُ إِلَّا مَا يُوحَىٰ إِلَيَّ إِنِّي أَخَافُ إِنْ عَصَيْتُ رَبِّي عَذَابَ يَوْمٍ عَظِيمٍ (15_10) ۽ جڏهن انهن ماڻهن اڳيان اسانجا ڪليل دليل پيش ڪيا وڃن ٿا، (جواب ۾) چون ٿا اهي ماڻهو جن کي اسان جي سامهون اچڻ جي اميد ئي ڪانهي، "تہ هن قرآن کانسواءِ ڪو ٻيو قرآن آڻ، يا هنکي بدلائي ڇڏ (وحي خفي ۽ غير متلو جي نالن منجهہ)

اي رسول! تون انهن کي چؤ تہ منهنجي اها مجال ناهي جو انکي آئون پنهنجي طرفان بدلائي سگهان آئون ٻئي ڪنهن بہ علم جي تابعداري نٿو ڪيان سواءِ انهيءَ علم جي جيڪو منهنجي طرف وحي ڪيو ويو آهي.

جيڪڏهن مون پنهنجي رب جي نافرماني ڪئي تہ انجي وڏي ڏينهن (قيامت) واري عذاب کان آئون ڊڄان ٿو"

## امام ترمذي امام بخاري ءِ ٻين حديثون ناهڻ وارن جي، اصحاب رسول مٿان تبرا"

بخاري ڪتاب ۾ ڪتاب المغازي نالي سان هڪ ڪتاب آهي جنهن جو باب نمبر 473 آهي عدۃ اصحاب بدر جي نالي سان. يعني جنگ بدر ۾ شريڪ اصحاب رسول جو تعداد_ هن باب ۾ ڪل پنج حديثون امام بخاريءَ آنديون آهن. امام ترمذي پنهنجي ڪتاب ۾ هڪ ڪتاب لکيو آهي ڪتاب السير جي نالي سان ان ۾ هڪ باب لکيو اٿس 1060 جي نمبر سان ان باب ۾ ان هڪ بہ حديث ڪانہ لکي آهي پر امام بخاريءَ جيڪي پنهنجي ڪتاب ۾ پنج عدد حديثون آنديون آهن اهي هن سڀيئي براء بن عازب کان راويت ڪيون آهن. تہ امام ترمذيءَ پنهنجي باب جو عنوان خود براء بن عازب کي رسول الله جو صحابي بنائي پوءِ ان جي روايت تي رکيو آهي تہ کنا نتحدث ان اصحاب بدر يوم بدر کعدۃ اصحاب طالوت ثلاث ماءۃ وثلاثه عشر يعني اصحاب بدر جو ڳاڻيٽو اصحاب طالوت (جي ڳاڻيٽي موافق) ٽي سو تيره هئيو" امام بخاريءَ جي پنجن حديثن مان پهرين ۽ ٻي حديث ۾ براء ٻڌائي ٿو تہ مون کي ۽ ابن عمر کي، عمر جي لحاظ سان ننڍي هجڻ سبب جنگ ۾ شريڪ نہ ڪيو ويو. ان حديث کانپوءِ هڪ دم حديثن ۾ جنگ بدر ۾ شريڪ اصحابن جو تعداد ٻڌايو ويو آهي جيڪو ڏسيو تہ اهڙي هنر سان ويو آهي جيئن ڪير پنهنجي اندر جي بدباطنيءَ کي لڪائي ڳالهہ ڪندو هجي. پر انهيءَ لڪ کي امام ترمذيءَ جي باب واري حديث کولي ٻڌائي ڇڏيو تہ جنگ بدر ۾ شريڪ ماڻهو ٽي سو تيره هئا" هاڻي علم حديث ناهڻ وارن جي اصحاب رسول تي تبرا هيءَ آهي جيڪا مهربان پڙهندڙن جي ڄاڻ لاءِ عرض آهي تہ ابجد جي اکرن وارن .

انگن ۽ عددن مطابق علم الاعداد جي ڪاريگرن لکيو آهي تہ ٽي سو تيره جو عدد ڪميٽن ۽ بدخصلت ماڻهن لاءِ هوندو آهي، مون تہ اهو علم الاعداد، ابجد منجهان علم نجوم جا ڏس پنڌ معلوم ڪرڻ، 1970 ۾ جيل ۾ رهڻ واري عرصي ۾ پنهنجي هنديءِ وال قيدي حافظ عبدالخالق خشڪ پرچوندي وارن پيرن جي خليفي وٽان سکيو هئو، پر ڪير ماڻهو هاڻي بہ علم الاعداد جي لٽريچر منجهان پڙهي ڏسي سگهي ٿو. هن مسئلي ۾ اصل وڏي ڳالهہ ۽ علم حديث جون روايتون گهڙڻ تي امام سڏائيندڙن جي اندر جي اصحاب دشمني واري پليتيءَ کي ظاهر ڪرڻ وارو تہ ڪتاب قرآن آهي، جنهن جنگ بدر ۾ شريڪ اصحاب رسول جو صحيح تعداد پاڻ ٻڌايو آهي ۽ امت مسلمہ کي هڪ طرح سان چڻ سمجهايو بہ اٿس تہ ڏسو اهي حديثون گهڙيندڙ ڪيئن تہ ڪوڙا قصا ٺاهي اصحاب رسول لاءِ گارين ۽ تبرا ڪرڻ وارو عدد ڳجهارتن ۾ پيا ٿا ڏين. قرآن حڪيم اصل تعداد ٻڌايو تہ إِذْ تَسْتَغِيثُونَ رَبَّكُمْ فَاسْتَجَابَ لَكُمْ أَنِّي مُمِدُّكُم بِأَلْفٍ مِّنَ الْمَلَائِكَةِ مُرْدِفِينَ (9_8) يعني جڏهن اوهان پنهنجي رب کان مدد طلب ڪري رهيا هئا پوءِ الله اوهان جي استجابت قبول ڪندي فرمايو تہ آئون توهان کي مدد ڪيان ٿو، هڪ هزار ملائڪن سان، جيڪي توهانجي سپاهين سان ٻيلهہ سوار ٿيندڙ هوندا" عربي ٻوليءَ جو لفظ ردف ۽ رديف انجي معني آهي. پويان ٻيلهہ طور لڳو لڳ ويهڻ وارو، هي آيت صاف نموني ثابت ڪري ٿي تہ جنگ بدر جا سپاهي هڪ هزار هئا" هاڻي جيڪڏهن علم حديث گهڙڻ وارن امام بخاري ۽ امام ترمذي جي حديث وارو عدد ٽي سو تيره قبول ڪنداسين تہ پوءِ جيڪڏهن هزار ملائڪن کي ٽي سؤ تيرهن سپاهين سان گڏ پويان ٻيلهہ بدران ٽي ٽي ملائڪ چئوڻ ڪري ويهارجن تڏهن بہ ايڪهٺ ملائڪ پوءِ بہ بچي ٿا پون" پر جيڪڏهن ڪير انهن ڪوڙين حديثن جي ڏس هيٺ هي اعتراض ڪري تہ رسول سائين جن سان لشڪر ۾ پيدل سپاهي بہ هوندا هئا تہ قرآن حڪيم اهڙين ڪوڙين حديثن جو بہ رد فرمائيندي ٻڌائي ٿو تہ جناب رسول جن سوارين کان وڌيڪ بچت پيدل سپاهين کي جنگ تي ساڻ وٺي وڃڻ بدران واپس ڪري ڇڏيندا هئا. ان لاءِ فرمان آهي تہ وَلَا عَلَى الَّذِينَ إِذَا مَا أَتَوْكَ لِتَحْمِلَهُمْ قُلْتَ لَا أَجِدُ مَا أَحْمِلُكُمْ عَلَيْهِ تَوَلَّوا

وَّأَعْيُنُهُمْ تَفِيضُ مِنَ الدَّمْعِ حَزَنًا أَلاَّ يَجِدُواْ مَا يُنفِقُونَ(92_9) يعني جنگ ۾ شريڪ نہ ٿيڻ جو سبب ۽ عذر انهن ماڻهن جو قبول آهي جيڪي لڙائي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ تو وٽ آيا تہ تون انهن کي سرڪاري انتظام وارين سوارين تي ڪٽي هلين، پر تو انهن کي چيو تہ مون وٽ ايترو سوارين جو بندوبست ڪونهي جو اوهان کي اهي سواريون ڏئي سگهان پوءِ هو اهڙي حال ۾ واپس ويا جو انهنجي اکين مان ڳوڙها وهي رهيا هوا ۽ افسوس ڪن پيا تہ جيڪڏهن انهن وٽ خرچ جو بندوبست هجي ها تہ هو پنهنجيون سواريون خريد ڪن ها"

امام بخاري هن ئي باب ڄي حديث نمبر 1134 ۾ جنگ بدر ۾ شريڪ اصحاب رسول جو تعداد هن طرح ٻڌايو آهي تہ كان المهاجرون يوم بدر نيفا على ستين والانصار نيفا واربعين وما تين يعني جنگ بدر ۾ مهاجر صحابہ سٺ جي انگ کان ڪجهہ مٿي هئا ۽ انصار صحابہ بہ ٻہ سو چاليهہ کان ڪجهہ مٿي هئا" هتي مهاجر صحابہ کي انصار صحابہ کان گهٽ ڏيکارڻ منجهان حديثن ٺاهڻ وارن جي انصار صحابہ جي مقابلي ۾ مهاجر صحابہ سان وڏيڪ نفرت ثابت ٿئي ٿي، اهو هن طرح تہ هن حديث کان پوءِ وارين ٽي عدد حديثن ۾ راويءَ جي نالي سان لڳاتار استعاري جي فن سان هنن اصحاب رسول کي غير مؤمن سڏيو آهي، اهو هن فنڪاريءَ سان تہ ان عدة اصحاب بدر على عدة اصحاب طالوت الذين جاوزوا معه النهرولم يجاوز وامعه الامؤمن بضعة عشرو ثلث ماة يعني جنگ بدر وارن جو ڳاڻيٽو موافق هئو طالوت جي ساٿين جيترو جن ان سان گڏ نهر پاس ڪئي هئي ۽ طالوت سان گڏ نهر پار ڪرڻ وارا صرف مؤمن ئي هئا جيڪي ٽي سؤ تيره هئا" هن جملي ۾ حديث ٺاهڻ وارن جيڪا گار ڏني ۽ تبرا ڪئي آهي اها پڙهندڙن کي سمجهہ ۾ آئي الائي ڪانہ..... اها گار هيءَ آهي تہ جيئن طالوت سان نهر پار ڪرڻ وارا صرف مؤمن هئا ۽ ٻيا سڀ غير مؤمن هئا، جيڪي مؤمن ڪل ٽي سو تيره هئا، اهڙي طرح رسول الله سان جنگ بدر ۾ شريڪ ماڻهو مؤمن هئا باقي پوئتي جيڪي بہ شريڪ نہ ٿيا اهي سڀ مهاجر خواه انصار غير مؤمن هئا، انهي فنڪاريءَ سان جيئن پوئتي رهيلن کي هي حديث ٺاهڻ وارن غير مؤمن سڏي پنهنجي اندر جو اوبر ڪڍيو، اهڙي نموني وري جنگ ۾ شريڪ مؤمن سپاهين کي علم نجوم

جو ٽي سؤ تيره جو تعداد ڏئي انهن کي بہ نعوذ باالله ڪميٽو ۽ بدخصلت سڏي ويا آهن ۽ امام بخاري اها تبرا واري گار ٽي پيرا ساڳي حديث کي لاڳيتو تڪرار سان آڻي اصحاب رسول سان پنهنجي اندر جي نفرت ۽ باه کي وري وري ظاهر ڪيو آهي" ڪير ٻڌائي سگهندو تہ اهڙي علم حديث کي قرآن جو تفسير قرار ڏئي سگهبو!! جو قرآن تہ اصحاب رسول منجهان مهاجرن انصارن ۽ انهن جي تابعداري ڪندڙ سڀن لاءِ اعلان فرمائي تہ رَّضِيَ اللّهُ عَنْهُمْ وَرَضُواْ عَنْهُ وَأَعَدَّ لَهُمْ جَنَّاتٍ تَجْرِي تَحْتَهَا الأَنْهَارُ خَالِدِينَ فِيهَا أَبَدًا ذَلِكَ الْفَوْزُ الْعَظِيمُ (100_9) نبي جا سڀ اصحاب جنتي آهن پر حديث پرستن جي دعويٰ مطابق قرآن کي تفسير ڪرڻ وارو نام نهاد علم حديث ور وڪڙ سان سڀن اصحاب رسول کي گاريون بہ ڏئي ۽ غير مؤمن (ڪافر بہ) سڏي، (الله شال مسلم امت وارن کي سمجهہ ڏئي ۽ دوست دشمن کي سڃاڻڻ جي تميز ڏئي) جو امت جا سڀ مولوي پڙهائڻ مهل ۽ مسجدن جي واعظن ۾ بدر جي جنگ ۾ شريڪ ٿيندڙ سڀن اصحابن جو تعداد قرآن طرفان هڪ هزار ٻڌائڻ ڪانپوءِ بہ هو ٽي سؤ تيرهن گار وارو عدد ٻڌائيندا رهندا آهن.

# خود ڪش حملن لاءِ ذهنن کي تيار ڪرڻ وارين حديثن مان ڪجهه روايتون

امام بخاري پنهنجي ڪتاب جي ڪتاب استتابة المرتدين جي باب نمبر 1029 جي حديث نمبر 1814 ۾ ابن عباس جي روايت آندي آهي ته من بدل دينه فاقتلوه. يعني فرمايو رسول الله عليه السلام ته جنهن ماڻهوءَ پنهنجو دين بدلايو ته ان کي قتل ڪيو"

محترم پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض آهي ته هيءَ حديث جڙتو ۽ ڪوڙي آهي، ڇو ته مرتد ماڻهوءَ لاءِ الله پاڪ دنيا جي ماڻهن ۽ عدالتن وٽان سزا ڏيارڻ بدران فرمايو آهي ته اهڙي ماڻهوءَ کي آئون الله ان کي مرڻ ڪانپوءِ دوزخ جي سزا ڏيندس، فرمان آهي ته وَمَن يَرْتَدِدْ مِنكُمْ عَن دِينِهِ فَيَمُتْ وَهُوَ كَافِرٌ فَأُولَـٰئِكَ حَبِطَتْ أَعْمَالُهُمْ فِي الدُّنْيَا وَالْآخِرَةِ وَأُولَـٰئِكَ أَصْحَابُ النَّارِ هُمْ فِيهَا خَالِدُونَ (2_217)

تمام سوچڻ جهڙي ڳالهه آهي ته قرآن حڪيم نظام عدل جو تمام هڪ وڏو نصاب ۽ ڪورس ڏنو آهي، انهيءَ هوندي به مرتد ٿيڻ ۽ دين مٽائڻ جو مسئلو جيئن ته انسان جي ذهني سوچن سان تعلق رکي ٿو تڏهن الله پاڪ دنياوي عدالتن کي بريڪ ڏني ته مرتد ٿيڻ واري کي دنيا ۾ ڪجهه به نه چئو انکي آخرت تائين پهچڻ ڏيو اهو ڄاڻي ته آئون ڄاڻان، مرتد جي باري ۾ قرآن حڪيم جي انهيءَ ڊر منجهان هي ثابت ٿئي ٿو ته الله عزوجل دنيا جي جهان ۾ فڪر جي آزادي ۽ سوچ ويچار جي معاملي ۾ رهنمائيءَ لاءِ پنهنجو ڪتاب قرآن ڏيئي ۽ ان ۾ غور ۽ فڪر جون اپيلون ڪرڻ ڪانپوءِ ٻڌائي ڇڏيو ته وَقُلِ الْحَقُّ مِن رَّبِّكُمْ فَمَن شَاءَ فَلْيُؤْمِن وَمَن شَاءَ فَلْيَكْفُرْ إِنَّا أَعْتَدْنَا لِلظَّالِمِينَ نَارًا أَحَاطَ بِهِمْ سُرَادِقُهَا وَإِن يَسْتَغِيثُوا يُغَاثُوا بِمَاءٍ كَالْمُهْلِ يَشْوِي الْوُجُوهَ بِئْسَ الشَّرَابُ وَسَاءَتْ مُرْتَفَقًا (18_29) يعني توهانجي رب وٽان اوهان کي حق ملي چڪو آهي هاڻي جنهن جي مرضي آهي ته ان تي ايمان آڻي جنهن جي مرضي هجي ته ان جو انڪار ڪري ڪفر ڪري، اسان ڪفر ڪرڻ وارن لاءِ آخرت جي جهان ۾ انهن لاءِ باهيون ٻاري ڇڏيون آهن"

امام بخاريءَ پنهنجي ڪتاب جي ڪتاب التقدير ۾ هڪ باب نمبر 864 جوڙيو آهي العمل بالخواتيم جي نالي سان، جنهن جو مطلب آهي ته عمل جي پلائي ڏلائي پڇاڙيءَ واري عمل سان ڳنڍيل آهي، يا پڇاڙيءَ تي موقوف آهي". هن باب هيٺ جيڪا حديث آندي وئي آهي انجو نمبر 1517 آهي هن ۾ هڪڙي اهڙي ماڻهوءَ جو ذڪر ڪيو ويو آهي جيڪو خيبر جي جنگ ۾ شريڪ ٿيو هئو پنهنجي لاءِ مسلم هجڻ جي

دعويٰ ساڻ، ان ماڻهوءَ لاءِ امام بخاريءَ باب ۾ به عدد حديثون آنديون آهن هڪڙي ۾ لکي ٿو ته اهو ماڻهو خيبر جي جنگ ۾ شريڪ ٿيو هئو ٻي حديث ۾ لکي ٿو ته اهو ڪنهن ٻه هڪڙي جنگ ۾ شريڪ ٿيو نبي سائين سان گڏ جيڪا انهن لڙي هئي، ٻنهي حديثن ۾ قصو ساڳيو آهي ته نبي عليہ السلام جن ان ماڻهوءَ کي ڏسڻ ساڻ ٿي فرمايو ته هي-دوزخ وارن ماڻهن منجهان آهي، پوءِ اهو ماڻهو جنگ ته وڏي جوان مرديءَ سان وڙهيو پر زخمن لڳڻ ڪري ايذائن کان بچڻ لاءِ ان پنهنجو پاڻ کي ماري ڇڏيو. پوءِ ان ماڻهوءَ جي اها ڳالهه شريڪ ساٿين منجهان هڪڙي ڇٽي اچي نبي عليہ السلام کي ٻڌائي ته اَشهد انک رسول الله فقال وما ذاک؟ قال قلت لفلان .......... يعني آئون شاهدي ڏيان ٿو ته تون الله جو رسول آهين. رسول الله جن چيس ته ڇا ڳالهه آهي، جواب ۾ ان چيو ته جنهن ماڻهوءَ لاءِ اوهان ٻڌايو هئو ته اهو دوزخ وارن مان آهي. اهو ماڻهو جنگ ته ڏاڍي لڙيو پر زخمن جي ايذائن کان بچڻ لاءِ ان پاڻ کي ماري ڇڏيو" محترم پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض آهي ته هن باب جون اهي ٻيئي حديثون قرآن حڪيم جي فرمان ته فما اوجفتم عليه من خيل ولا رکاب .... (4_59) يعني اوهان خيبر جي مقام تي يا ڪٿي به يهودين مٿان حملي ۽ جنگ ڪرڻ لاءِ انن گهوڙن جي رڪاب ۾ پيرئي ڪونه وڌو هو. وَلَوْلَا أَن كَتَبَ اللَّهُ عَلَيْهِمُ الْجَلَاءَ (3_59) جيڪڏهن انهن مٿان جلاوطن ٿي وڃڻ جو جيڪو حڪم ڏنو ويو هئو، هو ان تي عمل نه ڪن ها ته لعذبهم في الدنيا ته الله انهن کي هتي دنيا ۾ ئي وڏي سزا ڏئي ها. بهرحال هنن حديثن جي ڪوڙي هجڻ جو ٻيو دليل هي به آهي ته پهرين حديث جي اخير ۾ هي قول رسول ٻڌايو ويو آهي ته پاڻ ڪريمن بلال کي حڪم فرمايو ته تون وڃي هي پڙهو ماڻهن ۾ پهچاءِ ته لايدخل الجنة الامؤمن وان الله ليويد هٰذالدين برجل الفاجر، يعني جنت ۾ مؤمن کان سواءِ ٻيو ڪو به داخل ڪونه ٿيندو ۽ الله پنهنجي هن دين جي تائيد لاءِ ڪنهن لچ لوفر فاسق ماڻهو کان به مدد وٺي ٿو. هن حديث جي ڪوڙي هجڻ جو ۽ قرآن جي خلاف هجڻ جو ٻيو ثبوت هي به آهي ته رب پاڪ سورة ڪهف جي آيت نمبر 51 ۾ فرمايو آهي وماکنت متخذ المضلين عضدا، يعني آئون الله پنهنجي دين لاءِ گمراهه ماڻهن کي سهارو ۽ ٽيڪ نه بنائيندو آهيان"

منهنجي هن مضمون جو موضوع يعني خودڪش حملن لاءِ ماڻهن کي تيار ڪرڻ واريون حديثون آهي سو جيئن ته ٻئي نمبر واري حديث ۾ رسول الله جن جي طرف نسبت ڪيل هيءَ ڪوڙي ۽ خلاف قرآن حديث ٻڌائي وئي آهي ته ان العبد ليعمل عمل اهل النار وانما الاعمال بالخواتيم" يعني ٻانهو پنهنجي حياتيءَ ۾ دوزخ وڃڻ وارا ڪم ڪندو آهي پر اهو هوندو جنت وارن مان آهي. ڪو ماڻهو وري عمل ڪندو آهي جنت ۾

وجڻ وارا، پر اهو دوزخين منجهان هوندو آهي، سو هن معاملي جو اصول هي آهي ته عملن جو ڪارگر ۽ نقصان ڪار هجڻ جو واسطو زندگيءَ جي آخير ۾ خاتمي مهل واري عمل سان هوندو آهي“

علم حديث جي هن روايت کي ذهن ۾ رکي پڙهندڙ پاڻ قرآن حڪيم جي جنت ۽ جهنم ۾ وڃڻ لاءِ سمجهايل طريقه ڪار ۽ فيصلي تي به غور فرمائيندا. فرمان آهي ته فَمَن يَعْمَلْ مِثْقَالَ ذَرَّةٍ خَيْرًا يَرَهُ ۝ وَمَن يَعْمَلْ مِثْقَالَ ذَرَّةٍ شَرًّا يَرَهُ ۝ (8_7_99) يعني جو به ذري برابر به ڀلائي جو ڪم ڪندو اهو ان کي ضرور پنهنجي فائدي ۾ ڏسندو ۽ جيڪو شخص ذري برابر به برائي جو ڪم ڪندو ته اهو ضرور انجي نتيجي کي ڏسندو“ اڳتي سورة القارعة ۾ رب پاڪ فرمايو ته فَأَمَّا مَن ثَقُلَتْ مَوَازِينُهُ ۝ فَهُوَ فِي عِيشَةٍ رَّاضِيَةٍ ۝ وَأَمَّا مَنْ خَفَّتْ مَوَازِينُهُ فامه هاويه ۝ (8_7_101) يعني جنهن شخص جو حساب واري ڏينهن صالح عملن جو تارازيءَ وارو پلڙو ڳورو هوندو ته اهو خوشين جي زندگيءَ ۾ هوند ۽ جنهنجو نيڪين جي عملن وارو پلڙو هلڪو هوندو ته اهو دوزخ جي ڪاهين ۾ غرق رهندو“ هتي ڪو به شخص مٿين حديثن جو موازنو قرآن سان ڪري پوءِ غور ڪري ته قران حڪيم جي هيترين ڪليل هدايتن کان پوءِ به حديثون ناهيندڙن جيڪا گهاڙ گهڙي آهي، انهيءَ جو پهريون هي مطلب ته صاف ظاهر آهي ته حديثن جي ڏس جي روشنيءَ ۾ ماڻهو پل ته ائين سوچين ته زندگيءَ ۾ جيڪڏهن گناهن جا ڪم ڪيون پيا ته خير آهي ڪا ئي وڏي ڳالهه ڪانهي حياتي جي پوين پهرن ۾ نيڪي جا ڪم ڪنداسين. اسان جي رسول ته فرمائي ڇڏيو آهي ته خاتمي مهل وارن نيڪ عملن سان اڳيان گناه ميٽجي ويندا پوءِ ٻڌايو وڃي ته اهڙين حديثن سان معاشرو ڪهڙي شڪل اختيار ڪندو؟ اها حقيقت سڀڪو سمجهي سگهي ٿو پر هاڻي جڏهن کان مسلم امت وارن کان اڻ ڏٺل تنظيمون دهشت گردي ڪرڻ لاءِ خودڪش بم ڦاڙڻ جا ڪم وٺن ٿيون ته اهي به انهن کي دنياوي لالچ ڪانسواءِ اهڙين حديثن ٻڌائڻ سان انهن کي برين واش ڪن ٿيون ته تنهنجي زندگيءَ جي هن آخري ۽ هڪڙي ڪارنامي سان تنهنجا اڳي وارا گناه سڀ ڌوپجي ويندا بم ڦاڙڻ شرط تون سڌو بهشت ۾ پهچندين. جڏهن ته هنن حديثن جي ابتڙ توهان قرآن کي به پڙهي ڏٺو ته انجو قانون آهي ته سموري زندگيءَ جي ڪيل هر نيڪيءَ ۽ بديءَ جي ذري ذري جي ترازيءَ ۾ ماپ تور ٿيندي“ هتي آندل حديثن جهڙيون ٻيون به اهڙيون گهڻيون روايتون آهن جن سڀن جو ذڪر تمام ڊگهو ٿي ويندو انڪري هي مضمون هت ختم ڪجي ٿو“

## قرآن ڪانسوءِ اوهانَ جو ڪوئي بہ خير خواهہ ۽ سچڻ ڪونهي:

مهربان پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض آهي تہ هو الله جي پنهنجي ٻانهن مٿان رحم ۽ ٻاجهہ واري تعلق ڪي پروڙن ۽ الله جي پنهنجي انساني تخليق سان محبت ڪي سمجهڻ جي ڪوشش ڪن. دنيا ۾ پوري ڪائنات ۾ عالمي امن قائم ڪرڻ واري موضوع تي قرآن پاڪ هدايتون ڏيندي فرمايو تہ وَأَنفِقُواْ فِي سَبِيلِ اللّهِ وَلاَ تُلْقُواْ بِأَيْدِيكُمْ إِلَى التَّهْلُكَةِ وَأَحْسِنُوَاْ إِنَّ اللّهَ يُحِبُّ الْمُحْسِنِينَ (2_195) يعني دنيا ۾ امن قائم رکڻ لاءِ پنهنجي مالن منجهان خرچ ڪندا رهو، پر جيڪڏهن اوهان ڪنجوسي ڪئي تہ اهو ڇڻ اوهان پنهنجو پاڻ ڪي هلاڪت ۾ ڏا وجهو ۽ سڀن ماڻهن سان سهڻو برتاءُ اختيار ڪيو سهڻو سلوڪ هلو. الله انهن ماڻهن کي پسند ڪري ٿو، انهن ماڻهن سان محبت رکي ٿو، جيڪي جملي انسانن سان سهڻو سلوڪ هلن" قرآن حڪيم جناب رسول عليہ السلام کي بحيثيت هڪ عالمي ليول واري حاڪم اعليٰ جي عهدي واري حيثيت ۾ هدايت ڏئي ٿو تہ وَلاَ تَكُن لِّلْخَآئِنِينَ خَصِيمًا (4_105) يعني تون ڪڏهن بہ ڪنهن خائن پارٽي ۽ خيانت ڪندڙن جي ڌر نہ ٿجانءِ. وَاللّهُ لاَ يُحِبُّ كُلَّ كَفَّارٍ أَثِيمٍ (2_276) ۽ الله حق سچ جي منڪرن ۽ رجعت پرستن کي ڪڏهن بہ پسند نہ ڪندو آهي"إِنَّ اللّهَ لاَ يُحِبُّ مَن كَانَ خَوَّانًا أَثِيمًا (4_107) بيشڪ الله هر انهيءَ ماڻهوءَ کي پسند نہ ڪندو آهي جيڪو خيانت ڪندڙ ۽ رجعت پرست هوندو آهي" هي سڀ قانون قرآن حڪيم طرفان ذات انسان جي اجتماعي ڀلاين ۽ مقصدن لاءِ بيان ڪيا ويا آهن. انهن سڀن قانونن ۾ هي حقيقت بہ رکيل آهي تہ لاَ يُكَلِّفُ اللّهُ نَفْسًا إِلاَّ وُسْعَهَا لَهَا مَا كَسَبَتْ وَعَلَيْهَا مَا اكْتَسَبَتْ رَبَّنَا لاَ تُؤَاخِذْنَا إِن نَّسِينَا أَوْ أَخْطَأْنَا رَبَّنَا وَلاَ تَحْمِلْ عَلَيْنَا إِصْرًا كَمَا حَمَلْتَهُ عَلَى الَّذِينَ مِن قَبْلِنَا رَبَّنَا وَلاَ تُحَمِّلْنَا مَا لاَ طَاقَةَ لَنَا بِهِ وَاعْفُ عَنَّا وَاغْفِرْ لَنَا وَارْحَمْنَآ أَنتَ مَوْلاَنَا فَانصُرْنَا عَلَى الْقَوْمِ الْكَافِرِينَ (2_286) يعني ڪنهن بہ ماڻهو مٿان انجي توفيق ۽ طاقت کان وڌيڪ تڪليف ڏيڻ قرآن جي قانونن جو مقصد ناهي" الله پاڪ جي سڀني قانونن ۾ هن فلسفي کي هر وقت ذهن ۾ رکندا رهو تہ وَإِذَا جَاءكَ الَّذِينَ يُؤْمِنُونَ بِآيَاتِنَا فَقُلْ سَلاَمٌ عَلَيْكُمْ كَتَبَ رَبُّكُمْ عَلَى نَفْسِهِ الرَّحْمَةَ أَنَّهُ مَن عَمِلَ مِنكُمْ سُوءًا بِجَهَالَةٍ ثُمَّ تَابَ مِن بَعْدِهِ وَأَصْلَحَ فَأَنَّهُ غَفُورٌ رَّحِيمٌ (6_54) يعني اي رسول جنهن وقت تو وٽ اچن اهي ماڻهو جيڪي اسانجي آيتن تي ايمان آڻيندڙ هجن تہ پوءِ انهن کي تون چؤ تہ الله پنهنجي مٿان رحم ڪرڻ کي لازم بنائي رکيو آهي، جنهن جي رحمت جي هيءَ تقاضا آهي، هي قانون آهي تہ جو بہ شخص اوهان منجهان بي خبريءَ اڻ ڄاڻائيءَ ۾ ڪوئي برو ڪم ڪري وجهي ۽ پوءِ هو اڳتي لاءِ پنهنجي غلطين جو اصلاح ڪندڙ بہ هجي تہ ٻڌي ڇڏيو تہ الله پاڪ بچائيندڙ ۽ رحم

ڪرڻ وارو آهي" مون هن مضمون جي عنوان ۽ سرخيءَ هيٺ هي ڄاڻائڻ پئي گهريو تہ صرف علم قرآن ئي انسان ذات لاءِ هدي للناس ڪتاب آهي (185 _2) پوءِ مون قرآني حوالا آڻي پنهنجي دعويٰ ثابت ڪرڻ پئي گهري، پر سوچيان ٿو تہ ان لاءِ تہ سڄو قرآن نقل ڪرڻو پوندو جيڪو منهنجي وس ڪان مٿي آهي سو ڪتاب جي موضوع ۽ نالي جي روشنيءَ ۾ ئي هڪ آڌ مثال ڏيئي مضمون پورو ڪيان ٿو پڙهندڙن جي خدمت ۾ سورت اعراف جي آيت نمبر 3 جي پئي اڌ مان جيڪو مون هن ڪتاب جو نالو جوڙيو آهي تہ قرآن کانسواءِ ڪوئي بيو علم اوهانجو دوست، سڄڻ وَلي ۽ خير خواه ڪونهي ڪو هوندئن تہ قرآن پنهنجي سچائي ۽ حقانيت جو ثبوت پاڻ ئي آهي قرآن کي انجي حقانيت واري ثبوت لاءِ مون جهڙي ڪنهن بہ ياروناڪو قسم جي ليکڪ جي لکڻين جي بہ ڪابہ ضرورت ڪانهي ڪا. پر امت مسلم جي نهايت غافل ۽ ساده لوح ماڻهن جي ذهنن تي اسلام جي دشمنن جيڪو يهود مجوس ۽ نصارا جي متعصب دشمنان رسول ۽ دشمنان قرآن. ڪوڙيون هٿراڌيون ڳالهيون ٺاهي پوءِ انهن کي جناب رسول ڏي منسوب ڪري علم حديث جي نالي سان مشهور ڪيو آهي تہ اهي نبي پاڪ جون حديثون آهن. جڏهن تہ حديثن ٺاهڻ وارن پنهنجي فنڪاري ۽ هنر منديءَ سان جيڪي جناب رسول الله کي انهن روايتن ۾ اهڙيون تہ گاريون ڏنيون آهن جو الله جي پناهہ. سو آئون انهن دشمنان رسول جي هنر ۽ فن جي مثال ڏيڻ لاءِ هن مضمون ۾ صرف ٻہ عدد حديثون امام بخاريءَ جي ڪتاب جون پيش ڪيان ٿو پوءِ فيصلو پڙهڻ وارن جي مٿان ڇڏيان ٿو" مون عزيز الله جيڪا، قرآن حڪيم جي حڪم ولاتتبعوا من دونه اولياء (3_7) جي وڪالت ڪرڻ لاءِ هي رنديا روڙ ڪئي آهي. انهيءَ ڄاڪوڙ لاءِ بہ ٻڌائيندا تہ علم حديث ٺاهڻ وارن جي تعارف ۾ ڪا ڪمي رهيل هجي تہ اڃا بہ انهن جا ٻيا بہ وڪا پڌرا ڪري ڏيکاريان، ڪتاب بخاري ۾ ڪتاب الطب نالي سان هڪ ڪتاب لکيل آهي انجي باب نمبر 123 ۾ حديث آهي جنهن جو نمبر آهي 677 حديث آهي تہ الحمي من فيح جهنم فابردوها بالماء" يعني تپ بخار جهنم جي شعلن منجهان هڪ شعلو آهي. پوءِ ان کي پاڻي سان ٺاريو "ڪتاب الطب کان اڳ ۾ امام بخاريءَ ڪتاب المرضي جي نالي سان ڪتاب لکيو آهي ان ۾ جدا جدا بابن ۾ هڪ هڪ حديث لکي اٿس انهن جا نمبر ترتيبَ وار هي آهن 606 _ 607 _ ٻئي حديثون عبدالله نالي شخص جون روايتون آهن اهو چوي ٿو تہ آئون جناب رسول جي خدمت ۾ انهن جي بيماريءَ جي حالت ۾ حاضر ٿيس تہ دهو يوعك وعكاشديدا يعني انهن کي بخار هئيو. بخار بہ ڏاڍو سخت. ٻئي نمبر حديث ۾ آهي تہ جڏهن آئون جناب رسول جن وٽ پهتس

تہ فقلت يا رسول الله انك لتوعك وعكا شديد قال اجل انى اوعك كمايوعك رجلان منكم يعني مون سوال ڪيو تہ يارسول الله اوهانکي تہ ڏاڍو سخت بخار آهي جواب ۾ فرمايائون تہ مونکي ايترو تہ بخار ڏنو ويو آهي جو اوهان ماڻهن منجهان ٻن ماڻهن جي بخار جيترو. هاڻي هرڪوئي ماڻهو سوچي تہ عربي ٻوليءَ ۾ حمي ۽ وعک ٻئي لفظ بخار جي لاءِ هڪ جهڙا استعمال ڪيا ويندا آهن. حديثون ٺاهيندڙن ڪتاب طب ۾ بخار کي جهنم جو شعلوقرار ڏيئي. پوءِ ڪتاب المرضي ۾ اهو بخار لاءِ لفظ مٽائي وعک جي نالي سان خود نبي عليہ السلام کي بخار ڏيئي ڇڏيو اهو بہ ٻن ماڻهن جي بخار جيترو يعني نبي سائين جن کي دوزخ جي شعلي جو شڪار بنائي ڇڏيائون. هي حديثن ٺاهڻ وارا امام ڏسو تہ ڪيئن نہ پنهنجي اندر جي باه پيا ڪڍن ۽ اٽڪلن سان تبرائون پيا ڪن. انهيءَ ڪتاب المرضي جي اندر بہ عدد حديثون ٻيون بہ آهن جن جا نمبر آهن (602_ ۽ 603) انهن ٻنهي حديثن ۾ ڳالهہ ساڳي هڪڙي آهي پهرين حديث نبي سائين کان ڪعب جو پيءُ روايت ڪري ٿو ٻي حديث ابو هريره روايت ڪري ٿو روايت هي آهي مثل المؤمن كالخامة من الزرع تفيئها الريح مرة وتعدلها مرة ومثل المنافق كالارزة لاتزال حتي يكون انجعافها مرة واحدة" يعني مؤمن جو مثال پوک جي تيلڙي وانگر آهي جنهنکي هوا جا جهوٽا ڪڏهن هڪڙي طرف پيا جهڪائيندا آهن تہ ڪڏهن وري ٻئي طرف ۽ ڪڏهن وري (بغير هوا جي) سڌو بيٺو هوندو آهي. ۽ منافق جو مثال صنوبر جي وڻ جو آهي جيڪو (هر قسم جي هوا مهل) سڌو بيٺو هوندو آهي (يعني انکي هوائن سبب ڪوبہ لهر لوڏو نہ هوندو آهي) بس انجو اکڙي وڃڻ صرف هڪ ئي وقت ٿيندو آهي. چاڻڻ گهرجي تہ صنوبر وڻ جي عمر تمام وڏي سو سال کان بہ وڌيڪ ٿيندي آهي بغير ڪنهن واڍي جي وڍڻ کانسواءِ ختم نہ ٿيندو آهي هلي ڪير بلوچستان جي زيارت شهر جي آس پاس وارن کان پڇي ڏسي جو اتي صنوبر جا وڻ تمام ڪافي انداز ۾ موجود آهن" هاڻي اهل حديث فرقي وارا ۽ ٻين سين فرقن وارا حديث پرست مولوي غير مولوي ٻڌائن تہ امام بخاريءَ مؤمن کي ڇا ڪجهہ ڇئي ويو ۽ منافق کي ڇا تہ چيو سمجهڻ وارا سمجهن هن حديث تي جيڪڏهن مخالف ناروي وارا ڪو خاڪو ۽ قلمي سين ٺاهڻ چاهين تہ اصحاب رسول کي هر هوائي موسم جو ساٿ ڏيڻ وارو هر هو اسان موافق ثابت ڪري ۽ منافقن کي پڪو مضبوط ۽ مستحڪم ڪري ڏيکاري سگهن ٿا بخاري جي حوالي سان.

# امام بخاري جي حديثن ۾ نبوت جو غلط ۽ خلاف قرآن تعارف

مسلم عوام جي اکين تي عقيدت جا کوپا چاڙهي انڌي رکڻ لاءِ علم حديث ناهڻ وارن ڪجهه ڪراماتي ڪجهه معجزاتي ڪجهه مافوق الفطرت ڪرشماتي حديثون ناهي انهن سان سطحي عقل وارن ۽ ظاهر بين ماڻهن کي هن تبرا واري ۽ قرآن دشمن علم جي اهميت مڃرائي آهي، آئون پنهنجي هن دعويٰ جي ثبوت لاءِ پڙهندڙن جي خدمت ۾ بخاري جي ڪتاب الانبياء منجهان مثال ۽ نموني خاطر باب علامات النبوة في الاسلام جي حديثن منجهان ڪجهه روايتون عرض رکان ٿو" باب جو نمبر آهي 378 ۽ ان ۾ ڪل چونجاهه حديثون آهن، منهنجي خيال ۾ ڪتاب بخاريءَ جي اندر آنڊل سين بابن منجهان هي وڏي ۾ وڏو باب آهي، هن باب جي معنيٰ آهي نبوت جون نشانيون اسلام ۾، هن باب جي پهرين ڇهن حديثن يعني 782 کان 787 تائين وارين حديثن ۾ آهي ته بعض سفرن جي موقعي تي قافلي وارن وٽ پاڻي ختم ٿي ويو، پوءِ تلاش ڪئي وئي ڪجهه ڪجهه ٿوري مقدار ۾ ئي پاڻي هٿ ڪيو ويو پوءِ ڪنهن پيالي يا ڪنهن ٻئي ٿانو ۾ اهو پاڻي آندو ويو ۽ نبي سائين جن ان پاڻيءَ ۾ پنهنجيون آڱريون وجهن ٿا ۽ روايتن مطابق آڱرين منجهان پاڻي وهڻ شروع ٿئي ٿو ٿانو پرجي پاڻي ٻاهر وهڻ شروع ٿئي ٿو ۽ رسول سائين جن حڪم فرمائين ٿا اوهان سڀ ماڻهو پنهنجا ٿانو به ڪٽي اچي ڀريو ۽ وضو وغيره به ڪندا وڃو، باب جي پهرين حديث ۾ چاليهه ماڻهو ڏيکاريا ويا آهن ۽ ٻي حديث ۾ ٽي سؤ ماڻهو ڏيکاريا ويا آهن، ۽ ٽين حديث ۾ ماڻهن جو انگ ڪونه ذڪر ڪيو ويو آهي. چوٿين حديث ۾ ستر ماڻهن جو عدد لکيو ويو آهي ۽ پنجين حديث ۾ اسي ماڻهن جو انگ لکيو ويو آهي، ۽ ڇهين

حديث ۾ لکيو آهي تہ پندرهن سؤ ماڻهن جو تعداد هيو، پر هن حديث ۾ هي بہ لکيو اٿن تہ نبي سائينءَ جي ان خاص ٿانو منجهان جنهن ۾ آنگريون ٻوڙڻ سان آنگرين منجهان ايترو پاڻي وهندو رهيو جو جيڪڏهن هڪ لک ماڻهو هجن ها تہ ايترن سين کي بہ پاڻي پورو پئجي وڃي ها“ ان کان پوءِ وري جيڪا حديث نمبر 788 آهي ان ۾ لکيو اٿن تہ حديبيہ واري موقعي تي اسان چوڏهن سؤ تعداد مطابق لشڪر وارا هئاسون ۽ اتي حديبيہ واري کوھ مان پاڻي ايترو تہ ڪڍيوسين جو کوھ خالي ٿي ويو ۽ پاڻي جي اٽاٽ ٿي وئي، پوءِ نبي عليہ السلام جن کوھ جي ڪناري تي ويٺا ۽ ساٿين کي ٿورو پاڻي آڻڻ لاءِ حڪم ڏنائون پاڻي آندو ويو پاڻ ان منجهان گرڙي پاڻيءَ جي ڪري اها گرڙي کوھ ۾ وڌي تہ پوءِ ٿوري ئي دير ۾ کوھ ۾ ايترو تہ پاڻي پرجي ويو جو اسان سين پاڻي پيتو ۽ اسانجي جانورن بہ پي ڪري پيٽ ڀريو، ان حديث کان پوءِ واري حديث نمبر 789 ۾ آهي تہ نبي سائين جن ڪنهن موقعي تي ستر اسي ماڻهن سان گڏ هئيا ۽ ابو طلحہ چوي ٿو تہ مون نبي سائين جي آواز منجهان سمجهو تہ کين ڏاڍي بک لڳي آهي مون وڃي گهر ۾ اها ڳالهہ ٻڌائي گهر واري ام سليم ٻڌايو تہ بہ چار جَون جون مانيون آهن مون اجي هوريان نبي سائين کي ٻڌايو تہ اوهان گهر هلي جيڪڏهن ماني کائو تہ ڪجهہ بندوبست ٿي ويندو، پوءِ پاڻ سين ستراسي مانهن سميت گهر هليا ۽ اها هڪ ٻن ماڻهن جيتري ماني ستر اسي ماڻهن کائي ڍؤ ڪيو، هن حديث کان پوءِ حديث نمبر 790 ۾ بہ ابن مسعود روايت ڪري ٿو تہ ڪنهن سفر جي موقعي تي پاڻي کٽي ويو ۽ نبي سائين جن کي اطلاع ڪيو ويو تہ پاڻ فرمايائون تہ ڪجهہ بہ ٿورو ئي بچت سچت پاڻي ڪٽي اچو، اهو آندو ويو ۽ پاڻ ان ٿانو ۾ پنهنجو هٿ وڌو ۽ سندن آڱرين وچان پاڻي چشمي وانگر وهڻ لڳو،

هن حديث ۾ وڏيڪ لفظ هي بہ آهن تہ ولقد كنا نسمع تسبيح الطعام وهو يوكل" يعني اسان ان وقت جيڪو طعام کائون پيا تہ ان کاڌي منجهان تسبيح پڙهڻ جو آواز بہ ٻڌون پيا،

اڳتي حديث نمبر 791 ۾ آهي تہ جابر نبي سائين جن کي اچي عرض ڪيو تہ منهنجو پيءُ مري ويو آهي ۽ مٿس قرض ايترو هئو جو مون وٽ موجود کجين جيتري فصل جي ڪوڙ سارن سالن جي آمدني بہ ان قرض کي لاهي نہ سگهندي. سو هاڻ جيڪو فصل لٿو آهي اوهان مهرباني ڪري هلي قرض گهرندڙن کي سفارش ڪيو تہ هو مونسان سختي نہ ڪن. پوءِ نبي سائين ان سان گڏ ويا ۽ کجور جي ڍيرن منجهان هڪ هڪ ڍير مٿان چڪر ڏيئي دعا گهرندا رهيا پوءِ هڪڙي ڍيرَ تي ويهي فرمايائون تہ هاڻي هن ڍير مان قرضين کي چوهارا ڏيندا وڃو، پوءِ سڀن قرضخواهن جو قرض بہ لهي ويو ۽ ان ڍير ۾ چوهارا اڃا بہ ايترا موجود هئا جيترا ان مان ڪڍيا ويا هئا"

هن حديث کانپوءِ حديث نمبر ست سوپيانوي آهي ان ۾ بہ اهڙي ڪراماتي ڳالهہ آهي تہ اصحاب صفہ جي مسڪينن کي نبي سائينءَ پنهنجي جماعت وارن ۾ ورهايو، اهو هن طرح تہ جنهن بہ ماڻهوءَ جي گهر ۾ ٻن ماڻهن جي طعام جيترو کاڌو آهي اهو هنن مسڪينن مان هڪڙي کي گهر وٺي وڃي کارائي ۽ جنهن جي گهر ۾ چئن ماڻهن جي کاڌي جيترو مقدار آهي اهو پنجون يا اڃا بہ وڌيڪ ڇهون ماڻهو هنن مسڪينن مان وٺي وڃي انهن کي کارائي، پوءِ صديق اڪبر ٽن ماڻهن کي ماني کارائڻ لاءِ وٺي ويا، ۽ صديق اڪبر هنن مسڪينن کي پنهنجي گهر پهچايو پر پوءِ پاڻ وري نبي سائين جي گهر هليا ويا ۽ پاڻ ماني بہ اتي کاڌائون ۽ نماز بہ اتي پڙهيائون ۽ رات جو پنهنجي گهر دير سان آيا، پويان گهر ۾ جن مسڪينن کي ڇڏي ويا هوا، انهن کي جو ماني ڏني وئي تہ انهن کائڻ کان انڪار ڪيو ۽ چيائون تہ اسان ابوبڪر کانسواءِ اڪيلي

سر ڪونہ ڪائيند اسون پوءِ ابوبڪر جڏهن دير سان گهر آيو تہ گهر وارن کي چيائون تہ اوهان سڀيئي ڪائو آئون هرگز نہ ڪائيندس، هيءَ ڪوڙي حديث گهڙيندڙن صديق اڪبر جي پٽ عبدالرحمان جي نالي سان اڳتي روايت ڪي وڌائيندي انجي زباني هيءَ ڳالهہ آندي آهي تہ پوءِ اسان ۽ مهمان ماني ڪائڻ ويناسون ۽ طعام منجهان جنهن جنهن جاءِ تان لقمو ڪڻون پيا اتاهون جڳهہ خالي ٿيڻ بدران طعام وڌي وڃي پيو ۽ اها خالي جاءِ پرجيو وڃي پئي، پوءِ اهو ڏسي صديق اڪبر چيو تہ ههڙو ڪاڌو تہ آئون بہ ڪانوان ٿو، سوير جو مون وري بيهر ماني نہ ڪائڻ جو جيڪو قسم ڪنيو هئو اهو شيطاني قسم هئو، پوءِ ساڳيو اهو ڪاڌو صبح جو نبي سائينجن جي گهر ڪڻي ويا، اتي ڪنهن فيصلي جي سلسلي ۾ ٻارنهن ڄڻا ڪميٽي جا امين ۽ جج اتي آيا ۽ هر هڪ سان گڏ بہ ٽي بہ ٽي ماڻهو وڌيڪ بہ ساڻ هوا، پوءِ اهو ڪاڌو انهن سڀن کي کارايو ويو“ هن حديث مطابق سوچجي تہ ڪنهن گهر ۾ ويلي تي جيڪو ڇئن پنجن گهر ڀاتين لاءِ ڪاڌو تيار ڪرايو ويو هئو سو جهڙو ڪر تہ پنجاهہ سٺ ماڻهن کي پورو پئجي ويو. مون هن حديث کي جيڪو ڪوڙو لکيو آهي اهو ڪوڙ تہ قصي منجهان سڀ ماڻهو سمجهي سگهن ٿا، پر حديث مان هيءَ ڳالهہ بہ پڪي طرح ثابت ٿي تہ جيڪڏهن صديق اڪبر نبي سائين جي گهر ڏي نہ وڃي ها تہ جڻ عشاء نماز هو پنهنجي گهر ۾ پڙهي ها ۽ نبي سائين جي گهر وڃڻ ڪري انهن سان گڏ نماز پڙهڻ مان گهٽ ۾ گهٽ هي بہ ثابت ٿيو تہ صديق اڪبر جو پٽ زال ۽ ٽي ڄڻا اصحاب صفہ وارا (جن سڀن جو وجود ئي هٿ راڌو آهي) اهي سڀ مانيءَ جي فڪر ۾ وينا رهيا ۽ انهن نبي سائين سان گڏ نماز بہ ڪانہ پڙهي“ هن مضمون ۾ حديث جي صرف ڪراماتي پهلو“ تي مونکي عرض ڪرڻو آهي، نہ تہ متن ۾ بين جهولن جو تفصيل تمام گهڻو آهي، سو ڳالهہ نوٽ ڪرائڻ واري هي آهي تہ ڇئن پنجن ماڻهن جو

ڪاڏو چاليهه پنجاه ماڻهن کي پورو پئجي ويو ۽ اهو ٻه رات جي ويلي لاءِ پچايل ڪاڏو ٻئي ڏينهن جي ماني کائڻ جي وقت تي ايندڙ ماڻهن کي پاروتو ڪارايو ويو.

ان حديث کانپوءِ واري حديث نمبر 793 آهي جنهن ۾ ڳالهه آهي ته نبي سائين شهر مديني ۾ جمعي ڏينهن جو خطبو ڏئي رهيا هوا ان موقعي تي ڏاڍو ڏڪار پئجي چڪو هئوته دوران خطبي جي هڪ شخص اٿي عرض ڪيو ته سائين ڏڪار سبب گهوڙا مري ويا، ٻڪريون مري ويون، الله کان دعا گهرو ته ڪو مينهن وسائي، پوءِ نبي سائين هٿ مٿي ڪري دعا گهري، ان وقت آسمان شيشي وانگر صاف هئو جنهن تي هڪ ٻه ڪڪر ڪونه هئو، سو دعا گهرڻ ساڻ هوا لڳي انهيءَ گهڙيءَ ڪڪر اچي ويا ۽ آسمان پاڻي وسائڻ لاءِ پنهنجا منهن ڪولي ڇڏيا، اسانجو مسجد کان ٻاهر نڪتا سون ته گهرن تائين پاڻيءَ منجهان جهاڳيندي پهتاسون، ايتري تائين جو سجو هفتو بارش وسي، وري ايندڙ جمعي تي نبي سائين جي سامهون هڪڙو ماڻهو اٿيو ۽ عرض ڪيائين ته بارش جي ڪري گهر ڊهي ويا آهن دعا گهرو ته الله ان کي بند ڪري، نبي سائين کلي ۽ (دعا جي طور چيو ته) حوالينا" يعني ڪڪر ۽ بارش مديني شهر جي چوطرف ٻاهر وسن شهر ۾ نه وسن" راوي ٿو چوي ته مون مٿي نظر ڪئي ته پيغمبر جي ائين چوڻ سان ڪڪر پاڻ مان ٿتي مديني شهر کي ڇڏي چوڌاري گول حلقي وانگر ٻاهر ٿي بينا"

نبوت جي نشانين طور هنن حديثن جي اڳتي واري حديث نمبر 794 کان 796 تائين ٽن عدد حديثن ۾ رسول الله جو معجزو ڏيکاريو ويو آهي ته اهي جمعي جو خطبو مسجد ۾ ڪجيءَ جي هڪڙي ٿڙ کي ٽيڪ ڏيئي بيان فرمائيندا هئا، پوءِ جماعت هڪ ممبر ٺهرائي آندو پاڻ ڪريم جڏهن خطبي ڏيڻ مهل ممبر تي وينا ته اهو ڪجي جو سڪل ٿڙ رسول الله جي جدائي ۾ روئڻ لڳو ٻي حديث ۾ آهي

تہ ننڍي ٻار وانگر روئڻ لڳو ٿي حديث ۾ آهي تہ اهو ٿڙ ڏاچي جي رڙاٽ ڪرڻ وانگر روئڻ لڳو، پوءِ نبي سائين اچي ٿڙ تي هٿ رکي ان کي روئڻ کان بس ڪرائي ۽ پرچايو“

محترم پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض آهي تہ باب علامات نبوت جون هن حديث تائين ڪل پندرنهن حديثون آڻي چڪا آهيون، آئون هاڻي سورهين حديث جي طرف خصوصي طور پڙهندڙن جو ڌيان ڇڪائڻ گهران ٿو جنهن ۾ آهي تہ جناب عمر بن خطاب پنهنجي دور خلافت ۾ سائين کان سوال ڪري ٿو تہ توهان منجهان نبي سائين جو ڪو قول فتني جي معاملي ۾ ڪنهن کي ياد آهي؟ جواب ۾ حذيفہ صحابيءَ چيو تہ مونکي ياد آهي عمر ان کي چيو تہ پيش ڪر! ۽ تون واقعي جرئت وارو آهين تون اهڙي ڳالهہ ڪري سگهين ٿو، حذيفہ ٻڌايو تہ فتنة الرجل في اهله و ماله وجاره تكفرها الصلواة والصدقه والامر بالمعروف والنهي عن المنكر“ يعني ماڻهوءَ لاءِ فتنو ان جا گهر وارا آهن ۽ انجو مال آهي ۽ ان جا پاڙيسري آهن، انهن جي ڪري ماڻهو جن فتنن ۾ پوندو تہ انجو ڏوهہ گناهہ ميٽجي ويندو نماز پڙهڻ سان، صدقي ڏيڻ سان، نيڪي ڪرڻ ۽ برائيءَ کان روڪڻ سان، عمر ان کي چيو تہ مان اهڙي فتنن جي باري ۾ توکان ڪونہ ٿو پڇان بلڪ تون ڪنهن اهڙي فتني جي خبر ٻڌاءِ جيڪو درياءَ، يا سمونڊ جي چاڙهہ ۽ موجن وانگر ڪاهي ايندڙ هجي، جواب ۾ حذيفہ چيس تہ انجو تہ توهان کي ڪوئي خوف نہ هجڻ گهرجي ڇو تہ اهڙي فتني ۽ اوهانجي وچ ۾ هڪڙو وڏو دروازو بند ڪيل آهي عمر پڇيس تہ اهو دروازو کوليو ويندو يا ٽوڙيو ويندو؟ جواب ۾ چيائين تہ اهو ٽوڙيو ويندو ۽ جڏهن اهو ٽوڙيو ويو تہ وري ڪڏهن بند نہ ٿيندو“ يعني اهو دروازو خود عمر پاڻ آهي مجلس ۾ موجود ماڻهو چون ٿا تہ اسان حذيفہ کي چيو تہ ڇا عمر انهيءَ ڳالهہ کي ڄاڻي پيو تہ اهو دروازو خود پاڻ آهي ۽ ان کي قتل ڪيو ويندو؟ جواب ۾

حذيفہ چيو تہ عمر اهڙي تہ پڪي نموني ڄاڻي پيو جيئن اوهان کي پڪ آهي تہ سڀاڻي ڏينهن کان پوءِ رات اچڻي آهي“.(حديث پوري ٿي)
هن حديث ۾ نهايت ئي وڏا حملا ڪيل آهن جناب رسول الله جي قائم ڪيل صالح قرآني معاشري وارن جي مٿان، اهي بہ حديث ناهيندڙن نبيءَ جي پيشن گوئي معرفت ٻڌايا آهن تہ ماڻهو ڇڻ عمر جي خلافت واري دور ۾ ئي پنهنجي گهر وارن جي پاسداري ڪري فتنن ۾ پئجي ويندا هئا، مال ملڪيت جي ميڙي چونديءَ ۾ لالچن ۾ پئجي ويندا هئا ۽ پاڙي وارن جي حقن جي لتاڙ بہ هنن لاءِ ڪوئي مسئلو نہ هوندي هئي، پر اها ڪا وڏي ڳالهہ ناهي اهڙين فتني بازين جي ڏوهہ گناهہ کان بچڻ لاءِ تہ نماز پڙهي ڇڏڻ ئي ڪافي آهي، يا ڪنهن مسڪين کي صدقو ڏئي ڇڏڻ ئي ڪافي آهي، يا وري نيڪيءَ جو حڪم ڪرڻ ۽ برائي کان روڪڻ جو عمل ئي ان کي ميٽي سگهي ٿو، محترم پڙهندڙ ماڻهن کي اپيل آهي تہ هو غور ڪن تہ هي حديث ناهڻ وارن هن حديث جي اندر ڪيڏو تہ حملو ڪيو آهي جو خود عمر جي زباني لکيو اٿن تہ ليست هذه يعني اهي تہ معمولي ڳالهيون آهن، آئون اجا ڪا وڏي فتني واري ڳالهہ پڇڻ گهران ٿو، يعني ماڻهو گهر، اولاد مال ملڪيت جي ميڙڻ لاءِ ناجائز حربا اختيار ڪن، پاڙي وارن سان زيادتيون ڪن، عمر کي انهن جو تہ الڪوئي ڪونهي اجا بہ ڪا وڏي فتني واري ڳالهہ ٻڌائي وڃي، !!! هن حديث ۾ صاف طريقي سان ڪليي نموني الزام هنيو ويو آهي تہ امت مسلمہ، پيغمبر جي وفات کان پوءِ ترت ئي مال ملڪيت جي هوس ۾ پاڙي اوڙي جي حقن جي لتاڙ ۾ ڪاهي پئي، جيئن امام بخاريءَ ڪتاب التفسير جي اندر سورت الانبياء ۽ سورة مائده جي اخير ۾ حديث آندي آهي تہ قيامت جي ڏينهن رسول الله جي سامهون ملائڪ اصحاب رسول کي گرفتار ڪري دوزخ جي طرف وٺي ويندا، انتي رسول پڪاريندو تہ هي تہ منهنجا اصحابي

آهن جواب ۾ ملائڪ چوندا تہ توهان کي خبر ناهي تہ توهان کان پوءِ
هنن ڪهڙا نوان ڪرتب ڪيا ۽ جڏهن کان توهان هنن کان جدا ٿي
ويا هئا تہ هي هميشہ لاءِ پوءِ مرتد ٿي ويا هئا (نعوذبالله) محترم
پڙهندڙ پيارو اوهان ڏٺو تہ امام بخاري اصحاب رسول جي معاشري
جو جيڪو فوٽو هن حديث ۾ ڪڍي ڏيکاريو آهي جو شروع ۾
پندرهن حديثون نبوت جي نشانين واريون ڪراماتي ۽ معجزاتي
طريقي سان ڳالهيون ڪري ڪري سورهين نمبر تي نڪاءُ سان
اهڙي حديث آندائين جو عمر جهڙي ماڻهوءَ کان ان ۾ اقرار
ڪرايائين تہ ماڻهن جي گهر وارن جي طرفداري يا انهن سان بہ
زيادتي، ملڪيت ميڙڻ ۽ پاڙي وارن جي حقن خلاف ڦرلٽ ڪرڻ،
اهڙي قسم جا فتنا تہ معمولي ڳالهہ آهي، اجا ڪنهن وڏي فتني جي
ڳالهہ ٻڌاءِ“ آئون هتي نبي سائين طرف نسبت ڪيل پاڻي جي اٿاٽ
مهل پيالي پاڻيءَ ۾ آنگرين وجهڻ ساڻ آنگرين منجهان ايترو پاڻي
وهڻ جو سون هزارن جو لشڪر بہ پاڻي پي وجي انن گهوڙن کي بہ
پاڻي پيارين ۽ پنهنجا سپ ٽانو پري ڇڏين اهڙن ڪرتبن کي نبوت
جي علامت، نشاني ۽ دليل طور مڃڻ ۽ قبول ڪرڻ کي غلط قرار
ڏيان ٿو، نبوت جو وڏي ۾ وڏو دليل هي اعلان آهي تہ إِنِّي عَبْدُ اللَّهِ آتَانِيَ
الْكِتَابَ وَجَعَلَنِي نَبِيًّا (30_19) يعني آئون الله جي حڪمن تي هلڻ وارو
انجو ٻانهو آهيان منهنجي پروگرام ۾ بين جي قانونن جي ملاوٽ
قبول نہ ڪئي ويندي، مون کي جيڪو ڪتاب ڏئي موڪليو ويو
آهي اڳتي لاءِ سپ قانون ان ڪتاب جا هلندا، محترم پڙهندڙ پيارو!
آئون پنهنجي ڳوٺ ۾ تمام ننڍي عمر ۾ ٻالڪپڻي جي هڪ ياد
عرض ڪيان تہ هڪڙو پينو فقير وڏا وار ڪنڌڙيل ڪلهن تائين،
ڇنل ۽ ڦاٽل رنگين ٽر جي لوئي ڪلهن تي گهوڙي تي سوار ڳوٺ
۾ خيرات ونڻ ايندو هئو، پنهنجو نالو بچل شاه ٻڌائيندو هئو، اهو
عام خيراٽ ملڻ جي مقدار کان وڌيڪ مقدار ۾ يعني ٿالهي ان جي

پري ڏيڻ جي شرط تي پنهنجي لٺ مان ڪير ڪڍي ڏيڪاريندو هئو. گوٺ جون عورتون ۽ ٻار ان کي ان ڏٿي سندس اها ڪرامت گهر گهر جي در تي فرمائش ڪري ڏسندا هئا ۽ هو گهر گهر دروازي تي اهو لٺ مان ڪير ڪڍي ڏيکارڻ جو ڪرتب هر فرمائش مهل يعني ٿالهي ان جي پري ڏيڻ مهل ڪيئي پيرا ضرور ڏيکاريندو هئو، ۽ دنيا ۾ اهڙن ڪرتبن جو تمام وڏو تفصيل آهي عقل کي حيران ڪندڙ ٻيا ٻه ڪوڙ مثال آهن، اهڙيون ڳالهيون نبوت جو هرگز دليل ۽ علامت نٿيون ٿي سگهن، امام بخاري جڻ تہ اهي ڪرتب معجزن ۽ نبوت جي علامتن جا ناهي هن سورنهين نمبر واري حديث ۾ ڏماکو ڪڍي ڏيکاريو تہ عمر بن الخطاب جي قتل ڪانپوءِ پيغمبر جي تيار ڪيل قرآني معاشري ۾ فتنن جو ايڏو تہ ليڙو لهي پيو جو جڻ سموندُ اٿلي پيو آهي“

هن باب علامات نبوت ۾ هن حديث ڪانپوءِ چار عدد حديثن ۾ ترڪ قوم سان مسلمانن جي جنگين ڪرڻ جو ذڪر آهي تہ لاتقوم الساعة حتي تقاتلوا قوما نعالهم الشعر وحتي تقاتلوا الترک يعني ايتري تائين قيامت ڪانہ اپندي جيتري تائين .توهان جي اهڙي قوم سان جنگ ٿئي جيڪي وارن واريون جتيون پائيندڙ هوندا ۽ اهي ترڪ هوندا“ هنن حديثن ڪانپوءِ واري حديث نمبر 802 ۾ آهي تہ رسول عليہ السلام جن فرمايو تہ تقات لکم اليهود فتسلطون عليهم ثم يقول الحجر يا مسلم هذا يهودي ورائي فاقتله“ يعني لڙائي ڪندا اوهان سان يهودي پوءِ توهان انهن تي غالب ٿي ويندؤ (۽ ان جنگ دوران) توهان مسلم ماڻهن کي پٿر بہ ٻڌائيندا تہ اي مسلم منهنجي اوٽ ۾ يهودي لکو وينو اٿئي اچ اچي هن کي قتل ڪر“ محترم پڙهندڙ پائرن کي عرض آهي هن حديث کي جيڪو نبوت جي علامت ۽ نشاني طور ٻڌايو ويو آهي تہ يهودين سان جنگ دوران مسلم ماڻهن سان پٿر بہ ڳالهائيندا ۽ انهن کي ڏس ڏيندا تہ يهودي فلان فلان اوٽ ۾ لڪا وينا آهن اچي انهن کي ماريو“ هن حديث نهڻ ڪانوني اچ تائين جي دور تائين يهودين

جي گرم جنگ تہ لڳي ئي ڪانهي سواءِ مصر ۾ ناصر واري زماني جي جنهن ۾ مصر وارن مسلمانن شڪست کاڌي هئي، هاڻي جيڪا فلسطين ۾ اسرائيل سان جيڪا جنگ هلي پئي جنهن جنگ ۾ هن حديث ۾ بيان ڪيل ڪرامت جي ابتڙ پٿرن جو مسلمانن سان ڳالهائي يهودين جو انهنڪي ڏس ڏيڻ ۽ انهنڪي مارائڻ بدران، يهودين ڪي انهنجا خلائن ۾ فٽ فٽ ڪيل مختلف ذاتن وارا سيٽلائيٽ پيا ڏسين ٿا،تہ توهان جو فلان دشمن مسلم ليڊر يا سپاهي هن وقت فلان فليٽ ۾ آهي، فلان هوٽل تي وينو آهي، فلان آفيس ۾ وينو آهي، ۽ فلاڻي پهاڙيءَ جي اوٽ ۾ لڪل آهي وغيره يهودين جا سيٽلائيٽ انهن ڪي انهنجي سين مسلم دشمنن جون فلمون پيا ڏيکارين ٿا، يعني سڀ مسلم ماڻهو هاڻ تہ يهودين جي ٽارگيٽ تي آهن هو جنهن وقت جنهن جو نشانو ونڻ چاهين ان وقت انتي فائر ڪري سگهن ٿا جيئن سوويت يونين خلاف پاڪستان جا مولوي ۽ طالبان امريڪا سان هن رشتي تي گڏجي وڙهيا تہ امريڪا بہ الله ڪي مجي ٿو اسان بہ مجون ٿا انڪري امريڪا اسانجو ياءُ آهي هاڻي اهو ياءُ بغير پائلٽ واري ڊرون جهازن سان مجاهد يائرن ڪي پيو ٿو ماري ۽ مسلم امت جي اڳواڻن جو مٽڪن وارين تسبيحن تي مريدن ۽ مريدياڻين مٿان رعب جهاڙڻ تہ اهي الله ڪي ويجها آهن. نبيءَ جي حديثون انهن ڪي ٻڌائن ٿيون تہ الله اسان تي راضي آهي ۽ پٿر بہ اسان سان ڳالهائيندا تہ توهان جا دشمن فلان فلان اوٽ ۾ وينا اٿو وڃي انهن ڪي ماريو، سو اها حديثن واري پيشنگوئي تہ هن وقت ابتي ٿي پئي آهي، هاڻي تہ فلسطين جي مسلمانن وٽ يهودين جي خودڪار بٽڻ تي مار ڪندڙ هٿيارن جي مقابلي ۾ ڳيرن مارڻ واريون گليليون وڃي بچيون آهن. هاڻي مسلم امت جي عقل مند ماڻهن ڪي هنن حديثن ناهڻ وارن جي ذهنيت ڪي سمجهڻ گهرجي تہ اهي ماڻهو ڪيئن تہ مسلم امت وارن ڪي بيوقوف بنائي انهن ڪي دنيا جي وسيلن اسبابن ۽ سائنسي حرفتن جي تعليم کان انڌو بنائي رهيا آهن ۽ انڌو بڻائي چڪا آهن، آئون مهربان پڙهندڙن جو توجہ هن طرف ڇڪڻ گهران ٿو تہ ڏسو

ڪيئن ته امام بخاريءَ هن قسم جي حديث کي نبوت جي علامتن مان شمار ڪري امت وارن کي ڪوڙي پارسائي جي گھمنڊ ۾ رکي دشمن هٿان موچڙا هڻائڻ گهري ٿو، منهنجي هن رمارڪ تي ڪير ڇرڪ نه پري جو اجان هن حديث کان پوءِ واري حديث نمبر 803 پڙهي ڏسندا جنهن ۾ آهي ته رسول ڪريم جن فرمايو ته ياتي علي الناس زمان يغزون فيقال لهم فيكم من صحب الرسول صلي الله عليه وسلم فيقولون نعم يفتح عليه ثم يغزون فيقال لهم هل فيكم من صحب من صحب الرسول صلي الله عليه وسلم فيقولون نعم فيفتح لهم" يعني ماڻهن تي اهڙو زمانو ايندو جو هو جهاد تي ويندا ته انهن کان دشمن پڇندا ته توهان ۾ ڪوئي اهڙو ماڻهو آهي جنهن کي رسول الله جي صحبت حاصل ٿي هجي ته هو چوندا ته هائو ته مخالف انهن کي چوندا ته بس فتح اوهانجي ٿي اچو هي ملڪ وٺو وري ان کان پوءِ اهڙو وقت به ايندو جو مسلم امت وارا جهاد تي ويندا پوءِ انهن کان مخالف پڇندا ته توهان سان ڪو اهڙو ماڻهو آهي جيڪو رسول الله جي ڪنهن اصحابيءَ جي صحبت ۾ رهيو هجي، مسلم فوج وارا چوندا ته هائو اهڙو به ماڻهو اسان وٽ موجود آهي ته جواب ۾ مخالف انهن کي چوندا ته بس فتح توهان جي ٿي وئي، آيو هي ملڪ اوهانکي- غور ڪيو وجي ته هي حديثون ناهيندڙ قرآن حڪيم جي حڪم ته وَأَعِدُّواْ لَهُم مَّا اسْتَطَعْتُم مِّن قُوَّةٍ وَمِن رِّبَاطِ الْخَيْلِ تُرْهِبُونَ بِهِ عَدْوَّ اللّهِ وَعَدُوَّكُمْ وَآخَرِينَ مِن دُونِهِمْ لاَ تَعْلَمُونَهُمُ اللّهُ يَعْلَمُهُمْ وَمَا تُنفِقُواْ مِن شَيْءٍ فِي سَبِيلِ اللّهِ يُوَفَّ إِلَيْكُمْ وَأَنتُمْ لاَ تُظْلَمُونَ (60_8) جي فلسفه جنگ کي ڪيئن ته مسمار ڪري امت مسلم کي تقدس جي گهمنڊ ۾ ڦاسائي دشمنن هٿان پادر ڪارائڻ گهرن ٿا، ۽ هي انهن ڪوڙن تقدسن کي نبوت جي علامتن مان شمار ڪرائي اهڙين ڪوڙين حديثن سان اهي ته کي قرآن کان جدا ڪرڻ جي سازش پيا ڪن، هونئن ته قرآن ۾ خود پيغمبر جي پنهنجي موجودگيءَ ۾ به جنگين ۾ دشمنن هٿان شڪست کائڻ جون ڳالهيون موجود آهن، اتي دشمن کي نبيءَ جي موجودگيءَ جو شرم وحيا ڪونه آيو جو هو ان سان جنگ نه ڪن!! سو هاڻي نبي جي وفات کانپوءِ نبي جي اصحابين يا وري انهن جي به وفات کانپوءِ اصحابين جي به صحبت وارن جو دشمنن کي اهڙو

تہ احترام ٿئي ٿو جو ھو بغير جنگ جي ملڪ ئي مسلمانن جي حوالي ڪري ڇڏين ٿا، غور ڪجي تہ ڪيترو تہ ھي حديثون گھڙڻ وارا مسلمانن کي بيوقوف ۽ انڌو بنائي دنيا جي دشمنن ھٿان برباد ڪرڻ گھرن ٿا ۽ ھن ڪوڙي حديث کي بہ امام بخاري نبوت جي نشانين واري باب ۾ لکيو آھي.

ھن حديث کان پوءِ واري حديث نمبر 804 ۾ بہ نبي سائينءَ جون پيشنگوئيون لکيون ويون آھن انھن ۾ مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي چوڻ مطابق جيڪا فتح فارس واري پيشنگوئي آھي سان تہ ھنن انھي واقعي کانپوءِ ان فتح کي پيشنگوئيءَ جو اثر بنائي ڇڏيو آھي، يعني ان ۾ جنگ لڙندڙن جو ڪوئي ڪمال ڪونھي صرف نبي جي پيشن گوئيءَ سبب اھا فتح ٿي آھي، يعني جيڪڏھن نبي پيشن گوئي نہ ڪري ھا تہ فتح ڪانہ ٿئي ھا، باقي حديث جي شروع ۾ آھي تہ ھڪڙي ماڻھوءَ نبي سائين جي خدمت ۾ اچي ڏاچيءَ (جي چوري ٿي وڃڻ) جي شڪايت ڪئي ٻئي ماڻھو اچي ڌاڙن جي شڪايت ڪئي“ پوءِ نبي سائين جن عدي کي چيو تہ فان طالت بک حياة لترين الضعينة ترتحل من الحيرة حتي تطوف بالکعبة لاتخاف احدا الا الله، يعني اي عدي جيڪڏھن تنھنجي حياتي ڏگھي ٿي تہ تون ضرور ڏسندين تہ ھڪ ٻڍڙي پوڙھي حيرہ شھر کان مڪي ۾ اچي ڪعبي جو طواف ڪندي ۽ سڄي رستي ۾ ھن کي الله کان سواءِ ڪنھن چور چڪار جو خوف نہ ٿيندو، حديث جي ھنن لفظن ۾ بہ حديث گھڙيندڙ رسول عليہ السلام تي اتڪل سان الزام ھنيو آھي تہ اھي پنھنجي حياتي مبارڪ ۾ چوريون ڌاڙا ختم ڪرائي ۽ امن قائم ڪرائي نہ سگھيا ھئا، انڪري تہ پنھنجي اصحابيءَ کي چيائون تہ جيڪڏھن تنھنجي حياتي ڏگھي ٿي تہ پوءِ تون ڏسندي يعني جيڪڏھن حياتي ڏگھي نہ ٿي ۽ تون جلد مري وئين تہ اھڙو امن وارو دور تون ڪونہ ڏسي سگھندين،

وري هن حديث کان پوءِ حديث نمبر 805 ۾ آهي تہ قداعطيت مفاتيح خزائن الارض واني والله ما اخاف ان تنافسوا فيها" يعني بيشڪ مون کي زمين جي خزانن جون ڪنجيون ڏنيون ويون آهن سو آئون ڊڄان ٿو تہ توهان صرف ان دنيا ۾ ئي نہ لڳي وڃو" هي حديث گهڙيندڙن جناب رسول الله جو پنهنجي ساٿين مٿان قرآني ۽ ديني تعليمات کان هٽي ڪري دولت جي مزن ۾ ڪاهي پوڻ جو شبهو ڏيکاريو آهي، جن نبي جي اصحابن لاءِ قرآن ٻڌائي ٿو تہ وَالسَّابِقُونَ الْأَوَّلُونَ مِنَ الْمُهَاجِرِينَ وَالْأَنصَارِ وَالَّذِينَ اتَّبَعُوهُم بِإِحْسَانٍ رَّضِيَ اللَّهُ عَنْهُمْ وَرَضُوا عَنْهُ وَأَعَدَّ لَهُمْ جَنَّاتٍ تَجْرِي تَحْتَهَا الْأَنْهَارُ خَالِدِينَ فِيهَا أَبَدًا ذَٰلِكَ الْفَوْزُ الْعَظِيمُ (100_9) يعني اهي مهاجر ۽ انصار ۽ انهن جا سهڻي نمونې سان پيروڪار انهن سڀن لاءِ جنت آهي" ڪاڏي منهن قرآن جو تہ ڪاڏي وري مجوسين جي گهڙيل حديثن جو" اڳتي حديث نمبر 806 ۾ آهي تہ اشرف النبي صلي الله عليه وسلم علي اطم من الأطام فقال هل ترون ما اري اني اري الفتن تقع خلال بيوتكم مواقع القطر، يعني نبي سائين جن جبل جي پهاڙين منجهان هڪڙيءَ پهاڙيءَ تي چڙهي فرمايائون تہ جيڪي ڪجهہ آئون ڏسان پيو ڇا اوهان اهو ڪجهہ ڏسو ٿا" آئون اهي فتنا ڏسان پيو جيڪي اوهانجي گهرن جي وچ ۾ ائين پيا ٿيا وسن جيئن مينهن وسندو آهي. غور ڪيو تہ هي حديثون ناهيندڙ ڪيئن تہ نبيءَ جي زبان مبارڪ منجهان پنهنجي اصحابن خلاف انهن کان ڇا تہ چورائي رهيا آهن، پڙهندڙن کي هن حديث کان بہ وڌيڪ ايندڙ حديث نمبر 807 ۾ وضاحت معلوم ٿيندي ملاحظہ فرمايو، ان النبي صلي الله عليه وسلم دخل عليها فزعا يقول لااله الا الله ويل للعرب من شرقد اقترب فتح اليوم من ردم ياجوج وما جوج مثل هذا ويل للعرب من شرقد اقترب فتح اليوم من ردم ياجوج وماجوج مثل هذا وحلق باصبعه وبالتي تليها فقالت زينب فقلت يا رسول الله انهلک وفينا الصالحون قال نعم اذا كثرالخبث زينب بنت جحش روايت ڪري ٿي تہ هڪڙي ڏينهن منهنجي گهر ۾ رسول الله جن خوف جي حالت ۾ داخل ٿيا ۽ هي چئي رهيا هئا تہ لااله الا الله ويل ٿي ويو عربن لاءِ اهڙي تہ برائي ويجهي اچي وئي آهي جو ياجوج ماجوج قوم وارن ديوار ۾ سوراخ ڪدي ورتو آهي، اهو ٻن آڱرين سان گول ناهي ڏيکاريائون بہ، پوءِ مون چيو تہ يارسول الله

ڇا اسان هلاڪ ٿي وينداسون جڏهن ته اسان منجهه نيڪ ٻانها ٻه آهن، جواب ۾ پاڻ فرمايائون ته هائو جڏهن جو برائي گهڻي ٿي ويندي، اڳتي هن حديث سان گڏ پويان امام زهري جي ضميمي طور ٻي به حديث ملائي اٿس ته ام سلمه چيو ته نبي سائين ننڊ مان جاڳيا ته فرمايائون ته سبحان الله رات ڪيترا ته خزانا نازل ٿيا ۽ وري ڪيترا ته فتنا به نازل ٿيا" هاڻي پڙهندڙن کي غور ڪرڻ گهرجي ته جناب رسول عليه السلام جن جي واتان حديثن ناهڻ وارا ماڻهو هي ڳالهيون ٻڌائي ٻڌائي هي ذهن سازي پيا ڪن ته نبيءَ جي دور ۾ سندس ئي تيار ڪيل معاشري جي ماڻهن ۾ دولت گهڻي ايندي ۽ وري هو ان دنياداريءَ جي هوس ڪارين ۾ اچي فتنن منجهه ڪاهي پوندا" هنن حديثن تي منهنجي هن تبصري کي ڪير اکيون ٻوٽي قبول نه ڪري بلڪه اهڙو ماڻهو ايندڙ حديث نمبر 808 پڙهي ڏسي، جيڪا هي آهي ته يأتي علي الناس زمان تكون الغنم فيه خير مال المسلم ليتبع بها شعف الجبال اوسعف الجبال في مواقع القطر يفربدينه من الفتن" راوي چوي ٿو ته پاڻ ڪريمن فرمايو ته ماڻهن تي اهڙو زمانو ايندو جو جنهن ۾ مسلمانن جو بهترين مال ٻڪريون هوندو جو هو انهن کي ڪاهي جبلن جي درن ۾ (وادين ۾) مينهن وسڻ وارن ماڳن تي وڃي رهندا ۽ فتنن کان ڀڄي وڃي پنهنجي دين کي بچائيندا" هاڻي غور ڪيو ته ههڙين حديثن ناهڻ سان هي امام ڪيئن ته امت وارن مسلمانن کي لغور بزدل ڀاڙي بنائي رهيا آهن ته جيئن هو شهر ۽ پنهنجا وسندڙ علائقا ڇڏي وڃي بريٽ ۽ جبل وسائين ته جيئن هنن جي ملڪ تي ڪوئي دشمن ڪاهه ڪري اچي ته هي دين بچائڻ لاءِ جبلن جي غارن وادين ۽ درن ۾ ٻڪريون چاريندا پيا رهن ۽ هنن وارو دين چڻ ته اهڙو آهي جو جيئن ڪير کنهن کان رڍون يا ٻڪريون کسي وڃي" محترم پڙهندڙ پائرو نهايت گهرائيءَ سان هن نام نهاد علم حديث مٿان غور ڪيو، هي علم حديث مسلم امت جي دشمنن امت وارن کي تباهه ڪرڻ لاءِ ترتيب ڏنو آهي آئون هنن حديثن ناهڻ وارن جو کهڙو اندر کولي اوهانکي ڏيکاريان اوهان پاڻ هنن جي حديثن تي غور ڪيو، ترتيب مطابق حديث نمبر 809 ۾ آهي ته ان ابا هريرة رضي الله عنه

قال قال رسول الله ﷺ ستكون فتن القائد فيها خير من القائم والقائم فيها خير من الماشي والماشي فيها خير من الساعي ومن يشرف لها تستشرفه ومن وجد ملجا أو معاذا فليعذبه" يعني ابو هريره روايت ڪري ٿو تہ رسول الله عليہ السلام فرمايو تہ عنقريب فتنا ٿيڻ وارا آهن، انهن فتنن جي زماني ۾ وينل ماڻهو بيٺل ماڻهوءَ کان ڀلو هوندو ۽ بيهندڙ ماڻهو هلڻ واري ماڻهوءَ کان ڀلو هوندو ۽ عام نموني سان هلندڙ ماڻهو اهو ڊڪڻ واري کان ڀلو هوندو، ۽ جيڪو بہ ماڻهو انهن فتنن ڏي جهاتي بہ پائي ڏسندو تہ اهي فتنا ان ماڻهوءَ کي جهٽي وٺندا، سو جيڪو بہ ماڻهوڪا پناهہ جي جڳهہ ۽ نڪاڻو هٿ ڪري سگهي تہ اهو اتي وڃي لڪي پناهہ وٺي هي حديثون ان وقت جون نهيل آهن جڏهن ڊرون سسٽم وارا جهاز اجا ڪونہ نهيا هئا، ڏسو تہ حديثون ناهڻ وارا ڪيئن تہ هٿ ٺوڪين حديثن سان هٿ ٺوڪين فتنن جون ڳالهيون ڪري امت مسلمہ کي موڳو ۽ مجو بڻائي رهيا آهن، قرآني تعليم جي مقابلي ۾ فارسي امامن جي هن علم حديث جو ڪل مقصد ماڻهن کي غلام بنائڻ ۽ غلاميءَ تي راضي رکڻ آهي، مذهبي تعليم جي مدرسن جا مولوي هنن حديثن جون معنائون پنهنجي شاگردن ۽ طالب علمن کي تاويلن واريون سمجهائيندا آهن تہ هي حديثون مسلمانن جي اندروني داخلي فرقن جي پاڻ ۾ اختلافن جي لاءِ ناهيل آهن، جڏهن تہ مسلم امت جي اندر حديثن ۾ ٻڌايل ڪيتريون ئي جنگيون ڏڙي بنديون هٽراڏيون ۽ ڪوڙيون آهن، جيڪي ڪاغذي ۽ افسانوي شاهڪار آهن، چو تہ قرآن حڪيم پاڻ رسول الله جي ساٿين جي جماعت ۽ اصحاب ڪرام لاءِ فرمايو آهي تہ وَأَلَّفَ بَيْنَ قُلُوبِهِمْ لَوْ أَنفَقْتَ مَا فِي الْأَرْضِ جَمِيعاً مَّا أَلَّفْتَ بَيْنَ قُلُوبِهِمْ وَلَكِنَّ اللهَ أَلَّفَ بَيْنَهُمْ إِنَّهُ عَزِيزٌ حَكِيمٌ (8_63). يعني الله، رسول الله جي ساٿين جي دلين ۾ ايترو تہ محبت جو ڳانڍاپو جوڙيو آهي جو اي مخاطب قرآن! جيڪڏهن تون روءِ زمين جي ڌن دولت سموري جا سموري خرچ ڪرين تہ بہ ايترو دلين جو ڳانڍاپو تون انهن جي دلين ۾ ڪونہ ڪري سگهين ها، پر الله تہ انهن جو دليون ڳنڍي ڇڏيون آهن، اهو غالب ۽ حڪمت وارو آهي" باقي رهي ڳالهہ تہ صدين کان جو مسلم امت ۾ فرقہ وارانہ اختلاف آهن، اهي

تہ اسان اڪين سان ڏسون ٿا پيا“ سو اها ڳالهہ آئون ائين ئي مڃان ٿو جيئن اهو سوال ڪيو ويو ٿو، پر اها فرقيواريت علم حديث جي پئداوار ۽ ڪرشمي سازي آهي، جو تہ حديثون ٺاهيندڙن ڪاريگرن اهي. ٺاهيون ئي جدا جدا فرقن ٺاهڻ لاءِ آهن؟ آئون انهيءَ موضوع تي تمام گهڻو ڪجهہ لکي ٻڌائي سگهان ٿو پر هن وقت انهي مسئلي ۾ نهايت ئي مختصر عرضداشت ڪيان ٿو اها هيءَ تہ هن وقت جيترا بہ امت مسلمہ ۾ فرقا آهن انهن سڀن وٽ پنهنجي سچائيءَ لاءِ دليل ۾ جدا جدا حديثون موجود آهن، ديوبندين وٽ جيڪي حديثون آهن اهي بريلوين وٽ ڪمزور ۽ ڪوڙيون آهن ۽ بريلوين واريون حديثون ديوبندي ڪونہ ٿا قبول ڪن، وري شيعن جو علم حديث نماز سميت صفا پنهنجو نرالو آهي، جنهن ۾ نبي سائين جن ڏي نسبت ڪيل حديثون بہ آهن، اهي اهڙيون جو انهن کي غير شيعا قبول ڪونہ ٿا ڪن، وري اهل حديث فرقي وارن جو جهڳوئي نماز سميت جدا آهي، هو بہ ٻين فرقن وارن جون حديثون ڪونہ ٿا مڃين.۽ اهي سڀني فرقن وارا انهن حديثن جي دليلن سان نمازون بہ جدا جدا پڙهن ٿا، اهل حديث فرقي وارا تہ منيءَ کي پاڪ مڃيندا آهن، انهن وٽ ان جي ڪپڙن کي لڳڻ سان ڪپڙو پليت نہ ٿيندو آهي ان ڪري بہ ٻين فرقن وارا انهن جي پنيان نماز نہ پڙهندا آهن تہ ڪاٿي انهن جا ڪپڙا منيءَ لڳل نہ هجن“ سو مون عرض ڪيو تہ امت مسلمہ ۾ فرقن جي وڏي لوڏ علم حديث جي پيدا ڪيل آهي، هونئن نہ تہ قرآن حڪيم ان مسئلي ۾ صاف صاف حڪم ڏنو آهي تہ وَاعْتَصِمُواْ بِحَبْلِ اللّهِ جَمِيعًا وَلاَ تَفَرَّقُواْ ... (3_103) يعني الله جي ڏنل دين کي مضبوطيءَ سان سڀ جو سڀ چنبڙيا رهو ۽ پاڻ ۾ فرقا نہ بنايو. پر قرآن جي هن حڪم جي مقابلي ۾ هڪ حديث مشهور آهي تہ منهنجي امت ۾ ٻاهتر فرقا ٿيندا هڪڙو انهن مان بهشت ۾ ويندو باقي سڀ دوزخ ۾. علم حديث ۾ امت جي اختلاف کي بہ رحمت سڏيو ويو آهي، پر اختلاف کي قرآن حڪيم بچڙو ٿو سڏي تہ وَلَوْ كَانَ مِنْ عِندِ غَيْرِ اللّهِ لَوَجَدُواْ فِيهِ اخْتِلاَفًا كَثِيرًا (4_82) يعني قرآن جيڪڏهن الله کان سواءِ ڪنهن ٻئي وٽان اچي ها تہ ان ۾ ڪوڙ سارا اختلاف هجن

ها (جيئن علم حديث کي وحي غير متلو سڏڻ باوجود ان ۾ اختلاف آهن) جاڻڻ گهرجي ته ختم نبوت جي منڪر فرقي قاديانين وٽ به پنهنجي تائيد ۾ حديثون موجود آهن، آئون هي مضمون هن دعوي سان لکي رهيو آهيان ته مروج علم حديث اسلام ۽ مسلمانن جي دشمنن جو ايجاد ڪيل آهي، ۽ جيئن هي حديثون امام بخاري جي ڪتاب علامات النبوت منجهان نوٽ ڪري رهيو آهيان اوهان ڏٺو ته باب جي شروعات ۾ بخاري صاحب معجزن واريون حديثون نبيءَ جي آڱرين منجهان پاڻيءَ جا چشما وهائي ڏيکاريا جو اجايل سون هزارن لشڪر وارن کي پاڻي ملي ويو ۽ بن چئن ماڻهن جي ڪاڌي برابر ماني پنجاه سٺ ستر ماڻهن جي پيٽ پري ڪائڻ جيتري وڌي وئي، بخاريءَ اهڙيون حديثون آٽي آٽي وري اچي بينو ته پاڻ نبي ڪريم جن ڏٺو ته اصحابن جي گهرن تي فتنا ائين پيا ٿا وسن جيئن ڪو مينهن وسندو هجي، وري حديثون آندائين ته اهڙن فتنن ۾ شهر ۽ گهر ڇڏي وڃي جبل وسايو" هاڻي هيءَ حديث انهيءَ ساڳئي باب علامات نبوت منجهان نمبر وار 810 پڙهي ڏسندا ستڪون اثرة واموءا تنڪرونها قالوا يارسول الله فماتامرنا قال تؤدون الحق الذي عليڪم . تسألون الله الذي لڪم" يعني جلد اهو وقت اچڻ وارو آهي جو اوهان جي مقابلي ۾ بين کي ترجيح ڏني ويندي، ۽ اهڙيون به ڳالهيون ٿينديون جنکي اوهان پسند نه ڪندا" اصحابن عرض ڪيو ته اهڙي صورتحال ۾ اسانجي لاءِ ڪهڙو حڪم آهي اي الله جا رسول! جواب ۾ فرمايائون ته جيڪي ماڻهن جا اوهانڏي حق هجن اهي انهن کي اوهان ادا ڪيو، ۽ جيڪي ماڻهن جي طرف اوهانجا حق هجن ته اهي (بجاء انهن کان ونڻ جي) الله کان گهرو" هاڻي پڙهندڙ صاحب هنن حديثن تي غور ڪن ته ڇا مسلم امت وارن کي هن کان وڌيڪ پاڙيو ڪمزور لغور بنائڻ لاءِ بيون ڪهڙيون نصيحتون ٿي سگهن ٿيون" هنن حديثن ناهيندڙن جي اسلامي قيادت ۽ امت وارن سان دشمني کي ههڙين حديثن کان وڌيڪ ڪي بيا سنگ ته ڪونه ٿيندا آهن، جو هيءَ به حديث ناهي اٿن ته عن ابي هريرة رضي الله عنه قال قال رسول الله ﷺ هلڪ الناس هذا الحي من قريش قالوا فماتا مرنا؟ قال لو ان الناس اعتزلوهم

(باب علامات النبوة) يعني ابو هريره روايت ڪري ٿو ته رسول الله عليہ السلام جن فرمايو ته عام ماڻهن کي ته هي قبيلي قريش وارا ماري ڇڏيندا“ صحابہ ڪرام عرض ڪيو ته پوءِ توهان ان مسئلي ۾ ڇا حڪم ڏيو ٿا جواب ۾ فرمايائون ته جيڪر ته ماڻهو هنن کي جدا ڪري ڇڏين“ هن حديث کي پڙهي پوءِ ڪير ٻڌائي ته ان دور جي پوري اسلامي قيادت جيڪا خود جناب رسول عليہ السلام جن سميت قريشن وٽ هئي يعني نبي سائين جن پاڻ بہ قريش هوا، ته پوءِ هيءَ حديث مدني دور نبوت جي ڪهڙن قريشن کان ماڻهن کي بائيڪات ڪرڻ سيکاري رهي آهي؟“!! ۽ جڏهن ته مکي جي سردارن واري قريش قيادت جنگ بدر ۾ قتل ٿي چڪي هئي،

# ديني تعليم جي نصاب ۽ ڪورس لاءِ الله جي رهنمائي

## قرآن ۾ تعليم جي اهميت

هر ملڪ قوم ۽ انساني معاشري لاءِ انهن جي رياستي مشنري ۽ اسٽيٽ سروس جي ڪاتن ۽ محڪمن منجهان دفاعي ڪاتي ۽ جنگي محڪمي جي تعليم جي بہ تمام وڏي اهميت هوندي آهي ڇو تہ مملڪت جي بقا ۽ مضبوطيءَ جو دارو مدار انهيءَ ڪاتي تي هوندو آهي، قرآن حڪيم ۾ غور ڪبو تہ انجي سورتن انفال ۽ توبہ ۾ الله پاڪ رياست جي حاڪمن ۽ فرمانروائن کي دفاعي مسئلن جنگي حڪمت عملين جي جيڪا تعليم ۽ سکيا ڏني ٿو تہ ان موضوع جي لڳ ڀڳ پڇاڙيءَ ۾ يعني سورت توبہ جي آيت نمبر هڪ سؤ ٻاويهہ ۾ يڪدم هلندڙ جنگي هدايتن واري سکيا جي وچ ۾ جڻ تہ اوچتو اڳئين موضوع کان جدا هيءَ رهنمائي فرمائي تہ وَمَا كَانَ الْمُؤْمِنُونَ لِيَنفِرُوا كَافَّةً فَلَوْلَا نَفَرَ مِن كُلِّ فِرْقَةٍ مِّنْهُمْ طَائِفَةٌ لِّيَتَفَقَّهُوا فِي الدِّينِ وَلِيُنذِرُوا قَوْمَهُمْ إِذَا رَجَعُوا إِلَيْهِمْ لَعَلَّهُمْ يَحْذَرُونَ (9_122) يعني مؤمنن کي نہ جڳائي جو هو سڀ جو سڀ جنگين ۾ ڪاهي پون، پوءِ ڇو نہ انهن جي هر هر جماعت منجهان گروهہ منجهان، هڪ هڪ حصو هن ڪم لاءِ تيار ٿي نڪري جو هو دين جي تعليم حي، قانون جي سمجهہ حاصل ڪن، پروڙ حاصل ڪن، فقہ ۽ تفقہ پرائن ۽ انهيءَ تعليم سان ڏيڄارين پنهنجي قوم وارن کي جڏهن (تعليم ڪامل ڪرڻ کان پوءِ) موٽن انهن ڏي (آيت جو خلاصو پورو ٿيو) لفظ دين، قانون، حساب، انصاف ۽ عدالت جي معنائن ۾ قرآن اندر استعمال ٿيو آهي،

قرآن حڪيم هن آيت ڪريمہ ۾ تفقہ في الدين جو جملو استعمال فرمايو آهي جنهن کي جيڪڏهن ديني فقہ چئجي تہ بہ ڳالهہ ساڳي ٿئي ٿي لفظ فقہ جي معنيٰ بہ هيءَ ثابت ٿي تہ، سمجهہ ۽ پروڙ – هاڻ قرآن حڪيم جيڪا سکيا تصريف آيات واري ڏس ۽ هنر سان ڏيندو آهي ان مطابق ڏسجي تہ تفقہ في الدين يعني ديني فقہ، ڪيئن ۽ ڪٿان حاصل ٿيندو، اڃا بہ هن طرح تہ دين جي سمجهہ، دين جي تعليم، دين جو فقہ ڇا آهي ۽ اهو ڪنهن کان حاصل ڪيو ويندو،

انهيءَ سوال کي حل ڪرڻ لاءِ يا چئو تہ ديني تعليم جي نصاب سليبس جو قرآن حڪيم ڏس ڏئي ٿو تہ انظُرْ كَيْفَ نُصَرِّفُ الآيَاتِ لَعَلَّهُمْ يَفْقَهُونَ (6_65) يعني اي قرآن پڙهندڙ، اي مخاطب قرآن! ڏس ۽ سوچ ڪر تہ اسان ڪيئن نہ قرآني آيتن کي ڦيرائي ڦيرائي ورائي آڻيون ٿا هن مقصد لاءِ تہ پڙهندڙ سمجهي سگهن، ٻئي هنڌ بہ اها ساڳي سمجهاڻي هنن لفظن ۾ بيان ڪئي وئي تہ قَدْ فَصَّلْنَا الآيَاتِ لِقَوْمٍ يَفْقَهُونَ (6_98) يعني بيشڪ اسان تفصيل سان کولي کولي بيان ڪيو آهي قرآني آيتن کي هر اهڙي قوم وارن لاءِ جيڪي سمجهن، هتي هنن ٻن مثالن، دليلن چئو تہ سمجهائي ڇڏيو تہ ديني فقہ جي تعليم جو مآخذ ۽ اصل صرف ۽ صرف فقہ القرآن آهي" قرآن حڪيم پنهنجي هن ڏس ۽ دعويٰ جو دليل ۽ ثبوت بہ سمجهائي ڏنو آهي تہ فقہ القرآن چو ۽ ٻيا مجوسي دنيا مان آيل امامن جي گهڙيل خلاف قرآن روايتن مان ناهيل فقہ چو نہ" پهريون دليل هي تہ أَفَغَيْرَ اللّٰهِ أَبْتَغِى حَكَمًا وَهُوَ الَّذِى أَنزَلَ إِلَيْكُمُ الْكِتَابَ مُفَصَّلاً (6_114) (خلاصو) يعني الله ۽ ان جي ڪتاب قرآن کانسواءِ آئون ڪنهن کي بہ پنهنجو فيصلا ڪندڙ جج ۽ حڪمران تسليم نہ ڪندس، اها الله جي ذات ئي آهي جنهن پنهنجي ڪتاب کي تفصيل سان کولي کولي نازل ڪيو آهي. جيڪي قرآن دشمن ماڻهو قرآن مٿان هي الزام ڏين ٿا تہ هي ڪتاب مبهم ۽ بند قسم جا مسئلا بيان ڪندڙ آهي انهن مسئلن کي هنن جي امامن جي روايتن ۽ فقهن سان انهن مسئلن جو تفصيل ڪيو ويو آهي، سو پهريائين تہ الله قرآن حڪيم جي مٿان اهڙي امامي گروهہ وارن جي الزام جو جواب ڏيندي فرمائي ٿو تہ وَنَزَّلْنَا عَلَيْكَ الْكِتَابَ تِبْيَانًا لِّكُلِّ شَيْءٍ وَهُدًى وَرَحْمَةً وَبُشْرَىٰ لِلْمُسْلِمِينَ (16_89) يعني اي رسول اسان تنهنجي مٿان اهڙو تہ الڪتاب نازل ڪيو آهي جيڪو مبهم ۽ اجمالي شين کي مسئلن کي کولڻ وارو آهي، جيڪو الڪتاب هدايت، رحمت ۽ خوشخبري آهي، هن ڪتاب کي مڃڻ وارن کي عرض آهي تہ، غور ڪيو وڃي تہ الله پاڪ هن آيت ڪريمہ ۾ قرآن حڪيم جي اهڙي تہ تعريف ڪئي جو دشمن جيڪو الزام ڏين ٿا تہ قرآن مبهم ۽ ڪٽل ناقص ڪتاب آهي، اهڙن قرآن مخالفن کي جواب ڏنو ويو تہ قرآن

ڪتاب پاڻ تہ چئو ۽ پڌرو ڪتاب آهي پر هي ڪتاب جڳ جهان جي منجهيل ۽ مبهم شين کي بہ کولڻ ۽ ظاهر ڪرڻ وارو ڪتاب آهي.
محترم پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض آهي تہ مون جيڪو هي الزام ڏنو آهي تہ علم روايات گهڙيندڙ ۽ پوءِ وري انهن روايتن منجهان پنهنجا فقہ ناهيندڙ مجوسي ڪئمپن مان آيل امام اهي. قرآن جا دشمن آهن ۽ انهن جون سموريون علمي ڪاوشون قرآن حڪيم جي رد ۽ ٽوڙ لاءِ آهن، هونئن تہ هن ڪتاب جي گذريل مضمونن ۾ اهڙا مثال مون ڪوڙ سارا آڻي بہ چڙيا آهن پر هن مضمون ۾ ڪيل دعويٰ، جي مناسبت سان بہ هڪ مثال عرض ڪري چڙيان تہ چڱو ٿيندو" قرآن حڪيم سورت النساء جي آيت نمبر ٽيويهہ ۾ جن حرام ڪيل شادي وارن رشتن جو تفصيل بيان ڪيو ويو آهي انهن رشتن منجهان رضائي ماء يعني ٻار جنهن حقيقي ماءُ کان سواءِ ڪنهن ٻي عورت جي ٿڃ پيئي ۽ اها ڇوڪري يا ڇوڪرو جيڪي پاڻ ۾ ٿڃ شريڪ آهن يعني گڏ ٿڃ، پيئڻ جي ڪري پاءُ ڀيڻ ٿيا آهن تہ قرآن حڪيم صرف انهن ماءُ ڀيڻ جي رشتن کي حرام قرار ڏنو آهي، پر اوهان مان ڪوبہ علم حديث کي اٿلائي پٿلائي ڏسي تہ اوهان کي ڪوڙ ساريون حديثون ملنديون جن ۾ انهن ٻن رشتن کان سواءِ ٿڃ جي ڀهاني سان ٻين نسبي بنيادن تي حرام ڪيل سڀن رشتن کي بہ ٿڃ جي ڀهاني حرام قرار ڏنو ويو آهي. امام بخاريءَ تہ باقائدي طور ڪتاب النڪاح ۾ هڪ باب ٻڌو آهي تہ يحرم من الرضاعة مَا يحرم من النسب يعني نسبي بنيادن تي حرام بنايل رشتا، اهي ساڳيا ٿڃ پيئڻ پيارڻ وارن مٿان بہ حرام قرار ڏنا ويا آهن، هن باب جو نمبر 50 آهي" محترم پڙهندڙ پائرو! اهوئي سبب آهي جو الله پاڪ امت وارن کي انهن جي تعليم پرائڻ لاءِ قرآني فقہ کي تعليم جي نصاب طور مقرر فرمايو جنهن جا دليل اوهان هن مضمون ۾ پيش ڪيل ٽن آيتن جي حوالي سان پڙهي آيا"

پر جيڪي اهل علم ماڻهو توري نہ ڇاڻ رکندڙ آهن اهي سڀئي ڄاڻن ٿا تہ دين اسلام جي نالي تي قائم ڪيل سڀني مدرسن ۾ مسلم امت جي نئين نسل کي پهرين ٻي ٽين صدي جي مجوسي ڪئمپن منجهان درآمد ڪيل امامن جي گهڙيل فقهن ۽ قرآن جو رد ڪندڙ حديثن وارو علم پڙهايو ويندو آهي ۽ صدين ڪانوني ديني تعليم جي نصاب منجهان حياتيءَ جي ضرورتن ۽ اصلاح لاءِ قرآني علم مان مسئلا ٻڌائڻ مٿان بندش آهي، مدرسن جي مولوين جو چوڻ هي آهي تہ قرآن منجهان اڄ تائين جيڪو علم ۽ مسئلا انهن جا امام پروڙي ڪري لکي ويا آهن، هاڻي انهن جو ئي لکيو، اهوئي دين اسلام آهي، انهن امامن ڪانپوءِ جي ماڻهن کي قرآن منجهان ديني مسئلا حاصل ڪرڻ جي بندش آهي“ جيڪو قرآن ڪل ڪائنات ۽ انسان ذات لاءِ مليو آهي ان کي هنن ڏهن ٻارهن امامن لاءِ مخصوص ڪري ڇڏيو آهي. اها بندش انهن هن ڪري وڌي آهي جو انهن جي امامن ڪان انهن جا فقہ عالمي سرمايہ دارن ۽ جاگيردارن قرآن جي معاشي نظريي تہ جيڪو ڪمائي اهو اوتروئي لهڻي ۽ ضرورت ڪان متي ملڪيت ناهي رکڻي ۽ ضرورتون سڀ برابريءَ جي بنيادن تي هجن. (53_39) (2_219) (41_10) انهن قرآني آيتن خلاف اهي سڀ اماي فقہ نهرايا ويا آهن توڻي ڪٽي هن ڪتاب جي شروع ڪانوني قرآن کي رد ڪندڙ حديثن جا مثال ڪوڙ سارا لکي بہ آيو آهيان پر هن مضمون جي مناسبت سان بہ امام مافيا وارن جو اهڙو مثال پيش ڪرڻ مناسب سمجهان ٿو پوءِ فيصلو پڙهندڙ مهربان پاڻ ڪن تہ هي حديثون ٺاهيندڙ امام ۽ انهن منجهان فقہ ٺاهڻ وارا امام ڪهڙي سوچ ۽ ذهنيت رکندڙ آهن.

امام بخاري پنهنجي ڪتاب ۾ هڪ ڪتاب، ڪتاب الحيل جي نالي سان لکيو آهي انجي باب نمبر 1055 ۾ حديث آهي جنهن جو نمبر.1856 آهي ان ۾ هن ڪنواري ۽ رنڊ عورتن جي نڪاح مهل انهن جي اجازت ڏيڻ جي ڪيفيت متعلق ڳالهہ لکي آهي ان حديث جي پڄاڻيءَ تي امام بخاري قال بعض الناس جي جملي يا حوالي سان لکيو آهي تہ فاحتال رجل فاقام شاهدي زور انهاتزو جها برضا

ها فاثبت القاضي نكاحها والزوج يعلم ان الشهادة باطلة فلاباس ان يطاها وهو تزويج صحيح. يعني كنهن ماڻهو حيلو ڪري ٻہ ڪوڙا شاهد آڻي عدالت ۾ پيش ڪيا تہ ان هن عورت سان شادي ڪئي آهي هن جي رضامندي سان، قاضيءَ شاهدن جي بيان تي نڪاح ثابت ٿيڻ جو فيصلو ڏئي ڏنو جڏهن تہ دعويدار مرد ڄاڻي ٻہ پيو تہ ان اهي شاهد ڪوڙا پيش ڪيا آهن انهي هوندي بہ امام بخاريءَ هي فتوي نقل ڪئي آهي تہ مرد تي ڪوبہ حرج ڪونهي هو ان عورت سان همبستري ڪري سگهي ٿو ۽ اها شادي صحيح آهي" پڙهندڙ مهربانن جي خدمت ۾ اطلاع لاءِ عرض آهي تہ حنفي فقہ جي ڪتاب هدايہ واري ڪتاب النڪاح ۾ اها ساڳي ڳالهہ امام ابو حنيفي جي حوالي سان لکي آهي تہ ان وٽ بہ اهڙن ڪوڙن شاهدن سان اهڙو نڪاح ۽ شادي ثابت ٿي ويندي ۽ مرد کي اجازت آهي تہ هو اهڙي فيصلي ڪان پوءِ عورت سان جماع ڪري سگهي ٿو، مسلمان پائرو! موجوده ديني مدرس ۾ امامي علمن وارو نصاب تعليم اهو اٿو ۽ اهي اٿو امامي فقهي فيصلا- سوچڻ جهڙي ڳالهہ آهي تہ جيڪي حديثن ۽ فقهن ناهڻ وارا ههڙا امام، مسلم امت وارن جي نڪاحن ۽ .معاشرتي مسئلن ۾ ڪوڙين شاهدين سان عورتن جون لڄون لٽائڻ کي جائز ڪوٺڻ وارا فقہ ناهڻ وارا، انهن امامن پنهنجي گهڙيل حديثن ۽ فقهن سان قرآن جي سياسي علمي رهنمائي وارين انقلابي ۽ اصطلاحي لفظن صلوة، زڪواة، حج، صوم، انهن جون معنائون ۽ تعبيرون ڪيئن نہ بگاڙيون هونديون، جيڪي امام مسلم امت جي ننگن لڄن ۽ عزتن جا دشمن آهن انهن ماڻهن انسان ذات جي محافظ ڪتاب قرآن جي تعبيرن سان ڏسو ڇا تہ حشر ڪيو آهي ڇو تہ انهي قرآن ئي حڪم ڏنو آهي تہ لاَ يَحِلُّ لَكُمْ أَن تَرِثُواْ النِّسَاء كَرْهًا (4_19) يعني ناهي حلال اوهان لاءِ جو اوهان عورتن مٿان پنهنجي زور زبردستيءَ سان وارثي ڄمايو" پر توهان هت ڏنو تہ امام بخاري ۽ امام ابو حنيفي ڪيئن تہ ڪوڙن شاهدن سان ڪهڙي تہ قرآن حڪيم جي مٿين آيت خلاف فتويٰ ڏئي ڇڏي"

## سيئي فرقا ۽ انهن جا امام قرآن جا انڪاري آهن

### قرآن واري صلوة

محترم پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض آهي تہ قرآن حڪيم جو نهايت اهم اصطلاحي لفظ صلوة اهو پنهنجي ماقابل مابعد جي تناظر ۾ پڙهيو وڃي تہ انجي اصل معنيٰ ۽ مفهوم هڪ نظام مملڪت هلائڻ وارو ثابت ٿيندو نظر ايندو، جڏهن تہ مسلم امت جا هڙيئي فرقا ۽ انهن جا امام جن جي فرقن جو علمي فڪري دارو مدار خلاف قرآن روايتن تي آهي انهن سڀن وٽ لفظ صلوة جي معنيٰ حڪومتي نظام جون ڊيوٽيون سرانجام ڏيڻ بدران موجوده مروج گهرن ۽ مسجدن ۾ پڙهي ويندڙ نماز مراد آهي، جنهن جو حڪومتي نظام هلائڻ سان ڪوبہ تعلق ناهي. هتي آئون جملو معترضو عرض ڪيان ٿو تہ انهيءَ سڄي رولي جو بنياد هن ڳالهہ تي آهي تہ الله عزوجل پنهنجو هي آخري ڪتاب پنهنجي آخري نبي جي معرفت دنيا ۽ ڪائنات جي حڪومتي نظامن هلائڻ لاءِ هڪ منشور ۽ ميني فستوجي صورت ۾ موڪليو ۽ پنهنجي رسول کي حڪم ڏنائين تہ إِنَّا أَنزَلْنَا إِلَيْكَ الْكِتَابَ بِالْحَقِّ لِتَحْكُمَ بَيْنَ النَّاسِ بِمَا أَرَاكَ اللَّهُ وَلَا تَكُن لِّلْخَائِنِينَ خَصِيمًا (4-105) يعني اسان تنهنجي مٿان هي ڪتاب حق وارو نازل ڪيو آهي تہ تون ماڻهن ۾ قرآني بصيرت سان حڪومت هلاءِ ۽ خيانت باز ماڻهن جي پر نہ ڪڇجانءِ هن آيت ڪريمہ ۾ خائن ۽ خيانت ڪندڙ جاگيردارن ۽ سرمايہ دارن کي سڏيو ويو آهي ڇو تہ اهي ٻئي مفت خور طبقا خيانتن جي ئي حرفتن سان پورهيتن جي محنتن جو استحصال ڪندا آهن جن جي بل بوتي تي هو هلي هلي جاگيردار ۽ سرمايہ دار بڻجي ويندا آهن، سو انهيءَ ڦورو طبقي ئي هن آخري منشوري ڪتاب قرآن مان جان ڇڏائڻ لاءِ خانقاهيت، پاپائيت ۽ امامت جي اسڪولن ۽ عهدن کي جنم ڏنو ۽ انهن جي هٿان قرآن جون اصلي انقلابي ۽ سياسي هدايتن وارين اصطلاحن جون معنائون بدلرائي رهبانيت واريون معنائون مشهور ڪرايون آهن، (هت جملي معترضي کي ختم ڪيون ٿا.) لفظ صلوة جي اصلي

۽ لغوي معنيٰ بہ قرآن حڪيم پاڻ ٻڌائي آهي تہ تابعداري ۽ پيروي ڪرڻ پويان پويان گڏ گڏ هلڻ جنهن لاءِ فرمايائين تہ فَلَا صَدَّقَ وَلَا صَلَّىٰ وَلَٰكِن كَذَّبَ وَتَوَلَّىٰ (75-31) يعني انهي قرآن ٻڌندڙ، قرآن جي نہ تصديق ڪئي ۽ نہ ئي وري انجي پيروي ڪئي. پر ان تہ قرآن کي ڪوڙو سڏيو ۽ (بجاءِ پيروي ڪرڻ جي) پٺي ڏئي هليو ويو. هن آيت ۾ قرآن حڪيم ادب ۽ بلاغت جي فن تقابل جي ذريعي صلي ۽ تولي کي آمهون سامهون آڻي صلي لفظ جي اصل معني سمجهائي ڇڏي. اڳتي قرآن حڪيم لفظ صلوة کي جيڪو بجاءِ اصطلاح جي طور تي ملڪي نظام، رياستي نظام ۽ رعيت لاءِ سياسي نظام جي ڏيوٺين واري معنيٰ ۾ ڪتب آندو آهي تہ اهڙي استعمال کي هر هنڌ اوهان جڏهن صلوة کي ڏيوٺين جي معنيٰ ۾ سمجهڻ جي سوچ ڪندا تہ اها معنيٰ بہ پنهنجي اصل لغوي معنيٰ سان مڪمل طور موافق ۽ متشابہ بہ نظر ايندي. هن حقيقت کي سمجهائڻ لاءِ عرض آهي تہ اوهان سورت العلق جي آيت نمبر 6 کان 10 تائين پڙهي ڏسو تہ انسان جڏهن سرمايہ داريءَ جي چائنٽ تي قدم رکي ٿو تہ سرڪشي ۾ اچي يَنْهَىٰ عَبْدًا إِذَا صَلَّىٰ (96-10) هو انهيءَ ماڻهوءَ کي منع ڪري ٿو روڪي ٿو جيڪو نظام صلوة جي لاءِ ڪجهہ بہ ڪردار ادا ڪري ٿو. هنن آيتن ۾ جيڪڏهن صلي جي معنيٰ نماز ڪئي ويندي تہ ان سان قرآن ڪوڙو ٿي پوندو. ڇو تہ سين مل مالڪن پنهنجي ڪارخانن ۾ مسجدون نهرائي انهن ۾ پگهارن تي نمازن پڙهائڻ لاءِ مولوي رکيا آهن بانگن ڏيڻ لاءِ بانگا رکيل آهن، هاڻي اهي ڪارخانن جي مسجدن جا پيش امام مولوي جيڪڏهن اقيموا الصلواة جي معنيٰ بجاءِ نماز جي نظام مملڪت ٻڌائيندا سو بہ اهڙو جو ان ۾ اٰتوالزکوة سان رعيت جا سڀ معاشي مسئلا حل ٿين تہ پوءِ يقين سان اهو مل مالڪ ۽ ڪارخاني دار مولوي صاحب کي پهرين تقرير تي ئي انکي ٽپڙ گول ڪرائيندو. ڪنهن بہ سرمايہ دار جي اهڙي عمل کي قرآن هنن لفظن سان سمجهايو آهي تہ أَرَأَيْتَ الَّذِي يَنْهَىٰ عَبْدًا إِذَا صَلَّىٰ (10_96) لفظ صلي ۽ اصطلاح صلوة جن هن نظام معيشت واري مفهوم جي ثبوت لاءِ پڙهي ڏسندا. قَالُوا يَا شُعَيْبُ أَصَلَاتُكَ تَأْمُرُكَ أَن نَّتْرُكَ مَا يَعْبُدُ آبَاؤُنَا أَوْ أَن نَّفْعَلَ فِي

أَمْوَالِنَا مَا نَشَاء (87_11) يعني مدين علائقي جي ماڻهن جناب شعيب عليه السلام کي چيو ته اي شعيب ڇا تنهنجون صلاتون توکي حڪم ڪن ٿيون ته اسان پنهنجي ابن ڏاڏن واريون پوڄاپاٺ واريون رسمي عبادتون ڇڏي ڏيون ۽ تنهنجي صلاتن واري معني ۽ تشريح مطابق اسان پنهنجي مال ملڪيت ۾ به پنهنجي مرضين مطابق خرچ به نه ڪيون؟ هاڻي ڪير هن آيت صلوة جي مفهوم تي سوچي ۽ غور ڪري ته صلوة هڪ طرف ابن ڏاڏن جي موروثي بي مقصد رسمن کي به روڪي ٿي ٻئي طرف ماڻهن جي ڪماين ۽ آمدنين تي به پنهنجو معاشي نظام ڏئي ٿي، جنهن نظام ڏي اشارو ڪندي سورت ماعون ۾ کولي کولي سمجهايو ويو آهي ته ارأيت الذى يكذب بالدين فذالك الذى يدع اليتيم ولايحض على طعام المسكين فويل للمصلين (خلاصو) يعني ڇا توکي خبر ناهي ته الله جي قانونن جي، اوهان جي غلط نظام سبب تڪذيب ٿي رهي آهي جنهن غلط نظام جي ڪري بي سهارا ماڻهو در در تي ڌڪا پيا ٿا کائن ۽ معاشري ۾ ڪوبه اهڙو ذميدار ماڻهو نظر ڪونه ٿو اچي جو انهن محروم بنايل ماڻهن جي ڳيپي ٽڪر جو ڪو بندو بست ڪري، اهڙي صورت حال جي سزا مصلي ماڻهن کي ڏني وڃي اها سزا اهڙي ته هجي جو هنن لاءِ ويل بنجي وڃي جتي به هو وڃن ته انهن کي چور خيانت باز بدڪار سرڪاري خزانن ۾ گهوبيون هڻندڙ الذين هم يرائون ۽ پنهنجي گڊ گورننس ڏيکارڻ لاءِ ڪوڙيون شوبازيون ڪندڙ صرف موون جي سامهون گيهه اٽي ۽ راشن جون ٿيلهيون ورهائي ٽي وين تي فوٽو سيشن جا ڪرتب ڪن پر درپرده اهي سفيد پوش ڌاڙيل يمنعون الماعون عوام لاءِ سرڪاري سامان جي گودامن جا گودام کايو ڄڻ ڪو ڇڏين ٿا

محترم پڙهندڙ پاڻ هن سورت ماعون کي وري وري غور سان پڙهو سوچيو ڏسو هن معاشري جي بي سهارا ڪمزور نادار ماڻهن کي جڏهن وک وک تي ڌڪا ملن ڌڪا ملن قانون جي پيچڪري عام ٿي وڃي ماڻهو بکن وِگهي ٻچا ٻار يا ته ننڍي عمر ۾ تعليم ۽ هنر پرائڻ بدران ڪاٿي نوڪر طور رکرا ٿي ڇڏين ٿا يا انهن کي وڪرو ڪيو وڃي ٿو ته اهڙي ابتريءَ واري صورتحال جي ذميواري قرآن حڪيم مصلي ماڻهوءَ مٿان لاڳو ڪئي آهي، قرآن حڪيم جي ان ڏس مان ثابت ٿئي ٿو ته مصلي يعني صلوة قائم ڪرڻ وارو ماڻهو نهايت ڪوئي پاورفل عهديدار آهي جنهن جي اشاري حڪم ۽ چرپر تي معاشري جو لا اينڊ آرڊر وارا انتظامي آفيسر ۽ عدالتن جا جج هڪدم پنهنجي

ذميوارين سنڀالڻ ۾ سڀ جو سڀ اٽينشن ٿيو وڃن ٿا جنهن سان عدل انصاف ۽ خوش حالي جو درو قائم ٿي وڃي ٿو. پر جيڪڏهن قيصر ۽ ڪسري ۽ وياج خور يهودين جي ملي ڀڳت سان جن امام دانشورن فقهن ۽ روايت سازيءَ جي فن سان صلوة جي معنيٰ باه جي پوڄاري مجوسين واري نماز ڪئي آهي ۽ مصلي جي معني نماز پڙهندڙ يا پڙهائيندڙ ڪجي ته مسلم معاشرن ۾ انهيءَ معنيٰ وارا نمازون پڙهائيندڙ مصلي ته پاڻ ئي وتن ٿا لوڙي پاڙي ڪان ملندڙ خيرات جي لولي تي گذر ڪندا. اهڙا مصلي معاشري جي بک ۽ بدحاليءَ جو ڪهڙو مداوو ڪري سگهندا. سورت ماعون يا قرآن حڪيم جا يا ايهاالذين امنوا جي خطاب وارا احڪام اهي سڀ پاور فل حڪمرانن سان تعلق رکن ٿا. سوچڻ جهڙي ڳالهه آهي ته الله پاڪ ڪنهن محتاج ۽ پينو ماڻهوءَ کي ڪيئن چوندو ته اٿي معاشري جي محروم بنايل ماڻهن جي پر گهور لهه!.

محترم پڙهندڙ پائروا صلوة جو لفظ جدا جدا صيغن سان پوري قرآن ۾ 99 نوانوي پيرا جدا جدا ماقبل ۽ مابعد سان آيو آهي انهن سڀن موقعن تي انهن جون معنائون مجموعي طور تي هڪ رياستي نظام سنوارڻ وارين معنائن سان استعمال ٿيون آهن. آئون اهڙا سڀ جو سڀ نوانوي صيغا هت نقل ڪرڻ مشڪل سمجهانٿو. صرف نموني خاطر ڪجهه ڪجهه مثال عرض ڪندو هلان ٿو جيئن پڙهندڙن کي پتو پوي ته امامي گروهن ڪيئن ته قرآن جون معنائون بدلائي قرآن کي هڪ سياسي رهنما ڪتاب بدران تعويذن ۽ ڦيٽڻ وارو ڪتاب بنائي ڇڏيو آهي.

## الزڪوٰة

محترم پڙهندڙ پائروا لفظ زڪوة جي معنيٰ آهي بهتر سامان پرورش دليل لاءِ پڙهو آيت (19. 18) لفظ زڪوة جي بي معنيٰ تعليم ۽ تربيت سان بهتر علم ۽ هدايت وارو ٿيڻ. انهيءَ معنيٰ جي ثبوت لاءِ پڙهي ڏسندا آيت (3_80) ۽ لفظ زڪوة جي وڌيڪ معني ڪردار جي پارسائي به آهي ان لاءِ پڙهي ڏسندا (21_24) (32_53)

منهنجي خيال ۾ قرآن جي حوالن سان هنن صلوة ۽ زڪواة ٻنهي اصطلاحي لفظن جي معنيٰ ۽ مفهوم کي ذهن ۾ رکي پوءِ سورت حج جي هيءَ آيت ڪريمه پڙهندا ته الَّذِينَ إِن مَّكَّنَّاهُمْ فِي الْأَرْضِ أَقَامُوا الصَّلَاةَ وَآتَوُا الزَّكَاةَ وَأَمَرُوا بِالْمَعْرُوفِ وَنَهَوْا عَنِ الْمُنكَرِ وَلِلَّهِ عَاقِبَةُ الْأُمُورِ (41_22) يعني جنکي اسانجو قانون اقتدار ۽ پاور ڏياري زمين ۾ انهن

جي ذميداري ٿيندي هن ڳالھ جي تہ هو پنھنجي مملڪت جو اهڙو تہ نظام (قرآن جي ڏسيل قانون جو) قائم ڪن ۽ ۽ ان جي اهڙي تہ پوئواري ڪن جنھن سان اتوا الزکوة جي رزلٽ ۽ نتيجو ظاهر ٿئي" زڪوة جي معنيٰ کي ذهن ۾ رکندي وري هن آيت (41ـ 22) جي روشني ۾ هيءَ حقيقت ڪلي طرح ثابت ٿي وئي تہ اها صلوة ۽ زڪوة سرڪاري مشنري جي بيوروڪريسي يعني افسر شاهي جي ذميداري آهي" پر علم حديث ۽ امامي فقهن انهن نهايت اهم بنهي قرآني اصطلاحن جو چا تہ حشر ڪري ڇڏيو آهي، انهن اهڙين معنائن ۾ هيرا ڦيريءَ جي عمل ۾ وهابي اهل حديث ديوبندي بريلوي شيعا سني سڀ ڀائيوار آهن صلوة زڪوة جو قرآني مفهوم اڄ ڪلھ ڪنهن بہ امامي فرقي وٽ ڪونهي ڪو انهن فرقن وارن زڪوة ۽ صلوة جي غلط معنيٰ مشهور ڪري امت وارن کي پينا ڳڙ ٻڌائي ڇڏيو آهي. جڏهن تہ صلوة ۽ زڪوة قرآن حڪيم جي علمي يونيورسٽيءَ منجهان اهڙيون تہ وسيع المفهوم اصطلاحون مليل آهن جن جي مٽان قرآن حڪيم جي تصريف آيات واري رهنمائيءَ سان عمل ڪرڻ وارو گروھ سموري ڌرتي واري گولي تي وسندڙ قومن مٽان قائد ۽ فاتح عالم بنجي سگهي ٿو اهو ٿي راز جناب پيغمبر عليہ السلام جي درسي حلقي منجهان انجي تيار ڪيل شاگرد ساٿين سمجهي ورتو هئو تہ انهن کي انسان ذات کي بغير ڪنهن نسلي علائقائي لساني مت ڀيد جي قرآني مسيحائي پهچائڻي ۽ سمجهائڻي آهي. تہ عالمي ڀائيچاري ۽ فلاح جو دارومدار إِنَّمَا الْمُؤْمِنُونَ إِخْوَةٌ فَأَصْلِحُوا بَيْنَ أَخَوَيْكُمْ وَاتَّقُوا اللَّهَ لَعَلَّكُمْ تُرْحَمُونَ (10ـ49) جي قرآني هدايت تي آهي" هن آيت ڪريمہ ۾ انما المؤمنون اخوة جي معنيٰ تہ مؤمن ماڻهو پاڻ ۾ ڀائر آهن هيءَ ڪار گروهي حد بندي ناهي بلڪ هت مؤمن جي اصطلاحي لفظ جي معنيٰ ۽ مفهوم کي سمجهڻ جي ضرورت آهي جيڪا مختصر طور هي آهي تہ مؤمن معنيٰ انقلابي ٽيم جو ممبر — سو دنيا ۾ سدائين لاءِ استحصالي مفت خورن خلاف رب پاڪ جن انقلابي نظريي ۽ فلسفہ کي سمجهندڙ ماڻهن کي رب پاڪ هميشہ لاءِ هڪڙي ڪٽنب ۽ فئملي طور گڏ رکڻ چاهي ٿو جيڪي اهي مؤمن آهن ۽ انهن کي هن آيت ڪريمہ ۾ سمجهايو ويو آهي تہ خيال ڪجو اوهان جي مٿان تمام وڏا بار آهن ۽ دنيا جي ڦورو مڪارن ۽ دجالن جي حرفتن ۽ انقلاب کي سبوتاج ڪرڻ وارين انهن جي فرسوده دقيانوسي علمي ڊڪوسلن کي سمجهنديٰ اوهان کي پاڻ ۾ ڀائر ٿي رهڻو آهي اوهان جي پاڻ ۾ ڀائيچاري ۽ اخوت جو بنياد. اوهان جو مؤمن هجڻ آهي، يعني پوري ڪائنات کي اوهان کي هر دور ۾ هر حال ۾ امن ڏيڻو آهي ۽ امن دشمن طاقتن جي مقابلي ۾ اوهانکي هر وقت عمل جي ميدان ۾ سندرا ٻڌل ٿي ويهڻو آهي. محترم

پڙهندڙ پائرو! پراڻي عالمي سامراج قيصر و ڪسريٰ ۽ وياج خور يهودين جي اتحاد ثلاثہ جڏهن اسلامي انقلابين هٿان پنهنجي شڪست جي سببن متعين ڪرڻ واري تحقيقاتي ٽيم ويهاري هئي تہ انهن جي ريسرچ ۾ قرآن جون هي انتظامي ۽ عبقري اصطلاحون صلوة ۽ زڪواة انهن کي وڏيون اهم ٿي نظر آيون تہ جيڪي عرب قبائلي طور هڪ ٻئي جي رت جا پياسي هئا اهي دنيا جهان جا فاتح ڪيئن ٿيا. پوءِ انهن صلوة ۽ زڪوة جي اصطلاحن کي باقائدي ايڪسري ۽ الٽراسائونڊ ڪيو تہ ان سان انهن کي رڍن چارڻ وارن ۽ ڏاچين چارڻ وارن جي فاتح عالم بنجڻ جو راز معلوم ٿي ويو. محترم پڙهندڙ پائرو اقيموا الصلواة جي مختصر معنوي سمجهاڻي هي آهي تہ اسٽيٽ سروسز جا سڀ شعبا ۽ سڀ عمل سرانجام ڏيو اچ امريڪا جي يونيورسٽين ۾ اسٽيٽ سروس جي موضوع تي پي ايچ ڊي تہ ڪرائي وڃي ٿي پر مسلم امت جي درسگاهن ۾ صلوة جي غلط ۽ جڙتو معنيٰ مجوسي مذهب وارن جي باهہ کي پوڄڻ واري نماز طور مشهور ڪيو آهي. آئون مٿي عرض ڪري آيو آهيان تہ ڪتاب قرآن هڪ فلاحي رياست ۽ حڪومت جو منشوري ڪتاب آهي ان ۾ ڏسيل صلوة جي معني قرآني قانونن ۽ نظام کي قائم ڪرڻ ۽ انهن جي پوڀان هلڻ آهي، سو شڪست خورده پراڻي سامراج جي دانشورن صلوة جي معنيٰ مفهوم جيڪا نماز قرار ڏني آهي، انهيءَ نماز پوري امت کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو آهي هڪڙا نماز ۾ رفع اليدين جا قائل ٻيا انڪاري. هڪڙا نماز ۾ آمين ڏاڍيان پڙهڻ وارا ٻيا هوريان پڙهڻ وارا. هڪڙا هٿ ڇوڙي پڙهڻ وارا ٻيا هٿ ٻڌي پڙهڻ وارا هڪڙا تراويح نماز اٺ رڪعتون پڙهڻ وارا ٻيا ويهہ رڪعتون پڙهڻ وارا. اهل حديث فرقي وارن وٽ مني پاڪ آهي ان ڪري انهن وٽ مني لڳل ڪپڙي پائڻ سان نماز ٿي وڃي ٿي ٻين وٽ نہ ٿي ٿي سگهي. مون عرض ڪيو تہ صلوة جي هڪ معنيٰ اسٽيٽ سروس جا سڀ عمل مراد آهن سو ترقي يافتہ دنيا ڄڻ تہ انهن جي حوالن سان پنهنجي درسگاهن ۾ اصلي معنائن سان صلوة تي ريسرچ جون ٿيسز پيا لکرائن. منهنجو هڪ پاڪستاني دوست امريڪا وڃي رهيو اتي شهريت ملي ويس ان اتي اسٽيٽ سروس جي موضوع تي هن پي ايچ ڊي پاس ڪئي ان کي امريڪن سرڪار مصر جي ايمبسي ۾ وائيٽ هائوس جو پوليٽيڪل ائڊوائزر ڪري رکيو. جڏهن تہ هتي پاڪستان ۾ صلوة جي فارسي معنيٰ مجوسين واري آتش پرستي واري نماز قرار ڏيڻ ڪانپوءِ هڪڙي شاگرد کي نماز ۾ التحيات پڙهڻ مهل جڏهن اشهد ان لاالہ پڙهبو آهي ۽ ان مهل سڄي هٿ جي اشهد آڱر مٿي اڀي ڪبي آهي شاگرد کي ڇيو ويو تہ ان آڱر کي اڀي ڪرڻ وارين حديثن کي ګڏ ڪري ۽ انهن روايتن جي تحقيق ڪرا توکي پي ايچ ڊي

ڪرڻ لاءِ اهو موضوع ڏجي ٿو" غور ڪيو وڃي ته سڌريل ملڪ صلوٰة جي معنيٰ مفهوم جيڪا اسٽيٽ سروس جي تشريح ۾ اچي وڃي ٿي ان تي انهن مستقل هڪ علمي ڪورس جوڙي ورتو آهي، هاڻي ان ڪورس مٿان ڊاڪٽري ڪرڻ وارن کي دنيا جهان جي ملڪن ۾ مقرر ڪن ٿا ته انهن جي نظامن بابت رپورٽون اسانکي لکي موڪليو، جن جي روشني ۾ هو انهن ملڪن بابت هي طئه ڪري سگهندا ته اهي طاقتور ڪيئن آهن، ڪمزور ڇو آهن، انهن کي فتح ڪيئن ڪري سگهبو" وغيره وغيره. پر اسان مسلمانن جيڪو صلوٰة جي غير قرآني معنيٰ سان پنهنجو ٻيڙو پاڻ ٻوڙيو آهي ان کي ٻڌائڻ ۽ سمجهائڻ لاءِ شاه عبداللطيف ڀٽائي پنهنجي دور جي ملن مولوين کان ڳالهه لڪائيندي چئي ويو ته. روزو نماز ئي پڻ چڱو ڪم. پر اهو ڪو ٻيو فهم جنهن سان پسين پرين کي. وري علامه اقبال پنهنجي طريقي سان امامي علمن خلاف احتجاج ڪيو آهي ته.

گلا تو گھونٹ دیا اہل مدرسہ نے تیرا۔
کہاں سے آئے صدا لاالہ الا اللہ۔

علامه اقبال انهيءَ ماجرا کي وڌيڪ کوليندي هي حقيقت به ٻڌائي ته:

تیرے ضمیر پہ جب تک نہ ہو نزول کتاب،
گرہ کشا نہیں رازی، نہ صاحب کشاف۔

محترم پڙهندڙ ڀائرو! قرآن حڪيم جيڪو بار بار فرمايو آهي ته اقيموا الصلوٰة وآتوا الزڪوٰة. يعني قرآن ذريعي مليل نظام کي اهڙي ته بهتر نموني قائم ڪيو جو انجي پيري ۽ تابعداري ڪرڻ سان آتوا الزڪوٰة جو وک وک تي مشاهدو نظر اچي يعني ان سان رعيت جي سڀن ماڻهن کي سامان پرورش ملي، تعليم ملي، گهر ملي، سڀ بنيادي حق ملن. اها معني آهي آتواالزڪوٰة جي جيڪا سورت حج جي آيت نمبر 41 مطابق ته وقت جي حڪمرانن کي صلوٰة قائم ڪرڻي آهي جنهن نظام صلوٰة ۾ هر فرد رعيت کي زڪوات يعني سامان پرورش به ڏيڻو آهي، پر جڏهن دين اسلام جي دشمنن کي انهن جي دانشور امام مافيا کي اڻ پڙهيل جٽ عربن کي زماني جي امامت ڏيارڻ وارو راز اقيموالصلواة وآتوالزڪوٰة ۾ نظر آيو ته انهن پنهنجي حديثن ۽ فقهن ۾ صلوٰة جي معنيٰ سندن واري آتش پرستي واري پوڄا قرار ڏئي صرف اڳيان باهه جو مچ هٽائي ڇڏيائون ۽

زڪوة جي معنيٰ انهن سال ۾ هڪ پيرو سو روپين تي ادائي روپيہ قرار ڏني سابہ حڪومت عوام ڪي ڏئي بدران خود رعيت ۽ عوام پاڻ ۾ ڪلاسيفڪيشن وارو طبقاتي اونچ نيچ وارو نظام ٺاهي پوءِ امير ماڻهو غريبن ڪي چاليهين پتي ڏين اجا وڌو ظلم انهن فقہ ساز ۽ حديث ساز امامن هي بہ ڪيو تہ انهن زڪوٰة ڏيڻ وٺڻ ڪيَ الله عبادت سڏي پوءِ هي مسئلو لاڳو ڪيائون تہ زڪواة جي رقم ڪنهن بہ غير مسلم ڪي نہ ڏني وڃي، اڄڪلهہ جيڪا پاڪستان ۾ برساتي ٻوڏ آئي آهي ان ۾ متاثر مسلم ماڻهن لاءِ دنيا جي ڪافرن غير مسلم ملڪن ۽ هندستان وارن سميت ماڻهن اڳيان پنڻ جو ڪستو ڪنيو پيا ٿا خيراتون گهرن پنهنجون زڪاتون حاجتمند مفلوڪ الحال غير مسلمن ڪي ڏيڻ هنن جي حديثن واري اسلام ۾ جائز ڪونهي!!!

مسلم امت جي دشمنن جيڪي خلاف قرآن حديثون ۽ فقہ گهڙي مٿي ۾ هنيا آهن انهن جي اهڙن علمن سبب تہ امت وارا روزا نہ ڏاؤن سائيز تي رهيا آهن ۽ جيڪڏهن اهي علم اجا بہ جاري رهيا تہ دينا ۾ اهو ڏينهن جلد ايندو جو هي سائنس ڪان جاهل ۽ ڇت ماڻهو ٻرون ٽڪنالاجيءَ سان تباهيٰ تي ويندا دشمنن ڪي هنن ڪي مارڻ لاءِ گهران ٻاهر نڪرڻو ئي ڪونہ پوندو مخالفت صرف موبائل فونن جي سگنلس تي هر هڪ ڪي نشانو بنائيندا رهندا. اقبال انهن ڪان مايوس ٿيڻ جو جيڪو سبب ٻڌايو اهو هي هئو تہ:

تيرے دشت دور سے مجھکو وہ جنون نظر نہ آيا،
جو سکھا سکے خرد کو يہ جہان کارسازی۔

## حج

لفظ حج قرآن حڪيم ۾، پنهنجي مختلف صيغن سان —حاج —حاجتم۔ حاجڪ حاجہ —حاجوڪ۔لم تحاجون۔اتحا جوننا۔اتحاجوني۔يحاجوڪم۔يحاجون۔ يتحاجون۔هي سڀ صيغا جهڳڙي فساد جي معنيٰ سان استعمال ٿيا آهن انهيءَ معني جي تناظر ۾ قرآن حڪيم ۾ هن لفظ ڪي بطور اصطلاح جي جهڳڙن جي فيصلن جي معني ۾ ۽ فيصلن جي ڪورٽ ۽ عدالت جي معنيٰ ۾ استعمال ڪيو ويو آهي، ۽ انهيءَ اصطلاح جي تناظر ۾ وري حج جي هڪڙي معنيٰ عدالت ڏي فيصلي لاءِ

وجڻ بہ ڪئي وئي ۽ حرف حا جي زير سان بہ عدالت ڏي وجڻ جي ارادي ڪرڻ جي بہ معنيٰ ڪئي وئي آهي، ۽ حرف – حا_جي پيش سان انجي معني دليل بہ ڪئي وئي آهي. ۽ سيڪو جاڻي ٿو تہ عدالتن ۽ ڪورٽن ۾ هر ڳالهہ دليل ۽ حجت سان ڪرڻي پوندي آهي ۽ حرف حاجي زير سان،هڪڙي معني سال بہ ڪئي وئي آهي. حج جي معنيٰ هر هنڌ واري ڪورٽ عام عدالتون جيئن يَسْأَلُونَكَ عَنِ الأَهِلَّةِ قُلْ هِيَ مَوَاقِيتُ لِلنَّاسِ وَالْحَجِّ (189_2) يعني اي رسول تو کان ماڻهو سوال ڪن ٿا تہ چنڊ پنهنجي گهٽين مختلف سائيزن ۾ چو ٿو اپري ۽ لهي، تون انهن کي جواب ۾ ٻڌاءِ تہ اهو تاريخن جا وقت متعين ڪرڻ ۽ عدالتي فيصلن جون تاريخون ۽ حالتون ٻڌائڻ لاءِ انجو اهو سسٽم جوڙيو ويو آهي" سو قرآني ٻوليءَ ۾ دنيا جهان جي ڪورٽن ۽ فيصلن ڪرڻ وارن ادارن کي حج سڏيو ويو آهي" باقي بين الاقوامي ليول جي عالمي جهڳڙن جي فيصلن واري ڪورٽ، اقوام متحده واري عدالت عظميٰ واري عدالت کي قرآن حڪيم حج اڪبر سڏيو آهي (4_9) مون کي هتي هن مضمون ۾ اڄ ڪلهہ ساليانہ رسم واري حج نالي ٿيندڙ اجتما ع بابت انجو قرآن حڪيم ۾ بيان ڪيل اصلي ۽ حقيقي مفهوم ۽ تعارف پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض ڪرڻ مقصد آهي ۽ خاص طور تي هي بہ عرض ڪيان ٿو تہ حج جا سڀ جو سڀ تفصيل آئون هتي بيان ڪري ڪونہ سگهندس ان لاءِ دل چسپي رکندڙ منهنجو اردو ڪتاب" ڪيا علم حديث قرن ڪي تفسير ڪرسڪتا هيَ" پڙهن.

محترم پڙهندڙ پيائرو! سورت توبہ جون شروع کان وٺي 29 نمبر تائين آيتون انهن سڀن ۾ حج اڪبر يعني بين الاقوامي عدالت عظميٰ جي حج ۽ فيصلن جي فلاسافي بيان ڪيل آهي" ۽ آيت نمبر 3 ۾ جيڪو اعلان آهي تہ وَأَذَانٌ مِّنَ اللّهِ وَرَسُولِهِ إِلَى النَّاسِ يَوْمَ الْحَجِّ الأَكْبَرِ (3_9) اهو چئي تہ هر حج اڪبر جي موقعي تي وقت جي حڪومت کي سڏ ڏيڻو آهي" نوٽيفڪيشن جاري ڪرڻو آهي، هر دل چسپي رکندڙ ماڻهو هن سورت توبہ جون شروع واريون 29 عدد آيتون پڙهي انهن تي غور ڪري تہ انهن ۾ رب پاڪ پنهنجي رسول هٿان قائم ڪيل نظرياتي رياست ۽ اسٽيٽ جي خارجہ پاليسي ۽ وزارت جنگ سان لاڳاپيل ڪيترن ئي نون ۽ پراڻن معاهدن بابت هدايتون

ڏنيون آهن" عالمي معاهدن ۾ خارجہ پاليسين جوڙڻ لاءِ نظرياتي مخالفن لاءِ قرآن سيکاري ٿو تہ انما المشرکون نجس فلايقربوا المسجد الحرام بعد عامهم هٰذا. جيکي ماڻهو قرآني منشور کي قبول نہ ٿا ڪن انهن کي پنهنجي مرڪز کان پري رکو ۾ جيڪڏهن اوهان کي اهڙين پاليسين تي هلڻ ۾ خاص طور تي بيروني تجارتن جي معاملن ۾ ان خفتہ عيلة اوهان کي سچائيءَ ۾ معاشي طور ڪنگلو ٿي وڃڻ جو خوف نہ ڪرڻ گهرجي فسوف يغنيکم الله من فضلہ ان شاء. الله جو قانون مشيت اوهانجي بهتر پاليسين سبب اوهان کي دنيا وارن کان مالي طور بي پرواهہ بنائي ڇڏيندو. علم روايات وارن قرآن حڪيم جي سياسي تعليم کي بگاڙڻ ۾ مسخ ڪرڻ جا اڻ ڳڻ حيلا ڪيا آهن انڪري انهن حجِ اڪبر لاءِ مشهور ڪيو آهي تہ جيڪڏهن هنن واري ذوالحج مهيني جي نائين تاريخ جمعي جي ڏينهن تي ٻڌجي تہ انهيءَ سال وارو حج اڪبري حج سڏيو ويندو. جڏهن تہ اهڙي ڳالهہ مڪمل خرافاتي روايت جي پئداوار آهي ڇو تہ اوهان پاڻ آيت (4_9) ۾ ملاحظہ فرمايو تہ وَأَذَانٌ مِّنَ اللّٰهِ وَرَسُولِهِ إِلَى النَّاسِ يَوْمَ الْحَجِّ الْأَكْبَرِ أَنَّ اللّٰهَ بَرِيءٌ مِّنَ الْمُشْرِكِينَ يعني حج اڪبر وڏي ۾ وڏو فيصلو ۾ عالمي تڪرار ۾ تنازع جو وڏي ۾ وڏو اعلان هي آهي تہ ان الله بريءَ من المشرڪين ورسولہ يعني هيءَ انقلابي رياست ۾ اسٽيٽ اڳتي لاءِ قرآن جي قانونن ۾ الله سان گڏ ٻين جي قانونن جي شراڪت ڪرڻ وارن کان بيزاريءَ جو اعلان ڪري ٿي. مطلب تہ حج اڪبر بين الاقوامي ذرين جي وچ ۾ وڏي ليول جي حڪمرانن ذريعي اختلافن کي فيصل ڪرڻ جو نالو آهي انجي مقابلي ۾ علم روايات سان صدين ڪانوئي قرآني تعليم کي مسخ ڪرڻ ڪانپوءِ جيڪو مروج حج علم حديث وارو هلي رهيو آهي تہ شيطان کي پٿريون هڻو تہ اوهان شيطنت کان پاڪ صاف ٿي ويندا ۾ وڏيڪ هي تہ حج وارن تسبين، ٽوپين وارا تبرڪات ورهائڻ ۾ ڪفن جو ڪپڙو خريد ڪري زم زم جي پاڻيءَ ۾ ڏوئي واپس گهرن ڏي ڪٺي اچي رکڻ تہ مرڻ ڪانپوءِ انڪي انهي ڪفن سان دفن ڪجو اهڙي حج ۾ عمري جو قرآن سان ڪوئي تعلق ڪونهي ڪو.

# صوم

لفظ صوم جي لفظي معني آهي، رڪجڻ، جهل، منع، بندش، پابندي وغيره قرآن حڪيم لفظ صوم کي رياست ۽ اسٽيٽ جي اهم ضرورتن لاءِ هڪ اصطلاح جي مفهوم هيٺ ڪتب آندو آهي. پهريائين هيءَ گذارش ته قرآن حڪيم ۾ گهرائي سان غور ڪرڻ وارن کي هي حقيقت معلوم هوندي ته قرآن جو خطاب يا ايهاالذين امنوا سان يعني مؤمن جو عهدو مقام ۽ مرتبو قرآن حڪيم وٽ اسلامي رياست ۽ اسٽيٽ جي هائي ڪلاس جي منتظم اعليٰ وارو هوندو آهي، جيڪي لا اينڊ آرڊر جي سنڀال سان گڏ رياست جي داخلي خارجي انتظامن ۽ تحفظات جا ذميدار هجن، ته صوم جي فرضيت لاءِ پهريائين انهن بيورو ڪريٽن ۽ انقلابي عهديدارن کي مخاطب ٿيندي قرآن فرمايو ته يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا كُتِبَ عَلَيْكُمُ الصِّيَامُ كَمَا كُتِبَ عَلَى الَّذِينَ مِن قَبْلِكُمْ لَعَلَّكُمْ تَتَّقُونَ أَيَّامًا مَّعْدُودَاتٍ (2_183) يعني اي مؤمنو اوهان تي صيام کي (روزن کي) فرض ڪيو ويو آهي، جيئن اوهان کان اڳي وارن مٿان به فرض ڪيو ويو هئو. اهي روزن جي فرضيت جو حڪم ٿيو روزا هن لاءِ آهن ته اوهان ۾ (قانونن جي پڇڪڙي ڪرڻ جو) خوف پيدا ٿئي. اوهان قانونن کي ٽوڙڻ کان ڊڄو. مطلب ته هڪ طرف اوهان ڪريشن ڪرڻ کان ڊڄو. ٻئي طرف حڪمراني جي تعليم واري ٽريننگ ۽ تربيت وٺڻ مهل (2_186) اهي ايامامعدودات وارا ڏهاڙا جيڪي اوهانجي لاڳاپيل ايڊمن وارن يا اسٽبلشمنٽ وارن اوهان لاءِ ضروري قرار ڏنا آهن اوترا ڏينهن اوهان دوران ٽريننگ روزي سان هجو ته ٽيننگ واري تعليم روزي جي حالت ۾ قانون شڪني کان ڊيڄاريندي آهي. اهو اوهان جو روزو فجر کان وٺي ليل تائين يعني سج اڀرڻ کان شروع ٿئي عشاء تائين ان کي جاري رکڻو آهي. (2_187) قرآن جي هن ڏس تي ڪو به امامي فرقو عمل ڪونه ٿو ڪري) مطلب ته قرآن حڪيم جي هن آيت (2_184) هن ڳالهه جو ڏس ڏنو ته روزو آفيسرن کي رکڻو آهي ايترا ڏينهن جيڪي انهن جو ايڊمن وارو شعبو انهن لاءِ لکي موڪلي. ۽ اهو ٽريننگ جو موقعو رمضان جو هجڻ گهرجي (2_185) جو اهو شمسي ڪئلنڊر جي

حساب سان سدائين جون مهيني جي برابر آهي انجا ڏينهن به وڏا هجن تا انهن ۾ پڙهائي ۽ ٽريننگ لاءِ گهٽي ۾ گهٽ وقت ملي سگهندو.

محترم پڙهندڙ ڀائرو! هنن آفيسرن کان سواءِ روزن جي فرضيت جدا جدا ڏوهن جي حساب سان قرآن حڪيم بطور سزا جي جدا جدا تعداد ۾ ڏوهن جي حساب سان روزا مقرر ڪيا آهن جيڪي انهن ڏوهارين کي وقت جون عدالتون ۽ ڪورٽون ڏينديون. ان لاءِ قرآني حوالا ملاحظ فرمائيندا. جيڪو شخص ڪنهن مومن ماڻهوءَ کي ڀُل ۾ غلطيءَ ۾ قتل ڪري وجهي ۽ قاتل ۾ خون بها ڀرڻ جي ۽ سزا ۾ ڪنهن ٻانهي آزاد ڪرڻ جي طاقت ناهي ته قرآن جو فرمان آهي ته فَمَن لَّمْ يَجِدْ فَصِيَامُ شَهْرَيْنِ مُتَتَابِعَيْنِ تَوْبَةً مِّنَ اللَّهِ وَكَانَ اللَّهُ عَلِيمًا حَكِيمًا (4_92) يعني اهڙو ماڻهو ٻه مهينا لڳاتار روزاه رکي. هن ڪانپوءِ ٻئي ڏوهه جو قسم جنهن ۾ ڏوهاريءَ کي جرماني سزا ۽ ڇٽيءَ طور روزا رکڻا آهن اهو هي آهي ته والذين يظاهرون من نسائهم ..... يعني جيڪڏهن ڪو مڙس پنهنجي زال سان بڪواس ڪري وهي ته توسان مليس ته ڇڻ پنهنجي ماءُ سان .. ته قرآن حڪيم ان لاءِ سزا مقرر ڪئي آهي. پهرئين زماني مطابق ته جيڪڏهن ان وٽ ڪوئي غلام ۽ ٻانهو هجي ته ان کي آزاد ڪري. پر جي غلام ۽ ٻانهو ان وٽ ڪونهي جيئن اڄ وارو زمانو ته پوءِ ان لاءِ حڪم آهي ته فَصِيَامُ شَهْرَيْنِ مُتَتَابِعَيْنِ مِن قَبْلِ أَن يَتَمَاسَّا... (4_58) يعني اهڙو مڙس جڏهن پنهنجي گندي ڳالهه تي شرمسار ٿي ان کان رجوع ڪرڻ چاهي ته ان تي سزا اها آهي ته هو زال کي ڇهڻ کان اڳي لڳاتار ٻه مهينا روزا رکي" انهن ڪانپوءِ روزن جو قسم جيڪو ڏوهن جي سزا ۾ رکڻا آهن انهن لاءِ قرآن پاڪ فرمائي ٿو ته جيڪو ماڻهو لغو گفتگو ۾ جيڪو ڳالهه ڳالهه تي ماڻهو فضول قسم جا قسم کڻندا آهن، انهن کان سواءِ ڪنهن سنجيده گفتگو ۽ ايگريمنٽ ۾ ڪير قسم کڻي ۽ پوءِ ان کان ڦري وڃي ته ان لاءِ قرآن حڪيم فرمائي ٿو ته ان لاءِ سزا ۽ ڪفارو هي آهي ته ڏهن مسڪينن کي وچولي خرچ وارو طعام ڪارائي يا انهن کي ڪپڙا ڍڪرائي يا بطور ڪفاري جي ڪنهن غلام کي آزاد ڪري، جيڪڏهن اهو سڀ نه ڪري سگهي ته ان جو ڪفارو ۽ سزا آهي ته فَمَن لَّمْ يَجِدْ فَصِيَامُ ثَلَاثَةِ أَيَّامٍ ذَٰلِكَ كَفَّارَةُ أَيْمَانِكُمْ إِذَا حَلَفْتُمْ (5_89)

يعني ٽي روزا ڪوڙي قسم کڻڻ واري لاءِ سزا آهي، محترم پڙهندڙ پائرو! غور ڪندا هلو ۽ ڏسو ته روزو پنهنجي جوهر ۾ ۽ اصليت ۾ ڇا آهي ۽ قرآن حڪيم روزي کي ڪفارو چئي ۽ سزا سڏڻ کان پوءِ سورت مائده ۾ وبال به سڏيو آهي جنهن ۾ فرمان آهي ته حج جي ڏينهن ۾ دوران حج لاتقتلوا الصيد وانتم حرم. شڪار نه ڪيو پر جيڪڏهن ڪنهن حڪم جي نافرماني ڪندي شڪار ڪيو ته اهو ان کان پرائي ونبو جنهن جي قيمت به امين ڪندا يا مسڪينن کي ڏوهاري ماڻهو کاڌو کارائيندو، يا ته وري أَو عَدْلُ ذَٰلِكَ صِيَامًا لِّيَذُوقَ وَبَالَ أَمْرِهِ (95_5) امينن جي ڪٿ مطابق اهو ڏوهاري ايترا روزا روزا رکي ته جيئن پنهنجي ڏوهه جي چٽي ۽ وبال جو ذائقو چکي. ان کان سواءِ روزن جو بقايا حڪم حج جي ڏينهن ۾ جيڪو ماڻهو مٿي ۾ ملي هجڻ ڪري مٿو نه ڪوڙائي سگهي ته ان تي ان جي بدلي ۾ روزن رکڻ جو حڪم آهي ۽ جيڪو ماڻهو حج سان گڏ عمرو به ڪري ۽ هديي واري جانور ڪهڻ جي ان وٽ مالي طاقت نه هجي ته اهو ماڻهو ٽي روزا اتي حج واري ماڳ تي رکي ۽ ست روزا گوٺ موٽي اچي رکي پر جيڪڏهن ڪو اهل عيال سميت اتي رهيل آهي ته اهو پل ڏهه ئي روزا اتي ئي رکي (96_2) پڙهندڙ پائرو! غور ڪيو ته هي به روزا هديي نه ڏئي سگهڻ ۽ مٿي ڪوڙائڻ ۾ عارضي سبب بدلي ۾ هڪ قسم جو هرجانو ئي ٿيا. هاڻي ڪير ٻڌائي ته جن روزن کي صيام کي قرآن ڊيجارڻ وارو ڪوٺي (183_2) جن روزن کي قرآن ڪفارو ۽ جرمانو سڏي (89_5) جن روزن کي قرآن وبال سڏي (95_5) جن روزن کي قتل خطا جي ديت ۽ چٽيءَ جو بدلو سڏي (92_4) محترم پڙهندڙ پائرو! قرآن حڪيم ۾ روزن جو ڪل تذڪرو. سمورو مذڪور بس اهو ئي اهي حڪم بنش ڪيو ويو ان کان سواءِ ڪو ماڻهو پنهنجي مٿان ڳڻهائڻ جي بندش وجهي يا اهڙي ڪنهن به ٻئي عمل جي بندش وجهي ته انهيءَ کي به صوم سڏي سگهجي ٿو. هاڻي حڪم تمام روايات جي حوالي سان پوري امت جي بالغ مردن ۽ عورتن کي سڄي مهيني رمضان جا روزا فرض مشهور ڪري رکرايا وڃن ٿا انهن جو ثبوت قرآن حڪيم ۾ ڪٿي به ڪونهي ۽ اهو به قرآن جي حوالي سان اوهان پڙهيو ته صوم فجر کان ليل تائين آهي يعني سج اپڙڻ کان رات تائين يعني عشاءِ تائين آهي،

ان قرآني حڪم تي بہ ڪنهن جو عمل ڪونهي ۽ جيڪي حديثون ٻڌايون وڃن ٿيون تہ رمضان جو پهريون ڏهو رحمت ٻيو ڏهو مغفرت ۽ ٽيون ڏهو دوزخ کان آزاد ٿيڻ جو آهي، خبر نٿي پوي تہ جنهن صوم ۽ روزي کي قرآن ڪفارو جرمانو ۽ وبال سڏي پيو اهو عدالتي سزا وارو عمل ڪيئن ٿو انهن ماڻهن کي جن جي ڏوهن سبب انهن تي دوزخ واجب ٿي چڪو آهي انهن کي دوزخ کان ڇڏائي سگهي؟ روزي جي فضيلت لاءِ اهڙيون تہ غير عقلي حديثون ٺاهيون ويون آهن جو قرآن ۾ تہ اوهان پڙهي آيا تہ هائي ڪلاس جا بيورو ڪريٽ معدودات وارا روزا رکن، يا اهي بدڪار ماڻهو جيڪي پنهنجي زال کي ماءُ سان تشبيہ ڏئي وري انهن کي واپس زال بنائڻ گهرن، يا ڪوڙا قسمي ماڻهو جيڪڏهن عدالت جي فيصلي کان پوءِ بطور سزا جي روزا رکن ۽ روزي ۾ کائڻ پيئڻ جي بندش سبب وات ۾ خشڪي سبب جيڪا بدبو اچي ويندن ان لاءِ حديثون ٺاهيون اٿن تہ اها بدبو الله کي مشڪ ۽ عطر کان وڌيڪ پسند آهي، ان ڪري روزيدار ماڻهو ڏندڻ بہ نہ هڻي ان سان جڻ تہ الله جي نيست کي هو ضائع ڪري رهيو آهي، اهڙين حديثن ۾ الله جي طرف غلاظت کي پسند ڪرڻ جو الزام هڻڻ وقت حديثون ٺاهيندڙن کي الله جو بہ حياءُ نہ آيو آهي سو روزن جي متعلق قرآن جو نقطہ نظر بہ عرض رکيو ويو آهي ۽ صدين کانوٺي امامي فرقن طرفان مهيني رمضان ۽ انهن جي ٽيهن روزن رکڻ جا غير قرآني قصا بہ اوهان ٻڌندا رهو ٿا سوچيو تہ قرآن تي هلجي يا قصن تي.

# ختم نبوت جي منڪرن جي لانڊ

محترم پڙهندڙ ڀائرو! گذشته مضمونن ۾ قرآن حڪيم جي ڊائريڪٽ متن ۽ فلاسافي ڪي رد ڪرڻ وارن علمن امامي روايات ۽ امامي فقهن جون ڪجهه جهلڪيون اوهان ملاحظه فرمايون. هاڻ ۾ آيو آهي ته ڪجهه عرصي کان وٺي پاڪستان اندر ديني مدرسن ۾ مختلف موضوعن تي تخصص جي نالي سان ايم اي ۽ پي ايچ ڊي جي ٿيسز تيار ڪرڻ وانگر انهن جو رواج جاري ڪيو ويو آهي. منهنجي ٻڌ سڌ مطابق، طالب علمن کي اهڙي ريسرچ لاءِ اڄ تائين ڪڏهن به ڪنهن به مدرسي ۾ قرآن حڪيم منجهان حيات انساني کي سنوارڻ وارن فقهي مسئلن ۽ هدايتن جو وچور ڪڍي ڏيڻ جي ٽاپڪ ۽ موضوع ڪنهن به شاگرد کي ڪونه ڏنو ويو آهي. اهڙي طرح ڪنهن به طالب علم کي امامي فقهن جي جزئين کي قرآن سان ڀيٽي موافق هجڻ يا مخالف هجڻ جو ڪاٿو لڳائڻ جو ڪنهنکي به موضوع ڪونه ڏنو ويو آهي. مون کي هڪ شيعه عالم چيو ته مون تنهنجو ڪتاب "فتنه انڪار قرآن ڪب اور ڪيسي" پڙهيو آهي اهو موضوع ۽ تنهنجيون لکڻيون ڏاڍيون پسند آيون آهن منهنجو مشورو آهي ته اوهان اهو ڪتاب سنڌ يونيورسٽي وارن کي ڏيو ۽ انهن کي اوهانکي ان ڪتاب تي پي ايچ ڊي جي ڊگري ڏيڻ گهرجي. مون ان صاحب کي عرض ڪيو ته مونکي ڊگري وٺڻ جو شوق ته ڪونهي ڪو، مون کي خوف آهي ته شيعا سني پاڻ ۾ گڏجي ڪري مون کي ماريندا سو ڊگري بدران جان جي امان گهرجي.

ڪتاب قرآن حڪيم حڪومت هلائڻ ۽ سلطنت قائم ڪرڻ جو منشور ڪتاب آهي، هن ۾ دنيا جهان سان ڪهڙي سلوڪ سان هلجي واري تعليم سيکاري وئي آهي. هن ڪتاب ۾ اهو ڪٿي به لکيل ناهي ته اوهان ٻين جا زيردست ٿي محڪوم ٿي غلام بنجي ڪيئن زندگي گذاريو. جڏهن ته امامي حديثون روايتون ۽ فقهه اهي سڀ غلام بنجي زندگي گذارڻ جي سکيا ڏيڻ تي مشتمل آهن.

امام بخاري ۽ امام مسلم پنهنجي ڪتابن ۾ هڪ ڪتاب جوڙيو آهي ڪتاب الرؤيا جي نالي سان. يعني خوابن جون ڳالهيون ان ٻنهي امامن وڏي تڪرار سان هي حديث آندي آهي ته رؤيا المومن جزء من ستة و اربعين جزء امن النبوة يعني مؤمن جو خواب ڇائيتاليهون حصو آهي نبوت جو" بخاريءَ حديث نمبر 1878 ۾ ڄاڻايو آهي رسول عليه السلام فرمايو ته لم يبق من النبوة الا المبشرات قالوا وما المبشرات قال الرؤيا الصالحه يعني فرمايائون ته نبوت منجهان ڪجهه به نه بچيو آهي سواءِ خوشخبرين جي ته پڇندڙن سوال ڪيو ته سائين خوشبرين منجهان ڇا مراد آهي ته جواب ۾

فرمايائون تہ نيڪ خواب" هاڻي ڪير ٻڌائي تہ ختم نبوت جي قلعي ۽ محل ۾ هي امامن جو ڪاٽ جيڪو ڇائيتاليهون حصو خوابن جي ذريعي ڪليل ٻڌائي رهيو آهي، اهڙين حديثن سان تہ الله جي طرفان نبوت جي سلسلي کي ختم ڪرڻ واري ڳالهہ (40_33) تہ ڪوڙي ٿي وئي. بهرحال اها ڳالهہ انهن ماڻهن جي عقيدي واري ٿي جيڪي ڊاڪٽر ذاڪر نائڪ جهڙا وڪائو مال دانشور چون ٿا تہ بخاري ۽ مسلم جي ڪابہ حديث قرآن جي خلاف ناهي. ۽ اهي ماڻهو بہ ختم نبوت نظريي ۽ فڪر جا منڪر سڏيا ويندا جيڪي بخاري ۽ مسلم جي هنن حديثن کي درست قرار ڏيندڙ هوندا. هن ملڪ جا قادياني فرقي وارا نبوت جي جاري رهڻ لاءِ بخاري ۽ مسلم جي هنن حديثن کي ثبوت ۾ پيش ڪندا آهن. بخاري ۽ مسلم کان علاوه مون محي الدين ابن عربي، شاه ولي الله ۽ مولانا محمد قاسم نانوتوي جي ڪتابن جي حوالن سان جناب خاتم الانبياء رسول عليہ السلام کان پوءِ ڪنهن بہ اهڙي نبيَ جي نبوت کي هو درست تسليم ڪن ٿا جيڪو ڪنهن نئين جدا شريعت جي ڳالهہ نہ ڪري ۽ شريعت محمدي جو پاڻ کي پيروڪاري سڏائي تہ اهڙي نبوت کي اهي مٿيان نالن وارا مذهبي اڳواڻ درست تسليم ڪن ٿا. ۽ نانوتوي صاحب جڏهن اهڙي (ظلي بروزي) شريعت محمد جي تابع رهي ڪري پاڻ کي نبي سڏائڻ سان ختم نبوت کي سلامت ۽ محفوظ قرار ڏنو تہ جلدي مرزا غلام احمد قادياني پنهنجي نبوت جو اعلان ڪيو ۽ چيائين تہ منهنجي نبوت شريعت محمدي جي تابع آهي" ۽ برطانيہ سرڪاري جي حڪم هيٺ نانوتوي صاحب مدرسي دارالعلوم ديوبند جي نصاب تعليم درس نظاميءَ ۾ بخاري مسلم حديثن جا ڇهہ ڪتاب نام نهاد صحيح لقب وارا شامل ڪيا جيڪي اڳ۾ ان نصاب ۾ شامل ڪونہ هئا. برطانيہ سرڪار ٻين بہ ڪيترن عالمن کي انهن حديثن جي ڪتابن کي نصاب ۾ شامل ڪرڻ تي شمس العلماءِ جا لقب ڏنائون جناب قاسم نانوتوي کي تہ ڪنهن حڪمت هيٺ اهو لقب ڪونہ ڏنائون پر سندس مرڻ کانپوءِ سندس پٽ محمد احمد صاحب جڏهن مدرسہ جو جاءِ نشين مهتمم ٿيو تہ انگريزن انکي شمس العلماء جو لقب ڏنو هئيو. ۽ اهو لقب ڪو علمي بلنديءَ جي ڪري هو ڪنهن کي ڪونہ ڏيندا اهو بلڪ صرف پنهنجي پيروڪارن کي اهو لقب ڏيندا هوا. جيڪڏهن اهو لقب علميت جي مرتبي سان واڳيل هجي ها تہ ان دور ۾ علمي مرتبي جي لحاظ سان مدرسہ جو وڏو استاد شيخ الهند مولانا محمود الحسن اهڙي عهدي جو وڌيڪ حقدار هئيو سو پڙهندڙ مهربان جيڪڏهن گهرائي سان غور ڪندا تہ پراڻي سامراج قيصر ۽ ڪسري کان وٺي نئين سامراج آئي ايم ايف جي ممبر ملڪن تائين جاڪوڙ سارا قرآن ۽ ختم نبوت جا

منڪر امام بخاريءَ ڪانوئي شاه ولي الله ۽ نانوتوي تائين اڻ ڪٿ ملي ويندا جن جو ايمان هوندو تہ بخاري ۽ مسلم جي ڪابہ حديث قرآن خلاف ناهي، پر هنن جي چالاڪي آهي جو چور مچائي شور وانگر جيڪي ماڻهو خالص قرآن جي طرف سڏن ٿا هي انهن کي منڪر قرآن ۽ منڪر رسول جا لقب ڏين ٿا.

## ديني مدرسن ۾ پڙهايا ويندڙ امامي علم اهي قرآن واري اسلام اڳيان وڏي رڪاوٽ آهن

هي جيڪو حڪومتن جي طرفان ٻڌايو ويندو آهي تہ ملڪ ۾ قرآن ۽ سنت جي خلاف ڪوبہ قانون ڪونہ ٺاهيو ويندو، اهڙو اعلان ۽ اهو جملو وڏي دوکي ۽ فراڊ واري معني رکي ٿو، ڇو تہ مولوي لڏي وارن سنت جي معني هنن فارس جي امامن جي گهڙيل خلاف قرآن ڳالهين کي نبي سائين جن جي اقوال مبارڪ ڏي منسوب ڪري انهن کي احاديث رسول جو نالو ڏنو آهي ۽ انهن مخالف قرآن گهڙنتو روايتن کي علم السنہ جو نالو ڏنو آهي. هاڻي جڏهن عالمي سامراج طرفان مسلم ملڪن ۾ مورثي بادشاهت انجنيئرڊ اليڪشنن سان جمهوريت جي نالي سان چونڊي آندل گماشتن کي حڪمران بنايو ويندو آهي، تہ اهڙا حڪمران ماڻهن کي هي ٺافي مثل ڳالهہ ٻڌائيندا آهن تہ اسان ملڪ ۾ ڪوبہ اهڙو قانون ڪونہ ٺاهينداسون جيڪو قرآن ۽ حديث جي خلاف هوندو. انهي اعلان جي صاف صاف معنيٰ هي آهي تہ قرآن جي قانون ٺاهڻ کان صاف انڪار. اهو هن ڪري جو سمورو علم حديث قرآني قانونن جي خلاف ٺاهيل آهي، سو حڪومت وارا جيڪڏهن قرآن جي حڪم ۽ قانون مطابق تہ شادي ۽ نڪاح لاءِ ذهني بلوغت لاءِ شرط آهي ۽ پڪي جواني بہ شرط آهي(6-4) (6_153) (17_34) (40_67) پوءِ هنن آيتن سڳورين جي روشنيءَ ۾ حڪومت جيڪڏهن اعلان ڪندي تہ شاديءَ لاءِ نڪاح لاءِ مثال طور ٻاويهہ سال عمر تائين پهچڻ جو قانون لاڳو ڪيو ٿو وڃي

تہ پوءِ لازمي طور حديث پرست مولوي جلوس ڪڍندا تہ هي قانون سنت رسول جي خلاف آهي، اسلام کي هھڙن قانونن منجھان وڏو خطرو آهي“ حڪومت وعدو ڪيو هئو تہ قرآن ۽ سنت خلاف ڪوبہ قانون ڪونہ ٺاهيو ويندو پوءِ هي ڇاتي ويو!! هي قانون تہ علم سنت جي خلاف آهي، محترم پڙهندڙ پائرو، علم حديث ۽ فقہ عالمي سامراج وارن جيڪي شروع اسلام ۾ شڪست کاڌل قيصر ۽ ڪسري ۽ خيبر مديني جا نيڪالي ڏنل ورياج خور يهودي سامراج وارا هئا انهن تنهي ٽولن قرآن کي رد ڪرڻ لاءِ پنهنجي پاڙيتو دانشورن کي امامت جا لقب ڏيئي انهن کان جناب رسول جي نالي ڏي منسوب حديثون نهرائي انهي علم کي علم السنة ۽ حديث رسول جو نالو ڏئي ڇڏيائون.

ملڪ ۾ موجوده ديني مدرسن ۾ پڙهايو ويندڙ درس نظامي نالي نصاب تعليم اورنگ زيب بادشاه جي پوئين دور ۾ ترتيب ڏنو ويو هئو، ان نصابي ڪورس ۾ مختلف صرف نحو ادب فقہ وغيره جا فن تہ هئا پر ان ۾ قرآن جي تعليم کي شامل ڪونہ ڪيو ويو هئو. ان کان پوءِ ان نصاب ۾ ڪجھ ترميمون وقت بوقت ٿينديون رهيون ۽ اندازا ٻہ سو سال پوءِ انگريزن جي حڪومت ۾ برطانيہ سرڪار وڏي هنرمنديءَ سان انهيءَ درس نظامي واري نصاب ۾ حديث جا ڇھ عدد ڪتاب صحاح ستہ جي نالي سان شامل ڪرايا، مطلب تہ پراڻو شروع وارو درس نظامي جو نصاب توڙي ٻہ سو سال پوءِ ترميمن ۽ واڌارن سان ترتيت ڏنل درس نظامي جو نصاب ٻنهي جو وچور ڪتاب ”تذڪره مصنفين درس نظامي“ جي اندر ڇاپيل آهي اهو ڪتاب عام آهي ملي سگھي پڙهي ڏسو تہ قرآن جي تعليم جو مضمون نہ پراڻي نصاب ۾ آهي نہ ئي نئين نصاب ۾. هاڻي وفاق المدارس جي طرفان جيڪو ليٽسٽ ڪتابڙو نصاب جو لکي آندو ويو آهي ان ۾ قرآن جي تعليم جو صرف ترجمي پڙهڻ جي حد

تائين واڌارو لکيو اٿن، اهو به صرف هن ڪري جو جن آفيسرن کي مولوي حضرات ڏاڙهي ڪوڙبي دين ۾ الائي ڇا ڇا چوندا آهن، انهن جڏهن هنن جي پراڻي نصاب کي ڏٺو ته ان ۾ قرآن جي تعليم ڪٿي به ڪانهي ته انهن مولوين کي چيو ته اسان اوهان جي ڊگري جيڪا ايم اي جي برابر قرار ڏيون ٿا اها بغير قرآني تعليم جي ڇوڏيون؟ ته پوءِ ان کان بعد مولوي صاحبن صرف ترجمي جي حد تائين قرآن کي درس نظاميءَ ۾ جڳهه ڏنائون ته جيئن هو پنهنجي ڊگرين کي اپ گريڊ ڪرائي سگهن، آئون مسلم امت وارن کي اڄ به چئلنج سان ۽ دعويٰ سان هيءَ ڳالهه ٻڌايان ٿو ته دين اسلام جي نالي تي دستار بند مولوي اڄ به پنهنجي مدرسن ۾ امت جي زندگي ۽ حياتي جي رهنمائي جا ديني مسئلا قرآن منجهان نه پڙهندا آهن نه ئي پڙهائيندا آهن، هي پنهنجي نصاب جي انن سالن جي سموري عرصي ۾ امت جي اولاد کي علم روايات منجهان ۽ انهن مان ناهيل امامي فقهن ذريعي اڄ به هي ڳالهيون پڙهائيندا آهن ته ڪافرن تي حملي ڪرڻ ڪانپوءِ انهن جا بالغ مرد نندا ڇوڪرا ۽ عورتون قيد ڪري انهن کي غلام بنائي پوءِ جانورن وانگر انهن جو پڙين تي مارڪيٽن ۾ جانورن وانگر وڪرو ڪري سگهجي ٿو انهن ٻانهيون بنايل عورتن سان بغير نڪاح جي زنا ڪرڻ به جائز آهي“ منهنجو هي الزام ته انهن جي شروع واري نصاب تعليم نئون توڙي پراڻو، سواءِ وفاق المدارس طرفان ناهيل موجوده نصاب جي، انهن جي ڪتاب“ تذڪره مصنفين درس نظامي“ م ڪير به پڙهي ڏسي ته جڏهن کان هنن جو اهو نصاب اورنگزيب جي زماني کان ضياءالحق جي زماني تائين بهيل هلندو آيو آهي ان م قرآن جي تعليم ڪانهي اهو ڪتاب عام ڪتابن جي دڪانن تي موجود آهي ان جو مصنف اختر راهي آهي شروع ۾ مڪتبہ رحمانيہ اردو بازار لاهور وارن طرفان اهو ڇپرايل آهي“

مون جيڪا هيءَ ڳالهه ڪئي آهي ته علم حديث جا ڇهه عدد ڪتاب بخاري مسلم ترمذي ابو داؤد نسائي ابن ماجه اهي برطانيه جي حڪومت پنهنجي دور اقتدار ۾ هندستان جي ديني مدرس جي نصاب تعليم درس نظامي ۾ شامل ڪرايا هئا. جيڪي اڳ ۾ ان ۾ ڪونه هئا. هاڻ اها ڳالهه ته انگريز عيسائين کي ڪهڙي لوڙهه پيل هئي جو انهن اسان جي ديني تعليم ۾ فارسي امامن جي ناهيل حديثن کي دين اسلام جي نالي سان اسان مٿان انهن جو پڙهڻ لازم بنايو؟ سو اها ڳالهه ماڻهن کي واقعي سمجهه ۾ ڏکي ايندي ڇو ته اڄ تائين عام ماڻهن قرآن حڪيم کي مئل ماڻهن جي ارواحن کي ثوابن پهچائڻ لاءِ بغير سمجهڻ جي پڙهڻ وارو ڪتاب سمجهيو آهي،

اصل ۾ بنيادي طور تي ڪتاب قرآن حڪيم انساني معاشرن جي فلاح بقا ۽ اصلاح لاءِ هڪ انقلابي ۽ قانون جو ڪتاب آهي جنهن ۾ معاشي برابري، عورت ۽ مرد جي پئدائشي ۽ معاشرتي برابري، ملڪيت ۽ دولت جي شخصي ۽ ذاتي ڪاتن ۾ رکڻ مٿان بندش، سوچ ۽ فڪر جي آزادي جهڙا قانون ٻڌايل آهن، پوءِ دنيا جي ڦورن ۽ ڌاڙيل صفت استحصالي سرمايه پرستن ۽ جاگيردارن گڏجي ڪري هن ڪتاب خلاف شروع ڪانوني يعني نبوت ظاهر ٿيڻ جي وقت کان وني حيلا ڪيا آهن پر جيئن ته الله پاڪ پنهنجي ڪتاب جي متن ۽ اصل عبارت جي حفاظت جو ذمو پنهنجي مٿان کنيو هئو ان ڪري هي مفت خور ڦورو دنيا مان قرآن کي ختم ڪرڻ ۾ ته ناڪام ويا پر پوءِ انهن قرآن جي معنائن مفهومن ۽ تعبيرن کي بدلائڻ ۽ رد ڪرڻ جي مهم پنهنجي دانشورن کان تيار ڪرائي، شروع ڪئي جيڪا عرصي ڪانوني امت وارن جي سامهون امامن جي نالن سان حديثن ۽ فقهن جي شڪل ۾ اسان جي نسلن کي مذهبي مدرسن ۾ اها تعليم پڙهائي پئي وڃي، انهيءَ سان گڏوگڏ

هي به پراپگنڊا هلائيندا پيا اچن، ته ڪتاب قرآن انهن امامن کي جيڪو سمجهه ۾ آيو بس اهو ئي ڪافي آهي انهيءَ ڪان وڌيڪ اسان کي هاڻ قرآن ۾ غور فڪر ناهي ڪرڻو“ منهنجي هن ڳالهه مٿان ڪنهنکي جيڪڏهن اعتبار نه اچي ته اهو ماڻهو پل وجي مولوين جي فتويٰ گهرن مان مسئلا پڇي ڏسي ته هو سوال ڪندڙن کهڙي علم منجهان جواب ڏين ٿا“

سو عالمي سرمايه داريت ۽ جاگيرداريت جي جنرل مئنيجر گماشته گورنمنٽ پهريائين برطانيه هئي پوءِ اڳتي قومون جي آزادين حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ جڏهن برطانيه زميني سوس ڪائي وجي ڪڪڙين جي ڪڏيءَ جيتري بچي ته عالمي سرمايه دار ورلڊ بئنڪ ۽ آئي ايم ايف وارن پنهنجو گماشتو، دادا ۽ وانو، امريڪا کي قرار ڏنو، سو برطانيه يا امريڪا يا آئي ايم ايف وارا گڏيل طور شروع ڪان وٺي قرآن ڪان ڊڄندا رهن ٿا ته ڪوئي هن ڪتاب قرآن کي سمجهي نه پڙهي سو جنهن قديم سامراج قرآن جي رد لاءِ علم حديث ۽ امامي فقه تيار ڪرايا هئا، اڄ جو سامراج به قرآن جي انقلابي فڪرن ڪان ماڻهن کي بي خبر رکڻ لاءِ علم حديث ۽ امامي فقهن ۽ تصوف جي مڪمل طريقي سان سرپرستي ڪندو اچي پيو، انهن جي انهيءَ هنر ۽ فن جي طرف علامه اقبال هن طرح سان اشارو ڪيو آهي ته

مست رکھو ذکر و فکر و صبحگاہی میں انہیں
پختہ تر کر دو مزاج خانقاہی میں انہیں

تاريخ جو مطالعو رکندڙ ماڻهن کي هي چڱي طرح ڄاڻ آهي ته لينن جي مارڪسوادي انقلاب ڪانپوءِ جنهن ۾ ذاتي ملڪيت جي نفي ڪيل آهي، عالمي سامراج انهن خلاف جيڪي جيڪي مهمون لڙيون انهن منجهان هڪ هيءَ به هئي جو برٽش سامراج هندستان کي فرقيوارانه طور مذهبي بنيادن تي ورهايو ۽ اسلام جي نالي تي

مسلمانن کي پاڪستان جي نالي سان ملڪ ناهي ڏنو ويو پاڪستان ناهڻ ۾ هندستان جي مسلم نوابن، اميرن، مل اونرن، جو وڏو حصو هئيو، ملڪ ٺهڻ ساڻ ملڪ جي ڪاليجن ۽ يونيورسٽين جي ليول تي اسلاميات وارن ڪتابن ۾ قرآن حڪيم منجهان جهاد واريون آيتون چونڊي انهن ۾ لکيون ويون هئيون ۽ سياسي پليٽ فارم تي جماعت اسلامي ۽ انهن جي همنوا مولوين کي ڊيوٽيون ڏنيون ويون هئيون تہ هو سو ويت يونين روس جي ڪميونسٽ انقلاب کي ڪافر دهريو مشهور ڪري انهن منجهان اسلام کي خطري جون ڳالهيون ماڻهن کي ذهن نشين ڪرائين پوءِ انهن ائين ڪيو ۽ مولوي صاحبن جي هر جلسي جي تقرير جو موضوع اهو هوندو هئو تہ روس ڪافر ۽ منڪر خدا دهريو آهي ۽ امريڪا اهل ڪتاب هجڻ ۾ اسان جو ساٿي آهي ۽ پوءِ بہ تہ الله کي مڃيندڙ آهي، انڪري جهاد اسلاميءَ لاءِ تيار ڪيل پاڪستاني مذهبي ماڻهن کي افغانستان جي سرزمين تي روس سان ويڙهائي ڪميونزم جي ڪعبي قبلي سوويت يونين کي امريڪا وارن مولوين جي مدد سان ختم ڪرائي ڇڏيو پر پوءِ جلدي امريڪا طرفان حڪومت پاڪستان کي حڪم ڪيو ويو تہ هو پنهنجي نصاب ۾ دينيات جي مضمونن منجهان جهاد اسلامي واريون آيتون ڪڍي ڇڏين، جنهن تي جماعت اسلامي وارن نورا ڪشتي ڏيکاريندي اختلاف تہ ڪيو پر اهو اختلاف ائين هئو جيئن 1972ع ۾ هنن بنگال جي جدا ٿيڻ کانپوءِ بنگلہ ديش نامنظور جي مهم هلائي هئي هنن جي هن نورا ڪشتيءَ کان پوءِ حڪومت پاڪستان ملڪ جي امتحاني سرشتي ۽ علمي ڪوالٽي جي نگراني ۾ آغا خان تعليمي فائونڊيشن کي ياگي پائيوار ڪري ڇڏيو عجيب ڳالهہ آهي تہ انهيءَ کانپوءِ جماعت اسلامي وارن خاموشي تہ اختيار ڪئي پر جڻ هنن جو لڙ بڪيڙو جڻ هئيو ئي انهن کي آٽڻ لاءِ انهيءَ کي چئبو آهي تہ مينهن کان بچڻ

لاءِ نيساري ۽ پرنالي جي هينئان اچي بيهجي، سياست جا اهي داءَ پيچ سمجهڻ لاءِ وڏي مطالعي جي ضرورت آهي سپ ڳالهيون کولڻ آسان به نٿيون لڳن ڇو ته انهيءَ فلاسافي جو تعلق جناح صاحب جي تقرير قيام پاڪستان مهل ڪيل 1947ع کي سنسر ڪرڻ وارن سببن سان آهي جو هڪ بيورو ڪريٽ چوڌري محمد علي، ظاهري طور ملڪ جي بانيءَ جي تقرير ۾ ڪاٽ ڪوٽ ڪري"

## عبيدالله سنڌيءَ جي قرآن فهمي جو انداز

نوٽ: هي مضمون قاضي احمد شهر جي دوست ماستر شريف کوسي جي حڪم تي لکيو اٿم" سندس حڪم هئو ته امام سنڌيءَ جي فهم قرآن جو انداز به معلوم ڪرايو"

امام انقلاب علامه عبيدالله سنڌي جي.شخصيت هڪڙي ته اها آهي جيڪا جلاوطني کان اڳ ۾ هند ۽ سنڌ ۾ گذاريائون. ٻي شخصيت آهي جيڪا جلاوطني ۾ گذاريائون. جلاوطني جي عرصي ۾ بادشاهن. جنرلن. انقلابين. باغين جي هڪ وڏي گروهه سان مليا. ملڪ ۽ سلطنتون ٺهندي ڏٺائون ۽ ڊهندي به ڏٺائون سنڌي صاحب انقلاب جي فڪر ۽ فلسفي ۾ رچي وڃڻ کانپوءِ هن نظريي جا هوا ته افلاطون جو هي نظريو غلط آهي ته حڪمران طبقو هڪ اعليٰ سوسائٽي ۽ سپر ڪلاس ماڻهن مان هجڻ گهرجي جن ۾ موروثي طور ڪين حاڪم بنايو ويندو رهجي، علامه سنڌي صاحب انجي مقابلي ۾ هن خيال جا هوا ته حڪمراني ماڻهن جي هيٺين ڪلاس وارن کي تعليم ۽ تربيت ڏئي انهن جي حوالي ڪرڻ گهرجي، سرور صاحب مولانا جي ملفوظات ۾ هي لکيو آهي ته سنڌي صاحب فرمائيندا هئا ته جيتري تائين مون اڃا انقلاب کي سمجهي نه سگهيو هئس ته قرآن حڪيم جي هنن انقلابي ٻولي وارين خبردار ڪرڻ وارين آيتن کي سمجهي نه سگهيو هئس، اي الله! جيڪڏهن تو هنن نا اهلن کي ڇيڪ ڇڏي ڏنو ته اهي تنهنجي ٻانهن کي ته گمراهه ڪندا پر هي ماڻهو اهڙا ته ويل آهن جو هنن جا پونير به بدمعاش ۽ منڪر ڄمندا. انهن ظالمن مٿان بربادي کي وڌائيندو رهه. (سورت نوح) اي محمد! تون انهن جي سفارش نه ڪر انهن آسودگيءَ جي نعمتن وارن کي تمام ٿوري مهلت ڏبي، پوءِ ڏسجانءِ ته اسانوٽ

ڪيڏيون نہ ڳونريون زنجيرون آهن ۽ ٻرندڙ باھہ. ڪاڏو اهڙو جو نڙي ۾ ڦاسي پوندڙ ۽ دردناڪ اذيتون ان ڪانسواءِ. (سورت مزمل) ۽ پوءِ جڏهن جنگ جا نغارا وڄندا. انهيءَ ڏينهن انهن جي خبر پوندي تہ ڪهڙو تہ اچ مشڪل وقت اچي ويو آهي (سورت مدثر) ۽ جيڪي توکي چون ٿا تہ تون پنهنجي نظرين ۽ اصولن ۾ ڪجهہ نرمي ڪر تہ اسان بہ توسان نرمي ڪيون. خبردار! اي مخاطب قرآن! اي محمد! متان ڪڏهن بہ انهن ڪوڙن قسمي ۽ ذليل ماڻهن تي اعتبار ڪيو اٿئي. اهي اهڙا تہ خسيس آهن جو عتل بعد ذالڪ زنيم اهي پنهنجو نسل ۽ نسب بہ ماڻهن کي ڪوڙو ٻڌائيندا آهن (سورة القلم) قرآن حڪيم ۾ اهڙيون ڪيتريون ئي آيتون آهن جن ۾ انقلاب دشمنن کي وارننگون ڏنيون ويون آهن علامہ سنڌيءَ جن فرمايو تہ جيتري تائين آئون انقلاب جي اصل حقيقت کي سمجهي نہ سگهيو هئس تہ انهن آيتن جو مفهوم ڇا آهي ۽ منهنجو ذهن قرآن جي انهن سزائن کي ڏاڍو ڳونرو تصور ڪندو هو. پر هاڻ جڏهن آئون انقلاب جي روح ۽ جوهر کي سمجهي ويو آهيان تہ منهنجي دل ۾ اچي ٿو تہ جيڪڏهن منهنجو وس هلي تہ آئون انقلاب جي مخالفت ڪرڻ وارن کي بي حساب قتل ڪندو وڃان. انهن کي باھہ ۾ ساڙيان. انهن جي محلاتن جا بنياد اکيڙي ڇڏيان. انهن جون قبرون ڊاهي پٽ ڪري ڇڏيان ۽ قبرن مان انهن جون هڏيون ڪڍي انهن کي باھہ ۾ ساڙي ڇڏيان. انقلاب دشمنن کي انهن جي زالن کان موچڙا هڻايان ۽ انقلاب دشمنن کي انهن جي اولاد هٿان قتل ڪرايان. انهن بادشاھہ پرستن کي، انهن بي ايمانن کي، انهن پيرن کي، انهن عالمن کي، جيڪي الله کي، رسول کي، ۽ سادي قسم جي عوام کي دوکا ڏين ٿا، انهن جمهور جو رت پيئڻ وارن کي ۽ ماڻهن کي گمراھہ ڪرڻ وارن کي، انهن مان هڪ هڪ کي، سؤ سؤ گوليون هڻان. مان اهو سڀ ڪجهہ ڪري ويندس ۽ ان دوران انهن تي مون کي ڪوبہ ڪهڪاءُ نہ ايندو. آئون اهو عمل نهايت بي فڪري سان ڪري ويندس، مون کي انتي ڪوبہ افسوس نہ ٿيندو. آئون انهن سڀن کي باھہ جي هڪ وڏي مچ ۾ آڙاھہ ۾ ساڙي ڇڏيندس. دل چوي ٿي تہ انهن انقلاب دشمنن کي آئون پنهنجي هٿ سان تلوار سان قتل ڪيان. هي بدمعاش. هي ڌوکي باز. هي اسلام جي نالي کي بدنام ڪرڻ وارا. هي الله جا دشمن انسانيت لاءِ ناسور آهن. مون کي انهن ظالمن متان ڪوبہ رحم نہ ايندو. هي انقلاب دشمن. انسانيت جي اندر هڪ وڏو گند آهن. جنهن کي صاف ڪرڻ کان سواءِ انسانيت جو اڳتي ترقي ڪرڻ محال آهي. هي سڀ ڳالهيون منهنجي دل جي آرزو آهن.

هونئن آئون فطري طور امن پسند ۽ قانون جو پابند آهيان. آئون انارڪ ازم جي خلاف آهيان. آئون قانون کي پنهنجي هٿ ۾ کڻڻ جي به خلاف آهيان ۽ شريعت به ڪنهن کي باھ ۾ ساڙڻ جي منع ڪري ٿي، سوآئون نه ڪنهنکي باھ ۾ ساڙيندس نه ئي ڪنهن به ڏوهي کي قتل ڪرڻ کي درست سمجهانٿو. ليڪن منهنجي اندر ۾ جيڪو انقلابي جذبو آهي، اهو انقلاب جي مخالف طاقتن کي سخت کان سخت سزائون ڏيڻ گهري ٿو. علامه سنڌي پروفيسر سرور صاحب کي مخاطب ٿيندي فرمايو ته، مون ۾ اهو جذبو روس وڃڻ بعد اتي جي انقلاب ڏسڻ ڪري پيدا ڪونه ٿيو آهي، بلڪ مون کي جڏهن افغانستان ۾ رهڻ دوران اسلامي تاريخ پڙهڻ جو موقعو گهڻو مليو ته منهنجا هي خيال انقلاب دشمنن خلاف اتاهون جڙيا آهن. جا بدر جي جنگ ۾ مڪي جي گنل پيٺل انقلاب دشمن پوڙهن رجعت پسندن کي جن نوجوان انقلابين گهلي گهلي ماريو ۽ مديني جي رت پياڪ يهودين کي جيڪا ملڪ نيڪالي ڏني وئي اهو رجعت پرست انقلاب دشمنن خلاف ڪو گهٽ مثال آهي!!!

امام انقلاب عبيدالله سنڌيءَ جي جذبات جي ترجماني فيض جي هن غزل ۾ به ملي ٿي.

جب ظلم و ستم کے کوہ گراں روئی کی طرح اڑجائینگے
ہم محکوموں کے پاؤں تلے یہ دھرتی دھڑ دھڑ دھڑکے گی
جب اہل حکم کے سر اوپر جب بجلی کڑ کڑ کڑکے گی
جب ارض خدا کے کعبے سے سب بت اٹھوائے جائینگے
ہم اہل صفا مردود حرم مسند پہ بٹھائے جائینگے
سب تاج اچھالے جائینگے سب تخت گرائے جائینگے

## خط جو جواب

جناب مسٽر مير محمد بلوچ صاحب والسلام عليٰ من اتبع الهديٰ

جناب عالي: اوهان پنهنجي خط جي منڍ ۾ منهنجي بابت لکيو آهي ته(1) توهان پنهنجي سمورن ڪتابن ۾ حديث رسول کي بي انتها ۽ بي دردي سان ۽ نا انصافي سان غلط قرار ڏئي جعلي ۽ ڪوڙي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي- جناب شر صاحبُ هت اوهانجي خط جو پهريون اقتباس پورو ڪجي ٿو)

**"جواب"**

محترم مولانا ميرمحمد صاحب! آئون عزيزالله ٻوهيو، رسالتمآب خاتم الانبياء عليہ السلام جي اقوال مبارڪ يعني جملہ احاديث رسول کي دل سان اکين سان، زبان ۽ چپن سان سراسر سچ ۽ حق قبول ڪيان ٿو، مڃان ٿو، تسليم ڪيان ٿو، پر اهي اهي حديثون جن جي قول رسول هجڻ جي گواهي ۽ شاهدي فارس جي اسلام دشمن امامي ٽولي وارن راوين بدران الله عزوجل پاڻ ڏني هوندي_ اوهان عالم سڳورا آهيو، اوهان چڱي طرح ڄاڻو ٿا ته رب پاڪ فرمايو آهي ته إِنَّهُ لَقَوْلُ رَسُولٍ كَرِيمٍ (19-81) يعني اهو قرآن (سچو) قول رسول آهي. مولانا ميرمحمد صاحب اوهانجون منهنجي طرف لکيلِ خط ۾ تمام گهڻيون علمي ڏاڍايون آهن، سو هن جواب لاءِ به اوهان شايد اها ڏاڍ مڙسي ڏيکاريندؤ ته هن آيت ڪريمہ ۾ قول رسول ته قرآن کي سڏيو ويو آهي، جڏهن ته علم حديث مولانا مير محمد صاحب جن جي نظر ۾ بخاري مسلم، ۽ ترمذي وغيره جون روايتون آهن، سو مولانا صاحب! مون اها ڳالهہ شروع ۾ عرض ڪئي ته منهنجي نظر ۾ اقوال رسول واريون حديثون اهي آهن جن جي شاهدي الله پاڪ ڏئي، رهيو سوال ته شايد اوهانجو هي خيال هجي ته قرآن ته قرآن آهي علم حديث ناهي، سو ٻڌي ڇڏيو ته الله

پاڪ پاڻ قرآن حڪيم جوهڪ ٻالو علم احسن الحديث بہ رکيو آهي
يعني نهايت سهڻين حديثن وارو ڪتاب“ جنهن لاءِ فرمان آهي تہ اَللّٰهُ
نَزَّلَ أَحْسَنَ الْحَدِيثِ كِتَابًا مُتَشَابِهًا مَثَانِيَ تَقْشَعِرُّ مِنْهُ جُلُودُ الَّذِينَ يَخْشَوْنَ رَبَّهُمْ ثُمَّ تَلِينُ
جُلُودُهُمْ وَقُلُوبُهُمْ إِلَىٰ ذِكْرِ اللَّهِ ذَٰلِكَ هُدَى اللَّهِ يَهْدِي بِهِ مَنْ يَشَاءُ وَمَنْ يُضْلِلِ اللَّهُ فَمَا لَهُ مِنْ
هَادٍ (39_23) سو هن آيت ڪريمہ جي دليل سان ۽ مٿي آندلَ آيت تہ
قرآن سڄو سارو قول رسول آهي، (40_49) اجا شايد اوهان ائين بہ
خيال رکندا هجو تہ قرآن بہ قول رسول هجڻ ڪري علم حديث آهي
۽ الله بہ ان کي علم احسن الحديث سڏيو آهي اهو ٺيڪ پر ان ڪان
سواءِ بخاري مسلم جون روايتون بہ علم حديث طور مڃيون ۽
قبول ڪيون وڃن، سو مولانا شر صاحب! ناهي هڪ مياڻ ۾ ٻن
ترارن، جاء جي چوٽي مطابق غور فرمائيندا تہ الله عزوجل پنهنجي
ڪتاب کي جڏهن احسن الحديث جي لقب سان متعارف ڪرايو آهي
تہ اوهانجو هاڻي غير احسن علم کي قرآن جي برابريءَ ۾ اصول
طور مڃرائڻ اها منهنجي خيال ۾ اوهان جي ٻروچڪي واري ڏاڍ
مڙسي ڇئبي (جنهن جو تفصيل اڳتي اچي ٿو) پر يقين آهي تہ اوهان
جي رب سائين جي سامهون ڏاڍ مڙسي ڪانہ هلي سگهندي يعني هي
طئہ ٿي ويو تہ قرآن هڪ طرف زور سهڻين حديثن وارو ڪتاب آهي
(39_23) ٻيو تہ سڄو ڪتاب اقوال رسول تي مشتمل آهي پر پوءِ بہ
جيڪڏهن اوهان هي فرمان جاري ڪيو تہ قرآني حديثون جيڪي
احسن يعني زور ڀليون آهن تہ بخاري مسلم وغيره ڪتابن جون
حديثون احسن اسم تفضيل جي گهٽائي واري معني سان نہ سهي پر
صرف حسن يعني ڪجھ ڀليون ۽ ڪجھ سهڻيون مڃيندي پوءِ انهن
کي قبول ڪيو وڃي، تہ مولانا بلوچ صاحب! اها ڳالهہ بہ قرآن پاڪ
کي منظور ناهي، قرآن فرمائي ٿو تہ وَاتَّبِعُوا أَحْسَنَ مَا أُنْزِلَ إِلَيْكُمْ مِنْ رَبِّكُمْ
مِنْ قَبْلِ أَنْ يَأْتِيَكُمُ الْعَذَابُ بَغْتَةً وَأَنْتُمْ لَا تَشْعُرُونَ (39_55) ڏسو تہ هن آيت

ڪريم ۾ اجسن حديث ۽ حَسن حديث جي ٻنهي قسمن جي موجودگيءَ جي صورت ۾ رب پاڪ احسن الحديث جي تابعداري جو حڪم ڏنو آهي، پر جيڪڏهن مولانا ميرمحمد بلوچ صاحب جن اجا بہ هيئن فرمائن تہ هي حڪم تہ ما انزل يعني علم قرآن جي باري ۾ آهي تہ جوابي عرض آهي تہ الله پاڪ وٽ تہ سچو قرآن احسن الحديث آهي پر هتي ما انزل جو جملو رب سائينءَ هن لاءِ استعمال ڪيو آهي تہ جن دستار بند شيخ الحديث عالمن هي مشهور ڪيو آهي تہ بخاري مسلم وغيره ڪتابن جون حديثون بہ وحي غير متلو ۽ وحي خفي جي طور تي نازل ڪيل آهن تہ انهن کي هن آيت ۾ بريڪ ڏني وئي تہ تابعداري صرف قرآن جي ڪرڻي آهي" پر الله سائين کي بہ اسان مولوين جي نفسيات جي پوري پوري ڄاڻ آهي جيئن چوڻي آهي تہ" ملان آن باشد ڪہ چپ نہ شود" يعني متان ڪوئي ائين چوي تہ قرآن حڪيم جي آيتن، حديثن ۽ قولن کان سواءِ جيڪي رسول ڪريم جن جا اقوال مبارڪ آهن انهن جي تابعداري ڪيو تہ ان لاءِ رب پاڪ ڄاڻي پيو تہ جيڪڏهن پيغمبر جي صحيح ۽ سچن قولن جي اتباع لاءِ هن بنياد تي تہ قرآن جا ٻول ۽ قول احسن آهن ۽ انهن جي مقابلي ۾ رسول ڪريم جن جا غير قرآني قول حسن يعني اسم تفضيل کان ٻئي نمبر تي آهن ۽ انهن کي قانون سازي لاءِ اصل دليل ڪري مڃيو وڃي، پر تڏهن بہ انهي تناظر ۾ بہ رب پاڪ جواب ڏيندي فرمايو تہ الَّذِينَ يَسْتَمِعُونَ الْقَوْلَ فَيَتَّبِعُونَ أَحْسَنَهُ أُولَئِكَ الَّذِينَ هَدَاهُمُ اللَّهُ وَأُولَئِكَ هُمْ أُولُو الْأَلْبَابِ (18_39) يعني جيڪي ماڻهو القول ٻڌن (يعني قرآن) پوءِ انهن تي لازم آهي تہ مناسب ۽ متوازن طريقي سان حسن کان بہ وڌيڪ احسن قولن جي تابعداري ڪن، اهيئي ماڻهو اهي آهن جنکي الله هدايت ڪئي آهي ۽ اهيئي عقلمند آهن، غور فرمايو وڃي تہ رب پاڪ قرآن حڪيم جو نالو احسن الحديث قرار ڏئي ۽ اقوال رسول قرار ڏيئي پوءِ تابعداريءَ جي عمل کي

وريءِ احسن اقوال سان ڳنڍيندي قرآن سان مخصوص ۽ لازم بنائي ڇڏيائين، بلڪ ائين به ثابت ٿيو ته احسن ڪلام ۽ قوانين ڪان گهٽ ڪنهن شيءِ جي به تابعداري ناهي ڪرڻي، هن ڪان پوءِ جيڪو مولانا ميرمحمد صاحب! اوهان لکيو آهي ته مون بي دردي سان، ناانصافي سان، حديث رسول کي بي انتها غلط قرار ڏنو آهي، پوءِ اوهانجي مٿان ته فرض ٿئي پيو ۽ لازم هو ته اوهان هن خط ۾ جيڪو اوهان ٻارهن صفحن تي مشتمل لکيو آهي گهٽ ۾ گهٽ هڪڙي ته اهڙي بي دردي واري عبارت لکو ها" توهان گهٽ ۾ گهٽ منهنجي هن جواب واري خط کي ڏسو ته پهريائين آئون اوهانجي خط جي عبارت جو هڪ ٽڪرو نقل ڪري پوءِ انجو جواب لکي رهيو آهيان، اوهان منهنجي مٿان جيڪو الزام هڻو پيا ته الزام واري منهنجي قصور ۽ ڏوهه کي ته پهريائين مڪمل طريقي سان نقل ڪيو منهنجو مؤقف پوري طرح پيش ڪيو، اوهان ڇو پنهنجي خط ۾ منهنجي غلطين جي عبارت منهنجي ڪتابن جي حوالي سان نقل نه ڪئي آهي؟ جڏهن ته مون بخاري مسلم ۽ ڪن ٻين علم روايات جي ڪتابن جي ڪنهن به هڪڙي حديث مٿان جڏهن به هي الزام هنيو آهي ته ان جي هيءَ حديث ڪوڙي آهي، من گهڙت آهي ۽ ههڙي ڳالهه جناب رسول الله جن هر گز ڪونه چوندا، پوءِ مون پنهنجي دعوي جي ثبوت ۾ اهڙين ڪوڙ سارين ڪوڙين حديثن کي قرآني آيتن جي پيٽا ۾ آڻي انهن کي خلاف قرآن ثابت به ڪري ڏيکاريو آهي، آئون پنهنجيون اهڙيون ڳالهيون پنهنجن ڪتابن ۾ لکڻ ڪانپوءِ اهڙيون ڪوڙيون حديثون وري هاڻ اوهانجي خط ۾ به لکي رهيو آهيان، ڇا اوهان ٻڌائيندا ته بخاريءَ مسلم جي هيءَ حديث صحيح ٿي سگهي؟ ته ڪوئي ماڻهو رات جو گهر دير سان نه اچي ته ڪتائين ماڻهو انهن سان خيانت ۾ لڳل نه هجن يا انهن جي پردي وارين جي ڪوجنا ۾ نه هجن، مولانا ميرمحمد صاحب! توهان خبر

ناهي تہ هن قسم جي حديثن تي عمل ڪرڻ لاءِ ڪيئن ماڻهن کي واعظ ڪندا آهيو. يا ڪيئن شاگردن کي هن حديث بابت سمجهاڻيون ڏيندا آهيو؟

اڳتي اوهان پنهنجي خط ۾ لکو ٿا تہ" ان حوالي سان تہ ڪابہ حديث قرآن مجيد يعني بخاري و مسلم جي حديث قرآن مجيد جي خلاف نہ آهي- (اوهان جي الزام جي عبارت في الحال هت ختم ڪجي ٿي) مولانا بلوچ صاحب! جيڪڏهن اوهانجي اها دعويٰ صحيح ۽ سچي آهي تہ بخاري ۽ مسلم جي ڪابہ حديث قرآن جي خلاف ناهي تہ پوءِ توهانجو بخاري جي ڪتاب ۾ ڪتاب الطلاق جي چوٿين نمبر واري حديث بابت ڪهڙو خيال آهي جنهن ۾ آهي تہ آباديءَ کان پري ڪجين جي جهڳتي واري گهر ۾ جونيہ نالي هڪڙي عورت آندي وئي هئي، اتي رسول پاڪ ٻن ساٿين سان گڏ وڃن ٿا ۽ انهن کي گهرجي پٽين کان ٻاهر وهاري پاڻ اندران عورت ڏي وڃن ٿا جتي ان عورت کي رسول چيو تہ هبی نفسك لی، يعني تون پنهنجو پاڻ مونکي هبي ۾ حوالي ڪر، پوءِ جواب ۾ ان عورت چيو تہ وهل تهب الملکه نفسها لسوته؟ يعني ڇا ڪائي راڻي پنهنجو پاڻ کي ڪنهن بازاري ماڻهو جي حوالي ڪري سگهي ٿي؟ نعوذ باالله، ها مولانا ميرمحمد صاحب! توهان بخاري جي اهڙي حديث کي بہ قرآن جي مخالف ڪونہ ٿا سمجهو؟ قرآن حڪيم جو فرمان تہ لَقَدْ كَانَ لَكُمْ فِي رَسُولِ اللَّهِ أُسْوَةٌ حَسَنَةٌ لِّمَن كَانَ يَرْجُو اللَّهَ وَالْيَوْمَ الْآخِرَ وَذَكَرَ اللَّهَ كَثِيرًا (33_21) يعني اوهان انسانن جي ڀلائيءَ لاءِ جناب رسول عليہ السلام جي حيات طيبہ ۾ سهڻو نمونو آهي، اهو بہ انهيءَ ماڻهوءَ لاءِ جيڪو الله ۽ انجي فيصلي واري ڏينهن ۽ انجي قانون کي ياد رکندو هجي، شر صاحب! اوهان واري علم حديث ۾ جناب رسول جو ان حديث ۾ جيڪو اسوه حسنة پيش ڪيو ويو آهي، اها تہ سڌي سنئين رسول

الله مٿان بهتان بازي آهي، ڪوئي بہ شخص جيڪو قرآن ۽ جناب رسول مٿان ايمان آڻيندڙ هوندو اهو علم حديث جي هن قسم جي حديثن کي ڪڏهن بہ قرآن جو تفسير ڪندڙ علم طور قبول نہ ڪندو، امام بخاري ماڻهن کي بيوقوف بنائڻ لاءِ هن هٿ نوڪي ڪوڙي حديث کي طلاق جي بحث ۾ آڻي جڻ مولوين کي جان ڇڏائڻ سيڪاري آهي تہ هن حديث ۾ جنهن جونيہ نالي عورت جي اها ڳالهہ آهي ان عورت سان نبيءَ جو نڪاح پيل هئو، ڇا ڪير ٻڌائي سگهندو تہ جيڪا عورت جناب رسول کي روبرو منهن تي معاذالله بازاري ماڻهو سڏي ٿي ۽ پاڻ کي راڻي ۽ شهزادي سڏي ٿي، انهيءَ عورت پرپٺ اهڙي شخص سان نڪاح جي ايجاب ۽ قبول ڪرڻ مهل هائوڪار ڪئي هوندي؟ هيءَ حديث تہ سڌو سنئون جناب رسول سائين جن مٿان تبرا ۽ تهمت ڪرڻ لاءِ امام بخاري ۽ ان جي استادن ٺاهي آهي. پوءِ جيڪو بہ ماڻهو هن قسم جي علم حديث مٿان يقين رکندو هوندو پڪ سان اهو بہ دشمن رسول ۽ تبرائي هوندو، توهان ۽ بخاري سميت“ ان ڪانپوءِ مولانا صاحب! اوهان پنهنجي خط ۾ مونکي لکو ٿا تہ مان اها دعويٰ ۽ اها درخواست توهان جي نا انصاف ڪورٽ ۾ دائر ڪيان ٿو ۽ اها بہ گذارش ڪريان ٿو تہ توهان قرآن مجيد جا منڪر آهيو (هيٺري تائين في الحال توهانجي خط جو اقتباس پورو ڪجي ٿو) جناب مولانا صاحب پهريائين اوهان جيڪو هي لکيو تہ بخاري ۽ مسلم جي ڪابہ حديث قرآن مجيد جي خلاف ناهي. انجي جواب ۾ مون ڪجهہ حديثون خلاف قرآن عرض ڪيون ۽ وڌيڪ بہ جيتريون اوهان چاهيندا، اهي پيش ڪرڻ لاءِ هر رقت آئون حاضر آهيان پر جيڪو اوهان پنهنجي خط ۾ مون کي قرآن مجيد جو منڪر ڪونيو آهي، ۽ انهيءَ الزام جو پنهنجي خط ۾ ڪوبہ ثبوت نہ ڏنو آهي، اهڙو بغير ثبوت وارو الزام تہ ڪوڙ ۽ بهتان سمجهيو ويندو، ڪنهن بہ ماڻهوءَ جي مخالفت ڪرڻ جي هر

ڪنهن کي اجازت آهي. پر مخالفت جي عمل ۾ ڪجهه اخلاقيات ۽ قائدا قانون هجڻ گهرجن، اوهان عالم دين جي مسند تي فائز آهيو. هڪ ديني درسگاهه جا استاد آهيو، پنهنجي مخالفت واري الزام ۾ ڪو ثبوت ته ڏيو ۽ ثبوت نه ڏيڻ جي صورت ۾ مون کي پورو پورو حق پهچي ٿو ته آئون به اوهان جي ڪوڙ خلاف ڪنهن انصاف ڏيندڙ ڪورٽ کان انصاف طلب ڪيان_ ان لاءِ اوهان جو اهڙي الزام وارو خط مون وٽ ثبوت طور محفوظ آهي، اڳتي اوهان پنهنجي خط ۾ لکو ٿا ته: اول ته حديث رسول، رسول الله جا فرمودات آهن ۽ اها محفوظ آهي، بحوالا تاريخ جي روءِ سان ته حديث رسول الله جي زماني ۾ لکي ويندي هئي ۽ باقائدي ياد به ڪئي ويندي هئي ۽ مسلسل متواتر اها نسل درنسل منتقل ٿيندي ايستائين پهتي آهي جنهن جو انڪار ڪرڻ مثل ان چمڙي جي آهي جيڪو سج جي روشنيءَ کي رد ڪندڙ آهي" (اوهان جي خط جي عبارت هتي پوري ڪجي ٿي)

**"جواب"**

مولانا مير محمد صاحب! اوهان پنهنجي هن عبارت ۾ علم تاريخ کي ديني علم جي ثبوت لاءِ هڪ اصل" جي طور تي قبول ڪيو آهي، جيڪي ماڻهو پاڻ کي اهل سنت سڏائي چهارا مامي فرقن منجهان ڪنهن نه ڪنهن امام جو پاڻ کي پوئلڳ سڏائيندا آهن ته هو حنفي يا حنبلي يا مالڪي يا شافعي آهن، انهن سين وٽ دين جي علم جي ثبوت ۽ حاصلات جا چار عدد اصول آهن، هڪ قرآن ٻيو حديث ٽيون قياس، چوٿون اجماع، اوهان پنهنجي خط ۾ علم تاريخ کي به ديني علم جي ثبوت لاءِ بطور مآخذ جي اصل ذڪر ڪيو آهي، هيءَ ته پنجون اصول ٿيو، چا اوهان پنهنجي تعارف ۾ ٻڌائيندا ته اوهانجو اهل سنت وارن چئن فرقن کان الڳ ڪهڙو فرقو آهي؟ چو ته اهل سنت وارا ته علم تاريخ کي دين جي اصولن

منجهان ڪُون تا شمار ڪن، مولانا بلوچ صاحب! اوهان علم حديث جي لاءِ جيترو ڪجهه بہ لکيو آهي تہ اهو مسلسل متواتر نسل درنسل منتقل ٿيندو پيو اچي ۽ نبي سائينءَ جي زماني ۾ حديث لکي ويندي هئي ۽ ياد ڪئي ويندي هئي وغيره وغيره جناب مولوي صاحب توهانجي انهن سڀن دعوائن کان پوءِ بہ اوهان ڄاڻو ٿا تہ علم حديث جي عالمن هٿ گهڙين ڪوڙين حديثن تي ڪيترا تہ ڪتاب موضوعات جي نالي سان لکيا آهن، انهن موضوعات وارن ڪتابن کان سواءِ هيءَ ڳالهہ بہ امام ابو يوسف جي سوانحي ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ امام ابو يوسف ارڙهن هزار ڪوڙيون حديثون ياد ڪيون هئيون هن خوف کان تہ ڪوئي ان کي ڪوڙي حديث ٻڌائي ان کان ان مطابق غلط فيصلو نہ وٺي وڃي جڏهن تہ موضوعات نالي وارن ڪتابن ۾ انهن ڪوڙين ۽ جڙتو حديثن جا انبار گڏ ڪري لکيا ويا آهن، ۽ اميد آهي تہ اوهان هن اصول کي سمجهندا هوندا تہ جنهن بہ علم ۾ ملاوٽ ۽ ڪوڙ جو احتمال هوندو تہ پوءِ ان علم کي ظني سڏيو ويندو آهي، ۽ جيڪوعلم ڪوڙ جي ملاوٽ کان پاڪ هوندو آهي ان کي قرآن حڪيم علم حق جو نالو ڏنو آهي جنهن لاءِ فرمان ربي آهي تہ وَمَا يَتَّبِعُ أَكْثَرُهُمْ إِلاَّ ظَنًّا إَنَّ الظَّنَّ لاَ يُغْنِي مِنَ الْحَقِّ شَيْئًا إِنَّ اللّهَ عَلَيمٌ بِمَا يَفْعَلُونَ (36_10) يعني اهي مشرڪ صرف ظني علمن ۽ ڳالهين جي تابعداري ڪن ٿا، جڏهن تہ پڪي ڳالهہ هيءَ آهي تہ ظني شيون حق واري علم جي جاءِ نٿيون پري سگهن، بيشڪ الله عزوجل انهن مشرڪن جي ڪرتوتن کي ڄاڻڻ وارو آهي" علم حديث جا پرستار ان جي لاءِ جيترا بہ دليل ڏين تہ اهي حديثون ماڻهو زمانہ رسالت ۾ ياد ڪري لکي ڇڏيندا هوا، پوءِ بہ تہ هي ڳالهہ اهيئي حديث پرست ٻڌائين ٿا تہ امام بخاريءَ وٽ ڇهہ لک حديثون محفوظ هئيون انهن سڀن منجهان ان ڇانٽي ڪري ڪري وڃي ٿي چار هزار حديثون انهيءَ لائق سمجهائين جيڪي هن پنهنجي ڪتاب بخاريءَ

۾ تڪرار سان وزي وري آڻي ٽن چئن هزارن مان ڏهه هزار ڪري ڇڏيون، پوءِ جناب مولوي بلوچ صاحب! توهان ٻڌائيندا ته ڇهه لک حديثن منجهان پنج لک ڇهانوي هزار حديثن کي رد ڪرڻ وارو امام بخاري حديث رسول جو منڪر نه بڻيو؟ ۽ اوهان جو پنهنجو خيال ۽ نظريو بخاري ۾ آندل ڪجهه هزار حديثن جي مقابلي امام بخاري طرفان ڇڏي ڏنل پنج لک ۽ ڇهانوي هزار حديثن بابت ڪهڙو رايو آهي؟ اوهان انهن حديثن کي جيڪو به نالو ڏيندا، ان سان ته سڄي علم حديث کي ظني ۽ غير يقيني سڏڻو پوندو، پر جيڪڏهن اوهان هرپرو به ضد ڪري چئو ته بخاري مسلم ۾ جيڪي حديثون شامل ڪيل آهن اهي ظني ناهن اهي يقيني آهن ته پوءِ بخاريءَ جي هن حديث لاءِ اوهان جو ڪهڙو خيال آهي ته هڪ اجنبي شخص بي بي عائشه جي ڀاءُ کي ساڻ وٺي انجي گهر ۾ داخل ٿيو ۽ بي بي صاحبه کان سوال ڪيائين ته مون کي رسول سائين جي غسل ڪرڻ وارو طريقو سمجهايو؟ ان تي بي بي صاحبه پاڻي گهرائي ان اجنبي ماڻهوءَ کي رسول جي غسل ڪرڻ مطابق پاڻ غسل ڪري ڏيکاريو" (بخاري حصه اول ڪتاب الغسل، باب الغسل بالصاع ونحوه حديث نمبر 246) هيءَ توهين ام المؤمنين واري حديث به ڪتاب بخاريءَ جي حوالي سان مون اوهان جي خدمت ۾ عرض ڪئي آهي، انهي گستاخيءَ کي محسوس نه ڪرڻ به چمڙي جي سڄ کي نه ڏسڻ وارو مثال اوهان جي مٿان فٽ ٿيندو"

اڳتي اوهان پنهنجي خط ۾ لکيو آهي ته: (هر عقل سليم به ان ڳالهه کي تسليم ڪري ٿو هر جماعت ۽ هر گروهه وٽ انهن جي مقتدائن جي سيرت محفوظ ۽ حجت هوندي آهي ۽ اهو پوري دنيا جو اجماعي مسئلو آهي يهودين وٽ ڇا حضرت موسيٰ جي سيرت اقوال ۽ افعال حجت نه آهن، ڇا عيسائي حضرت عيسيٰ جا اقوال ۽

افعال حجت تسليم نہ ٿاڪن؟) (هن جاءِ تي اوهانجي خط جي عبارت پوري ڪجي ٿي)

**جواب:**

ها مولانا بلوچ صاحب! اوهان پنهنجي دعويٰ جي ثبوت ۾ ڪوئي دليل تہ ڪونہ لکيو آهي، بغير ثبوت ۽ دليل جي تہ دعويٰ ڪوڙي چئبي ۽ نلهي لباڙ چئبي، پوءِ ڇا اوهان عالم سڳورا مسجد ۽ محراب جي اسٽيج تي بہ قرآن هٿ ۾ جهلي ماڻهن اڳيان ائين بغير ثبوت واريون تقريرون ڪندا آهيو؟ توهان پنهنجي ان دعويٰ لاءِ مثال ڏنو آهي تہ ڇا يهودين وٽ حضرت موسيٰ جا اقوال ۽ سيرت ۽ افعال حجت نہ آهن ڇا؟" مولوي ميرمحمد صاحب بڌي ڇڏيو تہ بلڪل يهودين وٽ حضرت موسيٰ جا اقوال افعال حجت نہ آهن. اوهان سراسر اها غلط ۽ ڪوڙي ڳالهہ ڪئي آهي، يهودي اهڙا تہ حرامي آهن جو حضرت موسيٰ جي جيئري ئي انهن ڳابي جي پوڄا ڪرڻ شروع ڪئي هئي ۽ چيائون تہ هَذَا إِلَهُكُمْ وَإِلَهُ مُوسَى فَنَسِيَ (20_88) يعني هي ڳابو ئي تہ توهان سين جو موسيٰ سميت، الله ۽ معبوڊ آهي خود موسي بہ پنهنجي هن الله کي وساري غلط الله سان ملڻ طور جبل ڏي اجايو ويو آهي، مولوي ميرمحمد صاحب توهان انهن يهودين لاءِ ٿا فرمايو تہ انهن وٽ انهن جي مقتدا حضرت موسيٰ جي سيرت ۽ اقوال حجت آهن، بلوچ صاحب اوهانجي علمي مطالعي جو واسطو قرآن سان شايد سمجهي پڙهڻ بدران مئلن کي ختم شريف پڙهي انهن جي روحن جي ايصال ثواب تائين محدود آهي، نہ تہ قرآن حميد تہ انهن يهودين لاءِ فرمائي ڇڏيو آهي تہ فَبِمَا نَقْضِهِم مِّيثَاقَهُمْ لَعَنَّاهُمْ وَجَعَلْنَا قُلُوبَهُمْ قَاسِيَةً يُحَرِّفُونَ الْكَلِمَ عَن مَّوَاضِعِهِ (5_13) (خلاصو) انهن يهودين طرفان الله سان ڪيل ميثاق ۽ عهد کي ٽوڙڻ سبب رب پاڪ فرمائي ٿو تہ اسان انهن تي لعنت ڪئي ۽ دليون انهن جون

ڪٺ چڙهيل، اهي يهودي اهڙا ته خيانتي آهن جو اهي لفظن ۽ جملن کي به پنهنجي اصل جاءِ کان تحريف ۽ تبديل ڪري ڇڏيندا آهن، جن يهودين توريت جي مجموعه ڪتب جون عبارتن جون عبارتون ئي بدلائي ڇڏيون انهنڪي مولانا ميرمحمد صاحب الائي ڪيئن پيو حضرت موسيٰ جو صحيح پيروڪار قبول ڪري الائي شر صاحب يهودين جو ايترو عقيدتمند ڇو آهي،" وري اڳتي مولانا بلوچ صاحب اوهان لکيو آهي ته ڇا عيسائي حضرت عيسيٰ جا اقوال ۽ افعال حجت تسليم نه ٿا ڪن؟

منهنجي طرفان مولوي مير محمد صاحب کي جواب آهي ته: "تسليم نه ٿا ڪن" ڳالهه ته ساڳي پئي نظر اچي ته مولانا صاحب! اوهان قرآن کي ويجهو ئي ڪونه ٿا نظر اچو. اوهان جيڪڏهن قرآن حڪيم کان نيٺ ئي اڻ ڄاڻ آهيو ته توهان مفتيانه ۽ فيصل ڪن انداز ۾ مونڏي خط ڇو لکيو آهي، (ته ڇا عيسائي حضرت عيسيٰ جا اقوال ۽ افعال حجت تسليم نٿا ڪن) قرآن حڪيم ۾ ته جناب عيسيٰ عليه السلام جَن الله کي عرض ڪن ٿا ته ما قلت لهم الا ما امرتني به (117_5) يعني مون پنهنجي قوم وارن کي اهو ئي ڪجهه چيو آهي جنهن ڳالهه جو تو مونکي حڪم ڪيو آهي ۽ اها ڳالهه هيءَ هئي ته ان اعبدوا الله ربي وربكم يعني الله جي عبادت ڪيو جيڪو منهنجو ۽ اوهانجو رب آهي. مولوي شر صاحب اوهان لکيو آهي ته عيسائي ماڻهو حضرت عيسي جا اقوال ۽ افعال تسليم ڪن ٿا، جيڪڏهن توهانجي ڳالهه کي قبول ڪجي ته پوءِ عيسائين جيڪو عيسيٰ عليه السلام ۽ انجي ماءُ کي الله قرار ڏنو هئو، اهو انهن جو عقيدو ڪنهن جي کاتي ۾ پوندو. مون عزيزالله سان اوهان پلي نفرت ڪيو پر عالمي حقيقتن کي ته پنهنجي موقعي محل تي رکو. ياد رکي ڇڏيو ته سورت مائده ۾ جناب عيسيٰ عليه السلام جيڪو رب پاڪ کي جواب ڏنو آهي ته مون عيسائين کي اهو ڪونه چيو هئو ته

مونکي ۽ منهنجي ماء کي الله کري مڃو، ان موقعي تي جناب عيسيٰ جو هيٰ جواب اوهان جهڙن مولوين جي ذهن درست ڪرڻ جي لاءِ به ڏاڍو اهم آهي ته ماقلت لهم الاما امرتني هن جواب مان صاف صاف ثابت ٿيو عيسيٰ عليه السلام انهن کي صرف انجيل جي تعليم ڏني هئي انجيل کان باهر ڪي به حديثون انهن کي ڪونه ياد ڪرايون هئيون" تڏهن ته عيسيٰ عليه السلام چوي ٿو ته ان ڪنت قلته فقد علمته، يعني تنهنجي علم وحي جي حڪمن کان سواءِ جيڪڏهن انهن کي مون ڪجهه به انجيل کانسواءِ حديثون چيون هجن ها ته ان اجي جاڻ توکي ضرور هجي ها" هتي جناب عيسيٰ عليه السلام جي جواب کي" ته مون انهن کي اهوئي ڪجهه چيو هئو جيڪو ڪجهه تو مونکي حڪم ڪيو (5_117) اهو سڀن نبين جو طريقو سمجهڻ گهرجي، يعني نوح عليه السلام جن کان وٺي سيدنا محمد عليه السلام جن تائين سڀن نبين جي تعليم ۽ فڪري مرڪزيت هڪڙي علم وحي واري رهي آهي (4_163) ۽ سڀن نبين الله جي امر ڪيل تعليم ۾ نه ڪائي گهٽتائي ڪئي آهي نه ئي ان ۾ ڪائي واڌ ڪئي آهي (5_117) مولانا شر بلوچ صاحب اوهان پنهنجي خط ۾ يهودي ۽ عيسائي دانشورن ٽالسٽائي۔ ايڊورڊگبن ۽ جرمن جي ڊاڪٽر ڪوخ انهن سڀن لاءِ لکيو آهي ته انهن نبي سائين جن جي حديثن جي تعريف ڪئي آهي، اوهانجي هن استدلال ۾ اصل ڳالهه ته هيءَ آهي جو جناب خاتم الانبياء صلوة والسلام عليه جي معرفت مليل علمي فڪري ڪتاب قرآن، ڪنهن جي به حمايت ۽ تعريف ڪرڻ جو محتاج ناهي، پر جيڪڏهن اوهان خوش ٿيو ٿا ته مٿين دانشورن علم حديث جي تعريف ڪئي آهي، سو آئون انهن دانشورن جي ذاتي نظرين جي بين حوالن سان جاڻ ڏيان ٿو ته اهي ماٺهو ڇهن سالن جي معصوم ٻارڙيءَ سان شادي ڪرڻ کي ناجائز تصور ڪندڙ هئا ۽ جيڪڏهن انهن دانشورن بخاري جي ڪتاب ۾ نبي سائين جي بي بي عائشه

سان ڇهن سالن جي عمر ۾ شادي ڪرڻ واريون حديثون پڙهيون آهن ۽ انهن حديثن جي انهن کي پوري ڄاڻ آهي ۽ پوءِ به انهن اهڙين حديثن واري علم کي ساراهيو آهي ته پوءِ توهان پڪ ڄاڻجو ته انهن عيسائي ۽ يهودي دانشورن انڪري تعريف ڪئي آهي ته پل ته مسلم امت وارن جا گهريلو ازدواجي تعلقات ۽ قانون تباهه ٿين، ڇا توهانکي خبر ناهي ته قرآن حڪيم يتيم کي انهن جي موروثي مال حوالي ڪرڻ لاءِ انهن جي عمر ڪهڙي ۽ ڪيتري هجي جو ڏس ڏيڻ لاءِ فرمايو آهي ته وَابْتَلُواْ الْيَتَامَى حَتَّىَ إِذَا بَلَغُواْ النِّكَاحَ (4_6) يعني يتيمن جو امتحان وٺندا رهو ايتري تائين جو هو نڪاح جي عمر کي پهچي وڃن، اڳتي قرآن حڪيم جسماني طور بلوغت واري عمر کي پهچڻ سان گڏ ذهني بلوغت کي به اهميت ڏيندي فرمايو ته فان آنستم منهم رشدا فادفعوا اليهم اموالهم يعني جيڪڏهن اوهان انهن ۾ عقل ۽ شعور جي صحيح هجڻ جو به امتحان وٺي ڇڏيو آهي ته پوءِ انهن جا مال انهن جي حوالي ڪيو. هاڻي ڪير ٻڌائي ته امام بخاري جي حديثن ۾ جيڪو نبي سائينءَ جن جي شادي ۽ نڪاح بي بي عائشه سان ڇهن سالن جي عمر ۾ ۽ ڪنوار کي گهوٽ جي حوالي ڪرڻ جي عمر 9 نو سال لکي وئي آهي ته ڇهن سالن جي ٻارڙي جو ذهني رشد ۽ جسماني پختگي ڪنهن به ليکي ۾ نه هوندي آهي بلڪ نون سالن جي ٻار کي به ذهني رشد ۽ جسماني پختگي حاصل نه ٿيندي آهي جو انجي نڪاح ۾ ايجاب ۽ قبول جي سمجهه ان کي حاصل ٿي وڃي. سو انهن توهان وارن آئيڊيل عيسائي ۽ يهودي دانشورن جيڪڏهن مسلم امت جو حديثن وارو علم پڙهيو آهي ته پڪ سان انهن قرآن به پڙهيو هوندو، پوءِ انهن علم حديث جي جيڪا تعريف لکي آهي ۽ قرآن بابت ڪجهه نه لکيو آهي ته ضرور انهن اهو سوچيو هوندو ته پل مسلمان اجا به جنگيون ۽ لڙايون مخالفن جي عورتن کي ٻانهين بنائڻ لاءِ ڪندا رهن ۽ پنهنجي معاشرن جي ننڍي

عمر وارن ٻارن جون شاديون ڪري ُتباھ ٿيندا رهن انهيءَ ڪري تہ قرآن حڪيم فرمايو آھي تہ يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُواْ لاَ تَتَّخِذُواْ الْيَهُودَ وَالنَّصَارَى أَوْلِيَاء بَعْضُهُمْ أَوْلِيَاء بَعْضٍ وَمَن يَتَوَلَّهُم مِّنكُمْ فَإِنَّهُ مِنْهُمْ إِنَّ اللّهَ لاَ يَهْدِي الْقَوْمَ الظَّالِمِينَ(51_5) يعني اي ايمان وارو يهودين ۽ نصارن کي دوست نہ بڻايو، اهي پاڻ ۾ هڪ ٻئي جا دوست آهن، توهان منجهان جيڪو انهن کي دوست بنائيندو، پوءِ اهو انهن مان ئي ڳڻيو ويندو، الله ظالم قوم وارن کي هدايت نہ ڪندو آهي“ انهن حوالن کان اڳتي مولانا شر صاحب! اوهان منهنجي اردو ڪتاب ”تبصره“ نالي جنهن تي ذوالجناح جي تصوير مثان معراج کي سواري لکيل آهي ان جي حوالي سان لکيو آهي“ ”توهان تہ ايستائين بہ لکيو آهي تہ محمد ڪجهہ ٻي نهين. معراج کي سواري ۾“ (اوهان جي اعتراض واري نقل ڪيل عبارت پوري ڪجي. ٿي) منهنجي ڪتاب مان عبارت جي نقل ڪرڻ ۾ جيڪا اوهان امانت ۽ ديانت ڏيکاي آهي، جنهن منجهان اوهانجو مقصد عام ماڻهن کي منهنجي خلاف ڀڙڪائڻ ۽ انهن ۾ اشتعال پئدا ڪرڻ آهي سو آئون ضروري سمجهان ٿو تہ آئون ان ڪتاب جي پوري عبارت هتي نقل ڪيان جنهن کان پوءِ ئي اوهانجي ايمانداري ۽ ديانتداريءَ جو پڙهندڙن کي پتو پئجي سگهندو، اصل ۾ منهنجو هي ڪتاب نالي ”تبصره“ شيعن جي عالم علامہ طالب جوهري جي ڪتاب نالي ”ميزان هدايت اور قرآن“ مثان تبصري جي طور تي لکيل آهي، مولوي شر صاحب آئون هت اردو ڪتاب تبصري جو اهو حصو اوهانجي نقل ڪيل حوالي سان جنهن جو تعلق آهي اها عبارت نقل ڪيانثو ٿو جيئن پڙهندڙ عوام اوهانجي نقل ڪرڻ ۾ اوهانجي ايمان داريءَ کي بہ پرکي سگهن“

آپ نے اپنی کتاب کے صفحہ 115 پر لکھا ہے کہ ”محمد“ سے ہٹ کر تنہا کتاب کافی نہیں ہے۔
یہ آپ نے کیا کہہ دیا!! آپ کہہ رہے ہیں کہ محمد سے ہٹ کر تنہا کتاب کافی نہیں ہے!! جوہری

صاحب آؤ یہ مسئلہ بھی قرآن سے پوچھیں کہ اس کا کیا فرمان ہے" قرآن کا اعلان ہے کہ قُلْ إِنَّ هُدَى اللّٰهِ هُوَ الْهُدَىٰ وَلَئِنِ اتَّبَعْتَ أَهْوَاءَهُم بَعْدَ الَّذِي جَاءَكَ مِنَ الْعِلْمِ مَا لَكَ مِنَ اللّٰهِ مِن وَلِيٍّ وَلَا نَصِيرٍ (2_120) یعنی اعلان کردو اے رسول! کہ ہدایت صرف اللہ کی ہے اور کتاب قرآن ہی ھدی للناس کتاب ہے (2_185) اگر آپ نے دشمنان قرآن کی خواہشات کا اتباع کیا علم وحی کے ملنے کے بعد، تو یاد رکھنا کہ تیرے لئے اللہ کے سوا کوئی ولی ملے گا نہ ہی کوئی مددگار = جناب جوہری صاحب اہل فارس کی عینک اتار کر اس کتاب کو غور سے پڑہیں اس آیت میں آپ کے قول کہ "محمد سے ہٹ کر تنہا کتاب کافی نہیں" اس آیت میں رد کیا ہے گیا ہے یہاں فرمایا گیا ہے کہ قرآن سے ہٹ کر محمد کچھ بھی نہیں "اگر یہ مفہوم اس آیت سے آپ کے عقل شریف میں نہ آیا ہو تو دوسری آیت ملاحظہ فرمائیں، وَكَذَٰلِكَ أَنزَلْنَاهُ حُكْمًا عَرَبِيًّا وَلَئِنِ اتَّبَعْتَ أَهْوَاءَهُم بَعْدَ مَا جَاءَكَ مِنَ الْعِلْمِ مَا لَكَ مِنَ اللّٰهِ مِن وَلِيٍّ وَلَا وَاقٍ (13_37) یعنی یہ عربی زبان میں آرڈر بھیج رہے ہیں کہ اگر (اے محمد) تو نے ان دشمنوں کی خواہشات کی اتباع کی علم وحی ملنے کے بعد بھی تو تجھے اللہ کے احتساب سے نہ کوئی ولی مل سکے گا نہ ہی کوئی بچانے والا جناب جوہری صاحب یہ آیت صاف بتا رہی ہے کہ محمد کی جتنی بھی ہستی، حیثیت اور مرتبہ ہے وہ صرف اس قرآن کی وجہ سے ہے قرآن سے ہٹ کر کوئی بھی کچھ نہیں، محمد بھی کچھ نہیں، محمد کی رسالت کا میسج، محمد کی نبوت کا بنیاد صرف قرآن ہے، قرآن نہ ہو تو کوئی بھی کچھ بھی نہیں ہے" میری اس عرضداشت کو صرف میری سمجھ کر غور نہ کریں جوہری صاحب! اس گذارش کا ماخذ بھی قرآن ہے کہ يَا أَيُّهَا الرَّسُولُ بَلِّغْ مَا أُنزِلَ إِلَيْكَ مِن رَّبِّكَ وَإِن لَّمْ تَفْعَلْ فَمَا بَلَّغْتَ رِسَالَتَهُ (5_67) یعنی آپ کی رسالت کا مدار ہی کلام ما انزل کے بلاغ پر ہے، اگر یہ عمل، بلاغ ما انزل نہ ہو تو آپ نے گویا اللہ کی رسالت کو ہی نہیں پہنچایا"۔

منهنجو مولانا شر صاحب جي خط ملڻ وقت شروع ۾ اهو خيال هئو ته خط جو جواب لکي صرف مولانا صاحب ڏي انجي ڪاپي موڪلي ڏيندس، پر پوءِ جڏهن محترم شر صاحب جي منهنجي ڪتاب تبصري تان هن عبارت جي ٽڪري کي بغير ڪنهن

اڳ پوءِ سياق سباق جي آڌي ۽ ان ٽڪري مٿان اعتراض پڙهيم ته
مونکي خوف وٺي ويو ته هنن ماڻهن وٽ ديانتداري ۽ امانت داري
نالي ڪا به شيءِ ڪانهي ڪا، ايتري حد تائين جو جنهن علامه طالب
جوهريءَ جي ڪتاب خلاف مون هي ڪتاب لکيو آهي ۽ منهنجو هي
ڪتاب انهيءَ تائين پهتل به آهي پوءِ به ان هن صفحي 54 واري ان
جملي جي عبارت ڪي مولوي شر صاحب وانگر غلط مقصد وٺڻ
واري انداز ڪي اختيار نه ڪيو هاڻ ته مونکي علامه طالب جوهريءَ
جي ذهن اندر مولوي ميرمحمد شر ڪان وڌيڪ امانت ۽ ديانت نظر
اچي ٿي، وڌيڪ هي به معلوم ٿيو ته اثنا عشري امامي شيعن ۾
چهار امامي فرقي وارن شيعن ڪان ڪنهن به حوالي جي نقل ڪرڻ
۾ وڌيڪ امانت داري آهي، ان ڪري هاڻ مون اهو ضروري سمجهو
آهي ته شر صاحب جي خط ۾ ان جي جواب ڪي اسان به جٿا پاڻ تائين
محدود نه رکون، بلڪ ان ڪي ڇپرائي عوامي عدالت جي اڳيان به
پيش ڪري ڇڏجي“ پل ته عوام به ڄاڻي ته ڪير ڪير ڪيئن آهي،
ڪيئن ناهي“ ان اردو اقتباس ڪان پوءِ مولانا شر بلوچ صاحب جن
پنهنجي خط ۾ مون بابت لکن ٿا ته ”ان ڪان علاوه ڪيتري ئي زبان
درازي ڪئي آهي“ (مولانا جي عبارت پوري ڪجي ٿي) مولانا
صاحب! توهان جنهن اردو اقتباس جي نقل ڪرڻ ۾ ئي خيانت
ڪندي ان ڪي هٽرادو معني ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي جيڪا
اوهان واري معنيٰ بيهي به نٿي سگهي ته هاڻ منهنجيون بيون زبان
درازيون نقل ڪرڻ ڪان ڇو ٿا ڪيٻايو؟ اهي به لکي ڪٽي اچو، مون
سان ايتري رعايت ڇو ٿا ڪيو جو منهنجيون اهي زبان درازيون
لڪايو پيا- اڳتي اوهان پنهنجي خط ۾ لکو ٿا،

توهان جي بقول ته قرآني قانون به سؤ سال هليو جيئن فقه
القرآن ۾ لکيو آهي ته انهن بن سو سالن ڪان پوءِ انهن ۾ ڦير ڦار
ٿي نعوذ باالله هن وقت تائين قرآن خلاف عمل هلي رهيو آهي، هي

سمورا مسلمان جيڪي پوري دنيا ۾ موجود آهن ان قرآن ۾ ڦير ڦار تي خاموش رهيا عرب عجم ڪنهن به ان خلاف چون چرا نه ڪئي سڀئي نعوذبالله تماشائي بڻيل هئا حالانڪ قرآن مجيد جي روء سان ته بعثت نبوي جو مقصد ئي ته ليظهرهٔ علي الدين كله جيڪي پهريان سماوي يا غير سماوي طريقا هليا پئي انهن کي ختم ڪري دين حق کي غالب ڪرڻ اولي مقصد هيو.

(هتي اوهانجي عبارت پوري ڪجي ٿي)

**”جواب“**

اوهان منهنجي ڪتاب فقہ القرآن جي حوالي سان بغير صفحي نمبر ڄاڻائڻ جي لکيو آهي ته منهنجي راء مطابق قرآني قانون ٻه سؤ سال هليو ۽ پوء انهن ۾ ڦير ڦار ٿي. مولانا شر صاحب! اوهان هن ڳالهہ لاءِ منهنجي ڪتاب جو نالو ته لکيو آهي پر صفحو نمبر نه ڏنو آهي، جڏهن ته توهان جيڪو اردو ڪتاب تبصري جو حوالو ڏنو ان منجهان اوهانجي ايمانداري پرکجي وئي آهي، سو اڳتي منهنجي ڪنهن به ڪتاب جي حوالي ڏيڻ مهل انجو صفحو نمبر ۽ اصل عبارت مڪمل طور تي سياق سباق سميت اوهان نقل نه ڪندا ته اوهانجي اها ڳالهہ ڪوڙي تصور ڪئي ويندي، چو ته بحث ۽ سوال جواب ۾ حق ۽ سچ جي تلاش جو جذبو هجڻ گهرجي. هڪ ٻئي تي الزام تراشي بداخلاقي وارن طريقن سان تحقير ۽ تذليل جي انداز سان الزام تراشي وارن سوال جواب ڪرڻ ۾ آئون ڪمزور آهيان اوهين ڏاڍا آهيو، مون عرض ڪيو ته منهنجي ڪنهن به ڳالهہ جو حوالو جيڪڏهن مڪمل نه هوندو ته انجو جواب آئون نه ڏيندس، هتي اوهان جو سوال ته مون لکيو ته آهي قرآني قانون صرف ٻه سؤ سال هليو“ ته جڏهن اوهان انهي ڳالهہ جو صفحو نمبر لکيو ته پوءِ ان ڳالهہ کي ڏسبو، پر منهنجي ان مسئلي ۾ تحقيق هي آهي ته عباسي خلافت ۽ اسپين ۾ بنو اميہ وارن جي دور حڪومت تائين

اتي اتي قرآني قانون مطابق حڪومت هلي آهي صرف مصر جي انهن علائقن ۾ فاطمي حڪومت اندر امامي علمن کي اقتدار مليو آهي جيڪو انهن امامن فارس جي باطني ۽ ڳجهين تنظيمن جي ڳڏيل تعاون ۽ عمل هيٺ سرانجام ڏنو آهي، فارس جي ڪسروي قيادت ڪين مليل ميدان جنگ ۾ شڪست جو بدلو امت مسلمه وارن کان انسان ذات لاءِ مليل علم وحي واري ڪتاب عظيم قرآن حڪيم ۾ تحريفن ۽ ردو بدل ڪرڻ منجهه قرار ڏنو هو، پر جيئن ته قرآن حڪيم جي متن ۽ ٽئڪسٽ جي حفاظت جو ذمو الله پاڪ پاڻ تي ڪنيو آهي ان ڪري هڙيئي امامي فرقا لفظي تحريف ڪرڻ ۾ جڏهن ناڪام ٿيا ته پوءِ انهن معنوي تحريفون ڪرڻ لاءِ اسڪيمون ناهيون، ۽ ان منصوبي لاءِ هنن پهريائين ته هي مشهور ڪيو ته قرآن وحي جلي ۽ وحي متلو ڪتاب آهي سو الله انهيءَ قرآن جي معنائن ۽ تشريحن وارو علم پنهنجي نبيءَ کي وحي خفي ۽ وحي غير متلو ذريعي جدا ڏنو آهي ۽ ان علم جو نالو علم حديث آهي، سو فارس حڪومت جي اساوره شاهي وارن قرآن حڪيم جي علم خلاف تمام گهڻ پاسائتي جيڪا تحريڪ هلائي هئي تن سيني ڪوشش جو بنياد انهن ٻن ڳالهين تي رکيو هڪڙو" آل رسول ٻيو "امامت" جي اصطلاحن تي، علم حديث جيڪو اهو ڪهڙي به فرقي جي روايتن وارو هجي مولوي شر واري حنفي ديوبندي فرقي سميت يعني سڀن فرقن جي جدا جدا حديثن ۾ ٻين گهڻن اختلافن باوجود آل رسول ۽ امامت جي اصطلاح تي ڪنهن به فرقي کي ڪوبه اختلاف ڪونهي، سڀ امامي فرقا اهي ٻئي اصطلاحون قبول ڪيون پنهنجا پنهنجا مڪتب هلائي رهيا آهن، مولانا ميرمحمد شر بلوچ صاحب جيڪو پنهنجي اعتراض ۾ فرمايو آهي ته سمورا مسلمان جيڪي پوري دنيا ۾ موجود آهن، ان ڦير ڦار تي خاموش

رهيا عرب عجم ڪنهن به ان خلاف چون چرا نه ڪئي سيئي نعوذبالله تماشائي بڻيل هئا.

سو مولانا شر بلوچ صاحب جي خدمت ۾ عرض آهي ته بلڪل عرب عجم جا وڏي اڪثريت وارا مسلمان ته ان قير قار تي خاموش رهيا آهن پر خود مولانا مير محمد پاڻ به ان قيرقار تي قرآن جي خلاف پنهنجي فارس وارن امامن جي ڌر ٿي بيٺو آهي، اهو هن طرح ته پڙهندڙ پائر هن مضمون ۾ مولانا شر بلوچ جي خط جو هي جملو پڙهي آيا آهن ته ڪا به حديث قرآن مجيد يعني بخاري و مسلم جي حديث قرآن مجيد جي خلاف نه آهي" هاڻي آئون هت بخاري ۽ مسلم منجهان في الحال هڪ هڪ حديث نقل ڪيان ٿو پوءِ مولانا جي دعويٰ کي سامهون رکي پڙهندڙ پائر پاڻ فيصلو ڪن ته شر صاحب قرآن جي پاسي آهي يا امامي تحريڪ وارن جي پاسي آهي، پڙهندڙن کي هيءَ ته ڄاڻ آهي، الله پاڪ جو هي اعلان آهي ته انا نحن نزلنا الذكر وانا له لحافظون (9_14) يعني اسان نازل ڪيو سون قرآن کي ۽ اسان ئي هن جي حفاظت ڪرڻ وارا آهيون پر ڪتاب بخاريءَ ۾ هڪ ڪتاب آهي جنهن جو نالو آهي كتاب المحاربين من اهل الكفر والردة _ ان ۾ هڪ باب آهي نالي رجم الحبلي من الزنا اذا احصنت، باب جو نمبر آهي 979 ان ۾ حديث آهي جنهن جو نمبر آهي 1730 حديث تمام ڊگهي آهي جنهن ۾ کوڙ ڳالهيون آهن جن منجهان آئون هت صرف به ڳالهيون نقل ڪيان ٿو هن حديث کي گهڙيندڙ راويءَ اها هٿ ٺوڪي ڪوڙي ڳالهه جناب عمر بن الخطاب جيَ جمعي ڏينهن تي ڏنل خطبي جي طرف منسوب ڪئي آهي جنهن ۾ هڪ هي ڳالهه ناهي اٿن ته عمر پنهنجي خطبي ۾ بيان ڪيو ته ان الله بعث محمد صلى الله عليه وسلم بالحق وانزل عليه الكتاب فكان مما انزل الله آية الرجم فقرأناها وعقلنا ها ووئيناها رجم رسول الله صلى الله عليه وسلم ورجمنا بعده فاخشئ ان طال بالناس

زمان ان يقول قائل والله مانجد اية الرجم في كتاب الله فيضلوا بترک فريضة انزلها الله والرجم في كتاب الله حق ...... (خلاصو) يعني بيشڪ الله تعاليٰ محمد عليہ السلام کي حق سان موڪليو آهي ۽ ان تي پنهنجو ڪتاب نازل ڪيو آهي پوءِ الله ان ۾ جيڪا سنگسار ڪرڻ جي آيت نازل ڪئي هئي اسان ان کي پڙهيو هئو ۽ سمجهيو هئيو ۽ محفوظ ڪيو هو رسول سائين جن پاڻ بہ رجم ڪرڻ جا فيصلا ڪيا هئا ۽ ان کان پوءِ اسان بہ رجم يعني سنگسار ڪرڻ جا فيصلا ڪيا، مونکي انديشو آهي تہ ماڻهن تي گهڻو عرصو گذري وڃڻ کان پوءِ ڪوئي چوڻ وارو ائين نہ اچي چوي تہ قسم الله جو اسان رجم واري آيت قرآن ۾ ڏٺي ئي ڪانهي لڌي ئي ڪانهي، (انجي ائين چوڻ سان) اهي ماڻهو هن فرض کي ڇڏي ڏيڻ وارا گمراهہ ٿي ويندا جنهن فرض کي الله نازل ڪيو جڏهن تہ زاني مرد ۽ عورت تي جيڪي شادي شده هجن رجم جي سزا ڏيڻ حق ۽ واجب آهي“

اڳتي هن حديث کي. ناهيندڙن بيو بہ ڪوڙ جناب عمر ڏي منسوب ڪيو آهي تہ ان پنهنجي خطبي ۾ هي بہ فرمايو تہ ثم انا کنا نقرأ فيما نقدء من كتاب الله ان لاترغبوا عن اٰبائكم او ان كفرا بكم ان ترغبوا عن آبائكم“ يعني انهيءَ آيت رجم واري آيت ڪانسواءِ اسان قرآن ۾ هڪ هيءَ آيت بہ پڙهندا هئا سون جيڪا اج ڪلهہ ڪر ٿي وئي آهي. قرآن مان، اها هيءَ تہ اوهان پنهنجي ابن ڏاڏن کان منهن نہ موڙجو ڇو تہ تحقيق ابن ڏاڏن کان منهن موڙڻ اهو توهانجو عمل ڪفر منجهان ڳڻيو ويندو“ هاڻي پڙهندڙ مهربان غور ڪن تہ مولوي ميرمحمد بلوچ جي امام بخاريءَ قرآن مان بہ عدد آيتون علم حديث ذريعي ڪٽل ۽ گم ٿيل ۽ وڃائجي ويل ڏيکاريون آهن، هاڻي مولوي شر صاحب قرآن جي اندر الله جي اعلان تہ اسان قرآن کي نازل ڪيو آهي ۽ اسان ئي ان جي حفاظت ڪنداسين“ ان اعلان کي هو پاڻ

واري ازبکستان ۽ روس ملڪ واري امام جي پيٽ ۾ ڪنهنکي صحيح سمجهندو؟ الله جي حفاظت واري اعلان کي- يا بخارا.واري امام جي ڪوڙي ۽ هٿ ٺوڪي حديث کي.

هاڻ اچو ۽ ڏسو تہ مولوي شر صاحب جي ٻئي امام مسلم وينل ڳوٺ نيشاپور (ايران) پنهنجي حديث ۾ قرآن حڪيم جي ڪهڙي تعظيم ڪئي آهي" عن عبدالله بن عمرو بن العاص قال أن في البحر شياطين مسجونة اوثقها سليمان يوشك ان تخرج فتقرآ على الناس قرآنا" (ڪتاب مسلم جلد اول صفحو 10، ڇاپو قديمي ڪتاب خانو مقابل آرام باغ ڪراچي) يعني عبدالله بن عمرو بن العاص روايت ڪري ٿو تہ سمونڊ ۾ ڪيترائي شيطان قيد ڪيل آهن جنکي سليمان عليہ السلام بند ڪيو آهي قريب آهي جو اهي نڪري اچن ۽ ماڻهن کي قرآن پڙهي ٻڌائيندا" منهنجو خيال آهي تہ هن حديث تي آئون ڪوبہ تبصرو نہ ڪيان صرف مولوي مير محمد صاحب شر جو هي جملو ياد ڏياريان تہ بخاري ۽ مسلم جي ڪابہ حديث قرآن مجيد جي خلاف ناهي" هاڻ اڳتي وري مولوي شر صاحب جي خط جي عبارت منجهان ٽڪرو نقل ڪجي ٿو" جيڪڏهن اها توهانجي ڳالهہ تسليم بہ ڪجي تہ پوءِ سمورن مسلمانن ايتري دين حق کان بيگانگي ڪئي جو دين حق منجي ويو ۽ قرآني حفاظت جو ذمو جيڪو رب سائين ڪنيو نعوذ باالله اهو بہ پورو نہ ٿيو، فرمايو تہ سوره سجده ۾ لايأتيہ الباطل من بين يديہ ولامن خلفہ تہ الفاظن ۽ معنائن ۾ ڦير ڦار باطل نہ ڪري سگهندو.

(هيتري تائين خط جي عبارت پوري ڪجي ٿي) مولانا شر صاحب! جڏهن مون اوهان جهڙن قرآن دشمن مولوين جي پيشوا ۽ رهبر امام بخاري ۽ امام مسلم جي ڪتابن منجهان حوالا ڏئي هي ثابت ڪري ڏيکاريو تہ انهن جي حديثن جي روشنيءَ ۾ قرآن منجهان رجم واري آيت گم ٿي وئي آهي ۽ پنهنجي ابن ڏاڏن کان

منهن نہ موڙڻ جي حڪم واري آيت بہ گم ڪئي وئي آهي ۽ جيڪي سمونڊ مان شيطان نڪري ايندا تہ اهي ماڻهن کي قرآن پڙهي ٻڌائيندا، يعني شر صاحب جا امام قرآن پڙهڻ وارن کي شيطان بہ ٿا ڪوٺين ۽ ٻئي طرف شر صاحب جو امام امام بخاري، قرآن بابت الله طرفان حفاظت جي ذميداري جي اعلان جو منڪر ٿيو بيٺو آهي، انهيءَ باوجود مولوي شر صاحب ڪتاب بخاري جي حديثن لاءِ لکي ٿو تہ اهي هرگز قرآن جي خلاف نٿيون ٿي سگهن پوءِ هاڻي بخاري جي قرآن مٿان غير محفوظ هجڻ جي الزام ڪان پوءِ مولوي شر صاحب کي پاڻ کي ڇا سمجهڻ گهرجي تہ هو قرآن کي ناقص سڏڻ واري بخاريءَ جو عقيدتمند ڇو ٿيو آهي؟ اڳتي خط واري عبارت ۾ شر صاحب لکي ٿو تہ:

فرمايو تہ سورت سجده ۾ لايآتيہ الباطل من بين يديہ ولامن خلفہ (آيت جي ان جملي جي معنيٰ شر صاحب ڪري ٿو) تہ الفاظن ۽ معنائن ۾ ڦير ڦار باطل نہ ڪري سگهندو"

شر صاحب! هن آيت جي ترجمي جي حوالي سان اوهانجي عبارت ڪي، آيت جي لفظن جي ترجمي جي طور مڃڻ غلط ٿيندو يعني اوهان اهو ترجمو غلط ڪيو آهي. ڇو تہ صحيح ترجمو هي آهي تہ ڪوڙ ۽ باطل هن قرآن ۾ نہ اڳيان اچي سگهندو نہ پنيان" انهيءَ ترجمي جي وڌيڪ ڄاڻ ۽ سمجهاڻي هن طرح سان آهي تہ اڄ ڪلهہ جيڪي اڳيان ڪتاب ۽ صحيفا انبياء عليهم السلام جا موجود آهن جيئن عهدنامہ عتيق ۽ جديد جي نالن سان توريت انجيل زبور وغيره، انهن ڪتابن ۾ غور ڪيو ويندو تہ باطل ۽ ڪوڙ خود انهن ڪتابن جي متن ۾ اڳيان پويان آڻي ملائي انهن ڪتابن جو اصلي حليو ئي بگاڙيو ويو آهي، تہ الله عزوجل هتي هن آيت (42_41) ۾ فرمايو آهي تہ لَا يَأْتِيهِ الْبَاطِلُ مِن بَيْنِ يَدَيْهِ وَلَا مِنْ خَلْفِهِ تَنزِيلٌ مِّنْ حَكِيمٍ حَمِيدٍ خلاصو، قرآن حڪيم جي متن ۾ ٽنڪسٽ واري اصل عبارت

۾ توريت ۽ ٻين اڳين ڪتابن وانگر باطل جي مجال ناهي تہ اڳيان
يا پويان ڪا ملاوٽ ڪري سگهي“ جيڪڏهن ڪير متن قرآن ۾
اهڙي ڪا ملاوٽ ڪندو تہ اها ظاهري ٿي پوندي ۽ پڪڙ جي پوندي
تہ هيءُ علم وحي جي عبارت ناهي. هائو ائين ٿي سگهي ٿو تہ قرآن
جي لفظن جملن آيتن جي ڪوڙي معنيٰ امام بخاريءَ وانگر ڪير
ڪري جيئن جو ان نعجہ جي معني عورت لکي آهي. غلط مطلب ۽
هترادو مصداق قرآني عبارت کان الڳ تفسير نالي ڪتاب ۾ يا
حاشيي جي نالي ۾ ڪوئي بہ شخص امام بخاريءَ وانگر جيڪڏهن
هترادو ڪوڙي حديث جي نالي سان غلط معني ڪرڻ چاهي تہ اهو
ٿي سگهي ٿو، منهنجي هن ڳالهہ جو ٻيو عدد ثبوت ۽ حوالو ملاحظہ
فرمائيندا، مولانا ميرمحمد شر بلوچ صاحب جي آئيڊيل امام بخاري
پنهنجي ڪتاب جي ڪتاب التفسير ۾ هڪ باب جوڙيو آهي قرآن
منجهان سورت مائده جي آيت نمبر 87 جي نالي سان باب جو نمبر
آهي 668 قوله لاتحرموا الطيبات ما احل الله لکم“ ان کان پوءِ ان جي معنيٰ ۽
مفهوم لاءِ جيڪا حديث آندي اٿس جنهن جو نمبر 1728 آهي حديث
آهي تہ عن عبدالله قال کنا نغزو مع النبی صلی الله علیه وسلم ولیس معنا نساء فقلنا
الانختصی فنهانا عن ذالك فرخص لنا بعد ذالك ان نتزوج المرأة بالثوب ثم قرأيا
ايهاالذين آمنوا لاتحرموا الطيبات ما احل الله لکم“ ”يعني عبدالله (ابن
مسعود) روايت ڪري ٿو تہ اسان رسول عليہ السلام سان جهاد تي
وياسون ۽ اسان سان گڏ (پنهنجيون) عورتون اتي ڪونہ هئيون، (اتي
اسان کي شهوت ڏاڍي ٿي) جنهن ڪري اسان رسول سائينءَ جن کي
عرض ڪيو تہ اسان پاڻ کي خصي ڪري نہ ڇڏيون ۽ پوءِ جواب ۾
رسول ڪريم جن اسان کي خصي ٿيڻ کان منع ڪئي ۽ رخصت
ڏنائون تہ (هن علائقي ۾) عورتن سان انهن کي مهر ۾ لٽو ڪپڙو
ڏئي انهن سان شادي ڪيو، (پوءِ رسول ڪريم جن پنهنجي انهيءَ

اجازت ۾ حڪم جي دليل لاءِ قرآن جي هيءَ آيت پڙهي ته) لاتحرموا طيبات ما اَحلَ الله لكم يعني جيڪي شيون الله اوهان لاءِ پاڪ بنايون آهن انهن کي حرام نه بنايو“ (محترم پڙهندڙن جي ڄاڻ لاءِ عرض‌آهي ته مون وٽ ڪتاب بخاري جو هڪ نسخو اردو ترجمي سان به آهي جيڪو ديني ڪتب خانه لاهور وارن جو ڇپرايل آهي ان اردو ترجمي ڪرڻ وارن جا به عدد نالا لکيل آهن هڪ مولانا حافظ قاري محمد عادل خان نقشبندي ٻيو مولانا قاري محمد فاضل قريشي مجددي صاحب“)انهن ٻنهي ترجمي ڪندڙن هن حديث جي ترجمي ۾ لکيو آهي ته جڏهن جنگ ۾ شريڪ اصحابن شهوت جي زور ختم ڪرڻ لاءِ پاڻ کي خصي ڪرڻ جي اجازت گهري ته جواب میں آپ نے فرمایا ایسا مت کرو اور فرمایا کہ تھوڑی یا کم دن کیلئے جس پر عورت راضی ہو جائے نکاح کرلو ۾ شرجي رهبر امام بخاريءَ جي هن حديث ۾ جيڪا قرآن جي ترجمي ۾ مفهوم ۾ باطل قسم جي خيانت ڪئي اٿس ان جو نمونو پيش ڪرڻو آهي ته جيڪو الله عزوجل فرمايو ته دشمن کي طاقت ناهي جو هو قرآن جي متن ۾ اڳيان پويان ڪوڙي معني ۾ مطلب واري ڪا ڳالهه ملائي سگهن“ سو اوهان هن حديث ۾ ڏٺو ته ڪيئن نه حديثون ناهيندڙن هڪ ڪوڙو قصو گهڙيو ته لڙائي دوران نبي جي ساٿين کي شهوت ايڏو زور پريو جو انهن مطالبو ڪيو ته شهوت ۾ ڦاٿون ٿا پيا، اجازت ڏيو ته پاڻ کي خصي بنايون، هن حديث جي ڪوڙي ۾ من گهڙت هجڻ کي هر عقلمند ماڻهو سمجهي سگهي ٿو ته لڙاين دوران هر وقت مخالف دشمنن جي حملي جو انديشو رهندو آهي زاتاهي هٽڻ جو هر وقت خوف هوندو آهي ميدان جنگ ۾ جنگ جي سفر ۾ ڇاپه مار صورتحال جي بنجي وڃڻ جو به هر وقت انديشو رهندو آهي پر هن حديث جي متن ۾ عبارت مان صاف نموني ثابت پيو ٿئي ته رسول سائين جي انهيءَ سفر واري جنگ جيڪا اڃا لڳي به ڪانهي هي ڪو تازو تازو مدينو ڇڏي سفر شروع

ڪيو اٿن چو تہ جنگين ۾ هي لازمي ڳالھ ٿيندي آهي تہ ڪيترائي ساٿي شهيد ٿيندا آهن ۽ ڪيترائي زخمي ٿيندا آهن، ۽ تندرست سلامت بچيل سپاھ کي پنهنجي شهيد سائين ۽ انهن جي يتيم ٿيل پونيرن جو صدمو ۽ مسئلو بہ ذهن تي هوندو آهي ۽ زخمين جي علاج ۽ تيمارداري جي بہ وڏي ذيوٽي ۽ ذميداري هوندي آهي، جو ڪنهن جي ٻانهن ڪٽيل، ڪنهنجي ٽنگھ ڪٽيل، ڪوئي ڪهڙي زخم جو زخمي هوندو آهي تہ ڪوئي ڪهڙي زخم جو، هر طرف روج راڙو هوندو آهي هر ڪنهنکي ڏک غم ۽ افسوس هوندو آهي، جناب رسول ۽ ان جي ساٿين سان جنگين ۾ جيڪي ڪين صدما ۽ زخم پهچندا رهيا آهن خود الله پاڪ بہ اهڙين تڪليفن تي ساڻن همدردي ۽ دلداريءَ جو اظهار ڪيو آهي تہ إِن يَمْسَسْكُمْ قَرْحٌ فَقَدْ مَسَّ الْقَوْمَ قَرْحٌ مِّثْلُهُ وَتِلْكَ الأَيَّامُ نُدَاوِلُهَا بَيْنَ النَّاسِ وَلِيَعْلَمَ اللهُ الَّذِينَ آمَنُواْ وَيَتَّخِذَ مِنكُمْ شُهَدَاء وَاللهُ لاَ يُحِبُّ الظَّالِمِينَ (3_140) يعني (دلگير نہ ٿيو) جيڪڏهن لڙائي دوران اوهان کي زخم پهتا آهن تہ دشمن کي بہ اهڙا ئي زخم پهتا آهن، هي جنگيون ۽ لڙايون تہ نار واري چرخي جي لوٽين وانگر آهن، جو ڪڏهن هيٺيون لوٽيون مٿي چڙهي اينديون آهن تہ وري مٿيون لوٽيون هيٺ بہ لهي اينديون آهن.. پڙهندڙ مهربانو! جنگ جي منظر ڪشي جيڪا قرآن ڪئي اها بہ اوهان پڙهي پر جيڪا قرآني آيت جي غلط استعمال ۽ مفهوم لاءِ مولوي شرجي امام، امام بخاري مٿين حديث ۾ بيان ڪئي اها ڪيڏي تہ قرآن جي جنگ واري ماجول کان مٿيل ۽ گينگ ريپ واري پڪنڪ وانگر آهي، اڳتي مولانا ميرمحمد شر صاحب جي خط جي عبارت آهي تہ:

۽ فرمايائين انا نحن نزلنا الذڪر وانا له لحافظون، چا ان ۾ 'معنيٰ' نہ آئي جيڪڏهن هن وقت تائين نعوذباالله غلط ۽ قير ڦار واري معنيٰ رائج تہ پوءِ توهان تائين اها معنيٰ صحيح ڪيئن پهتي جنهن ۾

صحيح احڪام خداوندي آهن، خط جي نقل جي عبارت هتي پوري ڪجي ٿي.

**جواب:**

جناب شر صاحب اها معنيٰ مون وٽ قرآن سمجهڻ لاءِ قرآن جي ڏسيل طريقي تصريف آيات واري هنر سان پهتي آهي جنهن جو مطلب آهي تہ قرآن پنهنجو تفسير پاڻ ڪري ٿو جنهن جا اوهان منڪر آهيو"

محترم مولانا شر صاحب جن هيءَ آيت بہ اڳئين تسلسل ۾ آندي آهي ۽ سندس لکڻ مطابق تہ" الفاظن ۽ معنائن ۾ ڦير ڦار، باطل نہ ڪري سگهندو" ان لاءِ آئون عرض ڪيان ٿو تہ الله پاڪ جي اها حفاظت واري ذميداري صرف قرآن حڪيم جي متن ۽ وحي ڪيل عربي عبارت جي لاءِ آهي، ٽئڪسٽ لاءِ آهي پر جيڪڏهن محترم شر صاحب اها حفاظت واري ذميداري قرآني متن جي معنيٰ ۽ ترجمي لاءِ بہ قرار ڏئي ٿو تہ پوءِ اسانجون اکيون ٺڏيون ان لاءِ مٿس فرض ٿو بڻجي تہ پهريائين هو پنهنجي امام، امام بخاري مٿان تبرا ڪري چو تہ ان صاحب حديث ناهي آهي تہ قرآن حڪيم منجهان ڪن آيتن جي گم ٿي وڃڻ جي (جن جو ذڪر هاڻ هاڻ عمر بن الخطاب جي خطبي جي حوالي سان اوهان پڙهي آيا تہ رجم جي آيت ۽ ابن ڏاڏن ڪان منهن نہ موڙيو واريون آيتون قرآن ۾ نازل ٿيون هئيون سي هاڻي گم ٿي ويون آهن، بيو، لاتحرموا الطيبات واري آيت جي معنيٰ اوهان هاڻي پڙهي آيا تہ بخاريءَ جي حديث مطابق تہ لٽو ڪپڙو ڏئي عورتن سان شادي ڪيو، جنهن ڪي مترجم ماڻهن متعي جي معنيٰ ۾ ورتو آهي، ۽ شاديءَ لاءِ مهر جو ملهہ ۽ قيمت تہ قرآن حڪيم اهو وَآتَيْتُمْ إِحْدَاهُنَّ قِنطَارًا (4_20) سون جو ڍير مقرر ڪئي آهي، پوءِ مولوي شر جو امام ڪيئن ٿو رسول سائين جن تي بهتان هڻي تہ ان فرمايو تہ ڪپڙي جو ڪو چپوٽو ڏئي

عورتن سان شادي ڪيو ۽ جناب مولانا شر صاحب چڱي طرح
ڄاڻندو هوندو تہ قرآن جي حڪم تہ وَمَن لَّمۡ يَسۡتَطِعۡ مِنكُمۡ طَوۡلاً..... (4_25)
واري آيت ۾ نڪاح لاءِ جيتري مهر ڏيڻ جو اشارو ڪيل آهي اهو
لٽي ڪپڙي جي ٽڪري ڪان تمام گهٽو مهانگو آهي عام حالتن ۾
جهڙو تهڙو ماڻهو پنهنجي ڪيسي مان اڳواٽ تياريءَ ڪانسواءِ مهر
جي رقم نٿو پري سگهي، پوءِ بخاري جي حديث مطابق لٽي ڪپڙي
جي ٽڪري ڏيڻ سان شادي جي مهر جي ڳالهہ اها قرآن حڪيم جي
مهر بابت آيتن جي معنائن ۾ خيانت ۽ تحريف ٿي يا نہ ٿي، اڳتي
مولانا مير محمد صاحب پنهنجي خط ۾ لکي ٿو تہ:

ڇا توهان نبي تہ نہ آهيو جو ڊائريڪٽ الله پاڪ کان اهي
معنائون حاصل ٿيون هجن، نبوت جو درواز بند آهي ليڪن توهان
اهي معنائون ڪنهن ڪان وصول ڪيون ڇا وان الشياطين ليوحون الیٰ اوليائهم
جي مصداق تہ نہ آهيو، قرآن مجيد جي معنيٰ سان اهو حشر ڪيو
آهي جنهن جو تذڪرو ئي مناسب نہ آهي مونکي صرف اهو ٻڌايو تہ
جيڪي توهان ڦرآن مجيد جي معنيٰ ڪئي آهي اها معني ڪنهن بہ
لغت جي ڪتاب ۾ نہ آهي ۽ نہ ئي زماني ماضيءَ ۾ ان جو ڪو
مؤيد آهي“

اوهان جي خط جي عبارت هت پوري ڪجي ٿي) اعتراض ۾
اوهان منهنجي ڪتابن ۾ ڪيل منهنجي معنائن تي اعتراض ڪيو
آهي تہ ماضيءَ ۾ انهن جي تائيد ڪاٿي بہ ڪانہ ٿي ملي نہ ڪي
ڪنهن لغت جي ڪتابن ۾ ئي ملي ٿي، توهان جي هن شڪايت جو
ازالو آئون تہ ان صورت ۾ ڪري سگهيس پئي جڏهن اهي
منهنجيون اوپريون معنائون ۽ انهن وارا لفظ اوهان نقل ڪري ذڪر
ڪيو ها، پوءِ منهنجي مٿان فرض ٿئي ها تہ آئون معنائن جا سڀ
مآخذ ۽ حوالا پيش ڪيان ها، توڙي جو جيتري قدر مون کي ياد پوي
ٿو تہ مون پنهنجي ڪتاب قرآن جو فرمان“ ۾ قرآني لفظن جون

قرآني حوالن سان اهي معنائون پيش بہ ڪيون آهن، جيڪي علم فارس وارن بگاڙي ڇڏيون آهن باقي اوهانجو پنهنجي خط ۾ اهو لکڻ تہ” ڇا توهان نبي تہ نہ آهيو جو ڊائريڪٽ الله پاڪ کان اهي معنائون حاصل ٿيون هجن، مولانا ميرمحمد صاحب توهان جو هي جملو خالص شر انگيزيءَ تي مبني آهي، نبوت جي مرتبي ۽ عهدي کي اوهان پنهنجي ذاتي بغض ۽ جيڪا اوهان کي مونکان نفرت آهي ان جي بدلي ڇڪائڻ لاءِ منهنجي مٿان هي الزام ۽ بهتان ٿا مڙهيو جنهن سان پڙهندڙن کي اوهان پڙڪايو ۽ چيڙايو ٿا تہ عزيزالله پاڻ کي ڇاٿو سمجهي، مولانا بلوچ صاحب! مون امام بخاريءَ جهڙن ختم نبوت جي منڪرن سان ڪيترو مهاڏو اٽڪايو آهي ۽ کهڙو ڪردار ادا ڪيو آهي ان جو تفصيل ٻڌائڻ جي اوهان کي يا ڪنهنکي بہ ضرورت ڪونہ ٿو سمجهان“ توهان پنهنجي خط جي هن ٽڪري ۾ اهو تہ لکيو آهي تہ” نبوت جو دروازو بند آهي، آئون دعا ڪيان ٿو تہ الله پاڪ مولانا ميرمحمد بلوچ کي سندس انهيءَ قول تي دائم قائم ۽ مضبوط رکي، جيڪڏهن مولانا ميرمحمد صاحب پنهنجي نظريي ختم نبوت مٿان مضبوط رهيو تہ شر صاحب جي جتين جي دز بہ پنهنجي اکين لاءِ سرمو سمجهندس، ها مولانا شر صاحب! پهريائين شروعات ڪيون ٿا توهانجي امام بخاريءَ کان تہ ڏسون ان جو جناب خاتم الانبياء صلوة وسلام عليہ جي ختم نبوت تي ڪيترو ايمان آهي، ۽ بخاري صاحب نبوت جي دروازي کي اڳتي جي لاءِ مولانا ميرمحمد صاحب جي قول مطابق بند سمجهي ٿو يا مدعيان نبوت لاءِ ڪوئي چور دروازو يا گرکو کوليل رکي ٿو، بخاري ڪتاب جي آخري حصي ۾ بخاري صاحب هڪ ڪتاب لکيو آهي ڪتاب الحيل جي نالي سان، حيل لفظ اهو جمع آهي حيلي جو، حيلي جي معنيٰ بهانو، مڪر، ٺڳي، دوڪو، ڪوشش، چاره جوئي آهي، مطلب اهو لفظ گهڻين معنائن تي

مشتمل آهي، جنهن ۾ جائز ۽ ناجائز جي ڪابہ تميز ناهي، ڪوئي ماڻهو بخاريءَ جي ڪتاب الحيل کي بہ پڙهي ڏسي تہ ان ۾ بہ ٺڳيءَ ذريعي ڪيئن تہ نڪاح کان سواءِ زنا کي بہ جائز ڪيو ويو آهي، باب نمبر 1055 ۽ حديث نمبر 1856 جيئن تہ اها حديث مون پنهنجي هن ئي ڪتاب ۾ آڻي چڏي آهي انجو وري هت بيان ڪرڻ اجايو تڪرار چئبو مطلب تہ امام بخاري انهيءَ ڪتاب الحيل ۾ هڪ باب ڏاهيو آهي باب التعبير واول مابدي به رسول الله صلي الله عليه وسلم من الوحي الرؤيا الصالحه" هن باب جو نمبر 1060 آهي" هن جو مطلب آهي تہ پهريائين رسول الله سائين" تي وحي جي شروعات صالح خوابن ڏسڻ سان ٿي" ان کان پوءِ امام بخاري جو استاد الاستاد امام زهري روايت ڪري ٿو بي بي عائشہ جي نالي سان تہ رسول سائين جن کي رسالت جي وحي ملڻ جي شروعات ننڊ ۾ سچن خوابن ڏسڻ سان ٿي" امام بخاري جي ڪتاب ۾ گهڻو غور ڪري پڙهندڙ ماڻهو ڄاڻندا هوندا تہ هو ڪنهن بہ مسئلي بابت ڪو باب لکي پوءِ ان جي ماتحت حديثن جي ترتيب اهڙي رکندو آهي جنهن سان شروع وارين روايتن سان پڙهندڙن جي مطلوبہ مسئلي لاءِ پهريائين هو ذهن سازي ڪندو آهي پوءِ آخر ۾ هو اصل سندس اندر جي ڌماڪي واري خلاف قرآن ڳالهہ کي آڻيندو آهي، هاڻي هن پنهنجي منصوبي مطابق 1870 نمبر هڪ ٻئي حديث ذريعي ذهن سازي ڪئي آهي پوءِ حديث نمبر 1871 جيڪا ڪل هڪ سٽ تي مشتمل آهي قال الرؤيا الحسنة من الرجل الصالح جزءمن ستة واربعين جزئا من النبوة" يعني سهڻو خواب صالح ماڻهوءَ جو، نيڪ ماڻهوءَ جو اهو نبوت ملڻ جي ڇائيتاليهہ دروازن منجهان هڪڙو دروازو آهي، مرزا غلام احمد قادياني جي لٽريچر کان واقف ماڻهو چڱي طرح ڄاڻندا هوندا تہ ان پاڻ کي نبي سڏائڻ لاءِ جيڪا ڪوڙي دعويٰ ڪئي هئي، ان جي دعوائن جي

ثبوت ۾ هن پنهنجا ڪوڙ سارا هٿ ٺوڪيا خواب جاٽايا آهن ته مون
کي خواب ۾ الله تعاليٰ هي حڪم ڏنو. هي فرمايو وغيره وغيره ته
مرزا غلام احمد قادياني کي امام بخاري جي ڪولي ڏنل
چائيتاليهين دروازي جي پوري پوري ڄاڻ هئي، جنهن مطابق
قادياني فرقي جا سڀ مبلغ پنهنجي بحثن ۾ مرزا غلام احمد جي
ڪوڙي دعويٰ نبوت کي سچو ڪري ڏيکارڻ لاءِ امام بخاريءَ جون
هي حديثون ماڻهن کي پڙهي ٻڌائيندا آهن" محترم پڙهندڙ پائرو!
غور ڪيو ته مولوي ميرمحمدشر صاحب جو امام، امام بخاري وري
واڌو حديث جيڪا 1872 نمبر تي آڻي ٿو اها سمجهه رکڻ وارن لاءِ اجا
به خطرناڪ آهي، امام بخاري جي روايتن جي ترتيب ۾ اها
خطرناڪي رکيل هوندي آهي يعني پهريائين هلڪو ڌڪ پوءِ ذرا
ڳرو پوءِ صفا ڳرو سو توهان غور ڪيو ته پهريائين حديث آندائين
ته سنا خواب وحي منجهان آهن، پوءِ حديث آندائين ته سنا خواب اهي
نبوت (جي ڪوٽ قلعي) جي چائتياليهه دروازن منجهان هڪڙو
دروازو آهن، پوءِ هاڻي هيءَ حديث آندائين ته فرمايو رسول الله
الرؤيا من الله والحلم من الشيطان يعني خواب الله جي پاران هوندا
آهن ۽ برا خواب شيطان جي طرفان هوندا آهن" هن حديث ۾ رؤيا
يعني خواب سان شروع وارو لفظ صالح به ڇاڻي واڻي ڪونه
ملايائين" انهيءَ ڳالهه کي به هرڪوئي پاڻ سوچي" پر هيءَ حديث
گهڙي امت وارن جي مٿي ۾ هٽڻ ته خواب الله جي طرفان هوندا
آهن، انهي حديث ته خواب کي باقائدي وحي سان ڳنڍي ڇڏيو" ان
کانپوءِ حديث نمبر 1873 ۾ امام بخاريءَ هيءَ ڳالهه آندي آهي ته اذا
رآي احدکم رؤيا يحبها فانما هي من الله فليحمد الله عليها، يعني جڏهن ڪوئي
ماڻهو اهڙو خواب ڏسي جنهن کي هو پسند ڪري ٿو ته پوءِ ان لاءِ
ضروري آهي ته ان خواب تي الله جو حمد بيان ڪري. ان کان پوءِ
امام بخاري صاحب 1874 کان 1877 تائين چار عدد حديثون ساڳئي

مضمون واريون آڻي ٿو تہ سڻو خوابُ نبوت (ملڻ جو) ڇائيتاليهون دروازو آهي. آخير ۾ ابو هريره جي روايت 1878 نمبر اها هڪ خطرناڪ حديث آندي اٿس جنهن جي باب جو عنوان لکيو اٿس ”المبشرات“ يعني خوشخبريون، حديث آهي تہ سمعت رسول الله صلي الله عليه وسلم يقول لم يبق من النبوة الا المبشرات قالوا وما المبشرات قال الرؤيا الصالحہ يعني ٻڌو مون رسول عليہ السلام کان تہ نبوت منجهان هاڻي ڪجهہ بہ نہ بچيو آهي سواءِ خوشخبرين جي، ماڻهن سوال ڪيو تہ خوشخبرين منجهان ڇا مقصد آهي تہ پاڻ سڳورن جواب ۾ فرمايو تہ ”سنا خواب“ هاڻي ڪير ٻڌائي تہ امام بخاريءَ تہ نبوت جو ڇائيتاليهون دروازو ڪليل رکي ان منجهان هر ڪذاب ۽ دجال ماڻهن جي نبوت جي دعويٰ ڪرڻ لاءِ رستو صاف ڪري ڇڏيو اٿس“ هاڻي اڳتي لاءِ مولوي شرصاحب جي مٿان فرض ٿئي ٿو تہ هن خط ۾ ان جيڪو لکيو آهي تہ نبوت جو تہ دروازو بند آهي، انهيءَ شر صاحب جي جملي کي آئون مشڪ عنبر سان لکڻ جهڙو قيمتي سمجهان ٿو پر ان کي انصاف ڪرڻ گهرجي تہ سندس امام، نبوت جي قلعي ۾ محل ۾ پنجيتاليهہ دروازا بند رکي باقيِ هڪڙو ڇائيتاليهون دروازو (علم حديث جي پيروڪارن لاءِ) کولي رکيو آهي تہ هو اندر گهڙي نبوت جون دعوائون ڪري قرآن جي خلاف جڙتو شريعت جون حديثون ماڻهن کي ٻڌائين“ آئون جناب مولوي شرصاحب کي گذريل عرضي ۾ نہ سهي اڳتي لاءِ عرض ڪندس تہ هو الله ڪارڻ ختم نبوت جي فڪر ۽ نظريي ۾ بخاريءَ جي بدباطنيءَ وارين مٿين حديثن بابت پنهنجو رايو ڏيئي ثابت ڪري تہ هو جناب خاتم الانبياء جي ختم نبوت جو محافظ ۽ سپاهي ٿي رهندو يا شاه ڪسريٰ جي اساوره شاهي جي امامي تحريڪ وارن وانگر انهن جو ورڪر ٿي منڪر ختم نبوت ٿي رهندو. آئون وري مولوي شر صاحب جي هن جملي تي اعتراض ڪيان ٿو جيڪو هن منهنجي لاءِ لکيو آهي

ته" ڇا توهان نبي ته نه آهيو جو ڊائريڪٽ الله پاڪ کان اهي معنائون حاصل ٿيون هجن. شر صاحب اوهان جي هن زهر ڀريي شرارتي حملي تي وري به ساڳيو جواب ڏيندس. منهنجي ڪنهن به پيش ڪيل معنيٰ لاءِ ڪوئي مونکان پڇندو ته آئون انجو حوالو ٻڌائيندس ۽ جڏهن ته مون هر انهي لفظ ۽ اصطلاح جي اها معنيٰ جنهن کي اهل فارس جي روايت ساز امامن بدلائي غلط طريقن سان پيش ڪيو آهي انهن انهن لفظن ۽ اصطلاحن جي معنائن کي مون باقائدي قرآني حوالن سان اصل تعبيرن ۾ پيش به ڪيو آهي پوءِ به جيڪڏهن مولوي شر صاحب! توهان جهڙو چمڙو سج جي روشنيءَ باوجود انڌو رهندو ته منهنجو ان ۾ ڪهڙو ڏوهه، نبوت جهڙي عظيم الشان منصب جي خلاف بلڪ رسول سائينجن جي ختم نبوت جي خلاف محي الدين ابن عربي پنهنجي ڪتاب فتوحات مڪيه جي ٻئي جلد جي صفحي نمبر 3 تي لکيو آهي ته ان النبوة التي انقطعت بوجود رسول الله ﷺ هي النبوة التشريع لا مقامها. فلا شرع يكون ناسخا لشرعه صلي الله عليه وسلم ولايزيد في شرعه حكما اخروهذا معني قوله صلي الله عليه وسلم ان الرسالت والنبوة قدانقطعت فلا رسول بعدي ولا نبي اي لانبي يكون علي شرع يخالف شرعي بل اذاكان يكون تحت حكم شريعتي" هن عبارت جو خلاصو هي آهي ته ابن عربي چوي ٿو ته جناب رسول الله جي وجود سان جنهن نبوت جو خاتمو ٿيو اها تشريعي نبوت هئي، باقي مرتبي واري نبوت جيڪا نبيءَ سائينجن جي نبوت کي منسوخ بنائڻ واري ڇيڙڇاڙ نه ڪري ۽ تابع ٿي ڪري رهي اهڙي نبوت جاري رهندي، انهيءَ ڪري ته مرزا غلام احمد قادياني جا پيروڪار چوندا آهن ته انهن جي حقي واري نبي جي نبوت ظلي ۽ بروزي آهي جنهن سان جناب رسول الله جي ختم نبوت کي ڪوئي خطرو ناهي. شر صاحب! انهيءَ محي الدين ابن عربي جي خرافات خلاف ته مون پنهنجي ڪتابن ۾ لکيو آهي ۽

وڌيڪ اوهانجي شاه ولي الله به پنهنجي ڪتاب تفهيمات الٰهيه جي جلد نمبر 2 – صفحو 165 ڇاپو شاه ولي الله اڪيڊمي صدر حيدرآباد ۾ لکي ٿو ته وقد تشخص بها حقيقة نبى من الانبياء بحسب العود، وهٰذا النوع من التوسط لايصادم التحقق ولاالنبوة، ومن هٰذالنوع كانت الانبياء التابعون لنبى، كانبياء بنى اسرائيل لموسیٰ عليه وعليهم السلام" يعني ڪڏهن ڪڏهن انبياء منجهان ڪنهن نبيءَ جي حقيقت موٽي وري اچڻ لاءِ متشخص ٿيندي آهي يعني وري به ڪنهن شخص کي نبوت جو تشخص حاصل ٿيندو آهي، هي حقيقت اهڙي ته وچٽري آهي جيڪا متحقق نبوت سان تصادم ۽ ٽڪراءُ ۾ نٿي اچي، انهيءَ ئي قسم کي ته ڪئي سارا نبي ڪنهن نبيءَ جي ماتحت هجن انجو مثال جيئن بني اسرائيل قوم جا ڪيئي نبي تابع هئا موسيٰ عليه وعليهم السلام جا (حوالو پورو ٿيو) محترم پڙهندڙ پائرو! شاه ولي الله هتي ڪوڙ ڳالهايو آهي ته بني اسرائيل جا نبي موسيٰ عليه السلام جا تابع هئا، جو ته رب سائينءَ سيني نبين کي مستقل نبي بنائي موڪليو آهي جناب نوح عليه السلام کان وٺي جناب خاتم الانبياء عليه السلام تائين سين جي تعليم، علم وحي، مشن هڪڙي ئي هئي، (4-163) هارون عليه السلام موسيٰ عليه السلام جو تابع نه هو بلڪ وزير هئو، وزير جي معنيٰ نبوت جي باري ۾ بار ڪڻائيندڙ ياتي اتي ائين ڪونه چئبو ته جيئن ڪو رئيس وڏيرو ڪنهن نوڪر کان بار ڪڻائيندو آهي هي به انهيءَ قسم جو بار ڪڻائيندڙ تابع هو بلڪ نبوت جي عملن ۾ جيئن موسيٰ عليه السلام جون ڊيوٽيون هئيون اهڙي طرح هارون عليه اسلام جون به ڊيوٽيون هئيون، جو ته جناب ابراهيم عليه السلام جا جيڪي پٽ اسماعيل ۽ اسحاق نبي هيا اهي پنهنجي پيءُ وانگر مستقل نبي هئا. ۽ سين نبين لاءِ الله پاڪ فرمايو آهي ته وَكُلًّا آتَيْنَا حُكْمًا وَعِلْمًا(21-79) يعني اسان سين نبين کي اقتدار به ڏنو ۽ علم الڪتاب به ڏنو، بهرحال شاه ولي ڪوڙ ٿو

ڳالهائي آيت وَلَقَدْ آتَيْنَا مُوسَى الْكِتَابَ وَقَفَّيْنَا مِن بَعْدِهِ بِالرُّسُلِ (2-87) ۾ بني اسرائيل جا سيئي رسول مستقل آهن جناب عيسي عليہ السلام تائين چو تہ اهو بہ بني اسرائيل وارن منجهان نبي هئو. پڙهندڙن جي اطلاع لاءِ عرض آهي تہ شاہ پنهنجي ڪتاب التفهيمات جي هن ٻئي جلد جي صفحي نمبر 34 ۾ محي الدين ابن عربي جي فتويٰ جي تائيد ڪري آيو آهي تہ جناب رسول الله جي ختم نبوت کان پوءِ جيڪڏهن ڪوئي شخص پاڪي نبي تہ سڏائي پر نئين شريعت آڻڻ جي دعويٰ نہ ڪري تہ اها ڳالهہ ۽ دعوي صحيح ۽ ڪنفرم آهي آهي. ويبرم على اثبات النبوة الباطنيه وانقطاع النبوة التشريعة بعد خاتم الانبياء كذا فى الفصوص. يعني ابن عربيءَ پنهنجي ڪتاب فصوص الحڪم ۾ لکيو آهي تہ ڪنهن بہ ماڻهوءَ جي باطني نبوت جي دعويٰ ڪي ثابت ۽ يقيني مجيو ويندو ۽ خاتم الانبياء کان پوءِ صرف نئين شريعت سان نبوت جي دعويٰ منقطع آهي.

محترم مولوي شر صاحب! مون شاہ ولي الله جي خلاف بہ لکيو آهي، جيڪو ڪتاب پڪ سان اوهان وٽ بہ پهتل آهي. ۽ بانيءَ دارالعلوم ديوبند علامہ محمد قاسم نانوتوي صاحب جن بہ پنهنجي ڪتاب تحذيرالناس جي صفحي نمبر 17 _18 تي لکيو آهي تہ: ”اسيطرح اگر فرض كيجئے آپكے زمانہ ميں بھی اس زمين يا كسی اور زمين يا آسماں ميں كوئی نبی ہو تو وہ بھی اس وصف نبوت ميں آپ ہی كا محتاج ہوگا۔ اور اس كا سلسلہ نبوت آپ پر مختتم ہوگا“ وري اڳتي صفحي نمبر 18 تي ڏيڍ سٽ کان پوءِ لکي ٿو تہ: ”غرض اختتام اگر بايں معنے تجويز كيا جائے جو ميں نے عرض كيا تو آپ كا خاتم ہونا انبياء گذشتہ ہی كی نسبت خاص نہ ہوگا۔ بلكہ اگر بالفرض آپ كے زمانے ميں بھی كہيں اور كوئی نبی ہو جب بھی آپ كا خاتم ہونا بدستور باقی رہتا ہے“ محترم مولوي ميرمحمد بلوچ صاحب! آئون شروع ۾ نانوتوي صاحب جو ڏاڍو عقيدتمند هئس پر جڏهن منهنجي اڳيان موجوده پير صاحب پاڳاري سڪندر شاہ صاحب جن پنهنجي تمام

وسيع مطالعي جي رهنمائي سان انجي انگريزي لٽريچر واري معلومات سان جيڪي ڳالهيون انهن مون کي روبرو ٻڌايون ته ڪهڙا مدرسا ۽ ڪهڙا مولوي انگريزن جي سرپرستيءَ ۾ ديوٿين سانَ هوا، ان سان ڪافي سارن رازن تان پردو کڄي ويو ته انگريزن وٽ ڪير ڪير ڪيتري ۾ وڪاڻو ته پوءِ مون ختم نبوت جي اصلي ۽ سچي مفهوم خاطر نانوتويءَ صاحب جي خلاف به پنهنجي ڪتابن ۾ ڪافي ڪجھ لکي چڪو آهيان" الله عزوجل جو پروگرام آهي ته ختم نبوت جي مشن ۽ الله جي طرفان نبوت کي جناب خاتم الانبياء کان پوءِ اهو سلسلو ختم ڪري دنيا وارن کي خاتم الانبياء کي مليل ڪتاب خاتم الڪتب قرآن حڪيم جي روشنيءَ ۾ هلائجي، جنهن قرآن جي هدايتن ۽ رهنمائيءَ جا اصول به الله پاڪ وَلَقَدْ صَرَّفْنَا فِي هَذَا الْقُرْآنِ لِيَذَّكَّرُواْ (17_41) سان ٻڌائي ڇڏيا ته هن ڪتاب کي سمجهڻ لاءِ جن لفظن ۽ اصطلاحن جي فهم ۽ معنيٰ حاصل ڪرڻي هجي ته قرآن ۾ انهن ساڳين لفظن کي اسان گهڻن ئي جاين تي جدا جدا ما قبل ۽ مابعد سان انهن جون سمجهاڻيون ڏنيون آهن، سو انهي تصريف آيات جي هنر سان اوهان قرآن جي لفظن جون معنائون قرآن منجهان ئي حاصل ڪري سگهندو" ۽ قرآن جڏهن پنهنجي لفظن جي معنيٰ پاڻ ٻڌائي ته پوءِ ان کي ڪنهن به مدرسي يا انهن جي روايتن واري علم جي تابع ترجمن ۽ تفسيرن جي تائيد جي ضرورت نه هوندي آهي" مولوي شر بلوچ صاحب ته مون کي ٿو چوي ته تو جيڪي معنائون ڪيون آهن اهي ڪنهن شيطاني سلسلي جي شيطانن کان ته نه ورتيون اٿئي؟ جيڪي هڪ ٻئي کي اشارن سان ڏسيندا آهن سو آئون شر صاحب کي ته عرض ڪري آيس ته توهان منهنجي ڪيل معنيٰ وارو لفظ پڇندا وڃو ها ته آئون جواب ڏيندو وڃان ها ته اها معنيٰ مون ڪتان ورتي ۽ مون هي به عرض ڪري ڇڏيو ته منهنجي ڪتاب" قرآن جو فرمان ۾ انهن سين لفظن

جي معنيٰ جا اصل مآخذ مون قرآن جي حوالن سان ڏسي ڇڏيا آهن، پوءِ منهنجي قرآني حوالن کي جيڪڏهن شر صاحب شيطاني اشارا سڏي ٿو تہ اهو ان جو ايمان آهي، پر انهيءَ باوجود مولانا ميرمحمد صاحب بلوچ کان مون کي ادب سان مٿي ڏنل حوالن جي روشنيءَ ۾ هي سوال ڪرڻ جو حق آهي تہ ختم نبوت جي خلاف امام بخاريءَ جون مٿي بيان ڪيل حديثون، پوءِ ابن عربيءَ جو قول ۽ مٿي بيان ڪيل حوالو تہ غير تشريعي نبوت مٿان بندش ڪانهي اها جاري رهي سگهي ٿي؛ وري ان کان پوءِ شاه ولي الله جو اهو حوالو تہ نئين شريعت آڻڻ واري نبيءَ جي اچڻ تي بندش آهي باقي ساڳي شريعت جي ماتحت ڪنهن جي نبي بنجڻ مٿان ڪا بندش ناهي، وري اها ئي ساڳي ڳالهہ جناب قاسم نانوتوي صاحب جن بہ پنهنجي ڪتاب تحذيرالناس جي اندر ڪئي پوءِ ڇا اوهان بہ غير تشريعي نبي جي اصطلاح کي قبول ڪيو ٿا؟ جيڪڏهن هائو توهان قبول ڪيو ٿا تہ پوءِ افسوس جو آئون اوهان جي خط جو هي جواب اجايو پيو ڏيان" پر جيڪڏهن الله جي مهرباني ۽ فضل سان اوهان غير تشريعي نبوت جا قائل ناهيو تہ پوءِ مهرباني ڪري ٻڌايو تہ آيت وان الشياطين ليوحون الي اوليائهم ليجادلوکم يعني شيطان ماڻهو اوهان سان جنگ لاءِ هڪ ٻئي کي اشارا ڏين ٿا پوءِ ختم نبوت تي هر لحاظ سان ايمان آڻڻ يعني آئنده لاءِ هر قسم جي تشريعي نبي يا غير تشريعي نبي سڀن جي اچڻ تي بندش آهي وارو نظريو رکڻ واري عزيزالله کي توهان مٿين آيت جو مصداق بنائيندو ڇا؟ پر جيڪي ماڻهو جناب خاتم الانبياء کانپوءِ غير تشريعي نبي جي اچڻ جا قائل آهن جن جا حوالا اوهان کي مون پيش ڪيا انهن لاءِ اوهان جي دارالافتاء جي ڪهڙي فتويٰ آهي (بينوا وتوجروا) اڳتي مولانا شر صاحب پنهنجي خط ۾ لکي ٿو تہ:

توهان پورن ڪتابن ۾ اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ صرف قرآن ئي اصول دين آهي.

**”جواب“**

هائو جناب مولانا شر صاحب! مون برابر اها ڪوشش ڪئي آهي ۽ اڳتي بہ منهنجي اها ڪوشش جاري رهندي ڇو تہ الله عزوجل پنهنجي پياري رسول کي بہ پابند بنايو آهي تہ فَذَكِّرْ بِالْقُرْآنِ مَن يَخَافُ وَعِيدِ (45_50) يعني اي منهنجا رسول: تون صرف قرآن جي حوالن سان ئي نصيحت ڪندو ڪر هر انهيءَ ماڻهوءَ کي جيڪو مون الله جي (عذاب واري) وعيد کان ڊڄندو هجي. اڳتي مولانا شر صاحب! منهنجي ڪتابن جي حوالي سان لکي ٿو تہ مون وٽ جڻ رسول الله جي ذات گراميءَ جي حيثيت بلڪل نہ آهي ايترو بغض توهانجو رسول الله سان تہ جتي بہ الله پاڪ رسول الله جي اطاعت جو ذڪر ڪيو آهي اولا تہ اهي آيتون ئي ذڪر نہ ڪيون آهن بئي نمبر تي تہ جيڪڏهن ذڪر ڪيون آهن تہ انهن ۾ اڪثر ڪري رسول جي ذڪر کي ڇڏي ڪري نظر انداز ڪيو آهي تہ ڇا پوءِ بہ توهان قرآن مجيد سان سچا چئبو، ۽ قرآن وارا سڏبو، ۽ اڃا بہ توهان منڪر قرآن نہ آهيو.

ڪولي ڏسو ڪتاب صلوة اور نماز جي صفحي 36 ۾ قل لعبادي جو ترجمو ڇا ان ۾ رسول الله سان خطاب ناهي؟ انجو نالو مبارڪ ڇو ذڪر نہ ڪيو صراحة يا ضمنا

(هيتري تائين شربلوچ صاحب جي خط جي عبارت پوري ڪجي ٿي)

**”جواب“**

مولانا شر بلوچ صاحب کي مون عزيزالله سان جهيڙي ڪرڻ جو ڏاڍو شوق آهي، ان لاءِ هن پنهنجي هن عبارت ۾ پهريائين

هڪڙي تمهيد ناهي آهي تہ مون وٽ رسول الله جي ذات گراميءَ
جي حيثيت بلڪل ناهي، عبارت جي ايتري ٽڪري جو جواب تہ هي
آهي تہ مون پنهنجي ڪتابن ۾ جناب رسول الله جي شان عزت ۽
مرتبي جي دفاع ۾ پنهنجي ڪتاب "فتنہ انکار قرآن کب اور کیسے" ۾ جناب
رسول جي عصمت جو دفاع ڪندي مولوي شر جي امام بخاريءَ
جيڪو رسول سائين جن جي هستيءَ مٿان حملو ڪيو آهي ۽ تهمت
هنئي آهي تہ ان انصار صحابہ جي هڪڙي عورت سان خلوت ڪئي
پوءِ ان کي چيائين تہ مون کي اوهان انصارين جون عورتون سڀن
کان وڌيڪ محبوب آهيو (بخاري ڪتاب النڪاح باب 142 حديث 219)
تہ مون عزيزالله پنهنجي ڪتاب ۾ بخاري جي ان حديث کي ڪوڙو
قرار ڏئي رسالت مآب صلوة وسلام عليہ جي عزت جو ۽ عصمت
جو دفاع ڪيو آهي مولوي شر وٽ جيڪڏهن رسول سائينءَ جن جي
عزت آهي تہ پوءِ هو چو ڪونہ ٿو بڌائي، چو ڪونہ چوي، چو ڪونہ
ٿو لکي تہ انهيءَ وارو امام بخاري ڪوڙ ٿو ڳالهائي، بلڪ مولوي
شر تہ هي لکيو آهي تہ بخاري ۽ مسلم جون کي بہ حديثون قرآن
خلاف ناهن، چا مولوي شر جو اهڙين حديثن وارين تهمتن ڪانپوءِ بہ
بخاري ۽ مسلم لاءِ عقيدت ڏيکارڻ اهو شر صاحب جي جناب رسول
سائين جن سان بغض جي علامت ناهي؟" اڳتي لکي ٿو تہ جتي بہ
الله پاڪ رسول الله جي اطاعت جو ذڪر ڪيو آهي اولا تہ اهي
آيتون ئي ذڪر ڪيون آهن ٻئي نمبر تي جيڪڏهن ذڪر ڪيون آهن
تہ انهن ۾ اڪثر ڪري رسول جي ذڪر کي ڇڏي ڪري نظر انداز
ڪيو آهي" هاڻي هن اعتراض واري عبارت ۾ شر صاحب ڄڻ تہ
ڀهريائين بہ ڳالهيون ڪري ويو آهي" هڪڙي تہ مون اطاعت رسول
واريون آيتون ذڪر ئي ڪونہ ڪيون آهن وري لکي ٿو تہ جي ذڪر
ڪيون آهن تہ انهن ۾ اڪثر ڪري رسول جي ذڪر کي ڇڏي ڪري
نظر انداز ڪيو آهي. هاڻي مون تي شر جي ڀهريين الزام جو جواب

تہ پاڻ ئي شر صاحب ڏئي ويو تہ: جيڪيٰ هن ذڪر ڪيون آهن“ سو
پهريون سوال تہ ازخود ختم ٿي ويو، باقي ٻئي سوال ۾ شر فرمائي
ٿو مون پنهنجيُ ڪتاب صلوة اور نماز ۾ فرق جي صفحي نمبر 36
۾ قل لعبادي جي ترجمي ۾ رسول سائين جي نالي مبارڪ جو ذڪر
نہ ڪيو آهي جڏهن تہ خطاب بہ انهن کي آهي“ انهيءَ سوال جي
جواب ۾ عرض آهي تہ ان جاءِ تي قرآن حڪيم جي لفظ قل جو مون
بلڪل صحيح ۽ بجا ترجمو ڪيو آهي، شرصاحب توهان ڪوڙ ٿا
ڳالهايو! مون کي ياد پوي ٿو تہ اسان کي پڙهڻ جي زماني ۾ استاد
ٻڌائيندا هوا تہ السائل ڪالاعمي، يعني سوال ڪرڻ وارو ڪنهن انڌي جي
مثال هوندو آهي، سو سوال کي نہ ڏسبو تہ هي صحيح آهي يا غلط
بهرحال هر سوال جو جواب ڏيڻو آهي، سو جناب شر صاحب! اوهان
مون سان نفرت جي ڪري اکيون ٻوٽي پنهنجي دماغ منجهان سوال
گهڙيو تہ پلي ائين ڪيو پر ڪنهن عبارت ۾ بہ غور ڪرڻ لازمي
ڳالهہ آهي هونئن قرآن حڪيم ۾ جناب رسول سائين جن کي الله
پاڪ يا ايها الرسول ۽ ياايها النبي جي عهدن سان خطاب ڪيو آهي، پر هتي
صرف لفظ ”قل“ سان حڪم ڏنو ويو آهي، تہ تون ماڻهن کي حڪم
ڏي، سو اهو ترجمو جهڙوڪر تحت اللفظ وانگر مون بہ ڪيو آهي تہ
”اس لئے میرے بندوں کو حکم دیا جائے“ وري ٻيهر غور سان پڙهي ڏسجو
عينڪ جي شيشن تان تعصب واري دز صاف ڪري ڏسو اهو
ترجمي وارو جملو سٽ نمبر ٻارهين تي لکيل آهي، هونئن اوهان
شايد اهو بہ ڄاڻندا هوندا تہ هن ڪتاب جي آيتن جو مون تحت اللفظ
ترجمو لکڻ بدران هر هنڌ خلاصو ئي لکيو آهي، ٻيو تہ توهان کي
ڪا علمي ڳالهہ سمجهائڻ لڳي ٿو تہ آهي تہ ڏنگهرن تي اٽي هارڻ
برابر، پر انهي هوندي بہ عرض ڪري ڇڏيان ٿو تہ قرآن حڪيم ۾
جيڪي بہ اوامر ۽ نواهي واريون هدايتون رسول سائين جن کي
خطاب ڪندي ٻڌايون ويون آهن اهي دائمي آهن، ابدي آهن، يعني

عارضي ۽ وقتي ناهن. يعني اهي ساڳيا حڪم احڪام جناب رسول عليہ السلام جي وفات کانپوءِ بہ وقت جي حڪومت کي نافذ ڪرائڻا آهن“

اڳتي مولانا شر صاحب جي خط جي عبارت نقل ڪجي ٿي جنهن ۾ فرمائن ٿا تہ:

مزيد افسوس جي ڳالهہ تہ قرآن پاڪ جي صريح الفاظن ۾ بہ تحريف ڪئي صلوة اور نماز ۾ فرق صفحو 43 واطيعو الرسول جو ترجمو ڪيو آهي رسول الله يعني ڪتاب الله ٻوهيا صاحب اطيعوا الرسول جو ترجمو هن وقت تائين ڪنهن بہ لغت يا ڪنهن مفسر يا ڪنهن ٻئي فرد انجوا.هو مذڪور ترجمو ڪيو آهي؟ (هيتري تائين شر جي خط جي عبارت ڪي پورو ڪجي ٿو)

جواب“ جناب شر صاحب! پوري قرآن ۾ اندازا ٽيهہ پيرا جناب رسول عليہ السلام جي اطاعت جو حڪم ڏنو ويو آهي“ هاڻي اها اطاعت جناب رسول جي زندگيءَ ۾ دنيا واري حياتيءَ ۾ تہ سمجهہ ۾ اچي ٿي جو ڪوئي بہ شخص ساڻن ملي رابطو ڪري هدايت وٺي انجي اطاعت ڪري پئي سگهيو، پر جڏهن نبي سائين جن هن دنيا منجهان وفات ڪري ويا، ان ڪانپوءِ قرآن حڪيم جي انهن ٽيهہ پيرا حڪمن جي تعميل تہ اطاعت ڪيو رسول جي انهن آيتن تي عمل ڪيئن ٿيندو؟ مون جيڪڏهن گهٽ ۾ گهٽ وفات رسول کان پوءِ اطاعت رسول جي معنيٰ ڪئي آهي تہ اطاعت ڪيو قرآن جي تہ مون وٽ انهي معني لاءِ دليل موجود آهي، شر صاحب کي تہ مونکان انهيءَ معنيٰ جو ثبوت پڇڻ گهرجي ها، بجاءِ پڇڻ جي يڪدم شر کي ٻيا مفسر ۽ لغتون ياد اچي ويا تہ ٻڌايو تہ اڳي ڪنهن اهڙو ترجمو ڪيو آهي؟ چڱو انهيءَ ڳالهہ کي پڇي ٿا پوون پر شر صاحب بہ تہ ڪونہ ٻڌايو آهي تہ جيڪڏهن مون عزيز الله جي اها معنيٰ غلط آهي تہ ان وٽ پاڻ شر صاحب وٽ صحيح معني ڇا آهي، آخر قرآن

حڪيم جون اهي ٽيهہ آيتون وفات رسول ڪانپوءِ بي مقصد تہ نہ
سڏيون وينديون سو جيڪڏهن اسان شر جي اندر جي ڳالهہ ۽ ان جي
ذهن جي ڳالهہ پنهنجي طرفان ئي ڪٽي ڇڏايون تہ شر صاحب اطيعو
الرسول جي معنيٰ ڪري ٿو تہ علم حديث جي اطاعت ڪيو تہ پوءِ
ڇا بخاري ۽ مسلم ۾ جيڪا حديث آندي وئي آهي نهي رسول الله ﷺ
ان يطرق الرجل اهله لئلا يتخونهم اويطلب عثراتهم مسلم صفحو 144 قديمي
ڪتب خانو مقابل آرام باغ ڪراچي) يعني منع ڪئي آهي رسول
الله جن رات جو (دير سان) گهرن ۾ اچڻ جي (هن انديشي ڪان تہ)
ڪوئي انهن سان خيانت نہ ڪندو پيو هجي يا هنن جي پردي وارين
جي ڳولا ڦولا ۾ نہ هجي" بخاري باب نمبر 150 (ڪتاب النڪاح)

اڃا ڪتاب بخاريءَ جي ڪتاب التفسير ۾ سورت مائده جي
اخير ۾ ۽ سورت انبياء جي اخير ۾ شر صاحب جي امامن هيءَ
حديث آندي آهي تہ قيامت ڏينهن رسول سائين جن جي سامهون
سندس امت مان ڪن کي وٺي آندو ويندو پوءِ وري انهن کي ذات
الشمال (دوزخي) جي چارجز لڳائي دوزخ ڏي نيو ويندو، اها ماجرا
رسول سائين ڏسي ملائڪن کي چوندو تہ هي ماڻهو تہ منهنجا
اصحابي آهن انهن کي ڇو ٿا وٺي وڃو، پوءِ اهي رسول سائينءَ کي
چوندا تہ انک لاتدري ما احدثوا بعدک توکي خبر ناهي تہ هنن تنهنجي
پٺاڻان ڇا ڇا تہ نيون ڳالهيون ڪيون ۽ ان هؤلاءِ لم يزالوا مرتدين علي
اعقابهم منذفارقتهم يعني توکان پوءِ هي هميشہ لاءِ مرتد ٿي رهيا
پنهنجي پونين پيرن تي" جناب پڙهندڙ پائرن جي خدمت ۾ عرض
آهي تہ جيڪڏهن شر صاحب جي تشريح مطابق اطيعوالرسول جي
معنيٰ علم حديث تي هلڻ وڃي تہ هنن حديثن اصحاب رسول کي بہ
دوزخي ڪري ڇڏيو جڏهن تہ الله پاڪ سين اصحاب رسول جي شان
۾ فرمايو تہ: "وَالسَّابِقُونَ الْأَوَّلُونَ مِنَ الْمُهَاجِرِينَ وَالْأَنصَارِ وَالَّذِينَ اتَّبَعُوهُم بِإِحْسَانٍ

رَّضِيَ اللَّهُ عَنْهُمْ وَرَضُوا عَنْهُ وَأَعَدَّ لَهُمْ جَنَّاتٍ تَجْرِي تَحْتَهَا الْأَنْهَارُ خَالِدِينَ فِيهَا أَبَدًا ذَٰلِكَ الْفَوْزُ الْعَظِيمُ (9_100) (خلاصو) يعني ايمان ۾ سبقت ڪرڻ وارا مهاجر ۽ انصار صحابہ ۽ انهن جي بہ سهڻي نموني سان تابعداري ڪندڙ الله انهن کان راضي اهي الله کان راضي، انهن سڀن لاءِ الله جنتون تيار ڪيون آهن جن جي هيٺان نهرون جاري هونديون اهي ان ۾ هميشہ رهندا اها ئي تہ وڏي ڪاميابي آهي" هاڻي اوهان مهربان پڙهندڙ قرآن جي فيصلي کي بہ ڏسو ۽ شر صاحب جي امام جي بغض صحابہ کي بہ ڏسو، پوءِ ٻڌايو تہ اطيعوا الرسول جي معنيٰ ۾ اهڙين ڪوڙين ۽ خلاف قرآن حديثن کي ڪيئن قبول ڪري سگهبو" پر جيڪڏهن مون اهو غلط چيو آهي ۽ شر صاحب جي نظريي ۾ اطيعوالرسول جي معنيٰ مراد علم حديث تي هلڻ نہ آهي" تہ مهرباني ڪري شر صاحب اهڙي وضاحت لکي اعلان فرمائي تہ اطاعت رسول جي معنيٰ حديثن تي هلڻ ناهي تہ پوءِ پهريائين آئون پنهنجي اهڙي نسبت واري ڳالهہ کي غلط قرار ڏيئي، انجي شر صاحب کان معافي وٺندس" هاڻي رهيو سوال تہ اطيعوالرسول جي معنيٰ جيڪا مون ڪئي آهي تہ قرآن جي اطاعت ڪيو ان جو دليل ڇاهي؟ محترم شر صاحب ايتري مختصر ۽ سولي سوال ڪرڻ بدران ۽ منهنجي دليل جاڻڻ کان سواءِ جيڪو لفظن جون لنين هٽڻ ۾ لڳي ويو يا سڄي خط ۾ هن جيڪو مون سان مونکي ڏين ڌرم مان ڪڍڻ وارو انداز تخاطب اختيار ڪيو آهي اهو آئون انکي تربيت ڏيندڙن جو ڏوهہ سمجهان ٿو مولانا ميرمحمد بلوچ يا هن جهڙا ٻيا جوشيلا نوجوان عالم مونکي هنن سان همدردي آهي جو آئون بہ انهن جي گروهہ منجهان ئي، نڪري آيو آهيان، جڻ تہ اهي سڀ منهنجا هنڌي وال آهن ۽ انهن تي مون کي رحم بہ اچي ٿو تہ اهڙن ڪارائتن مخلص ماڻهن کي زماني جي سازشن صدين واري تسلسل سان قرآن کان گهٽو پري ڪري ڇڏيو آهي سو جناب شر صاحب! معاف، ڪندا اوهان قرآن

پڙهندا آهيو مئل ماڻهن کي ختم پڙهي ثواب پهچائڻ لاءِ، سو ان پڙهڻيءَ ۾ قرآن جو مقصد سمجهڻ مشڪل هوندو آهي، مهربان شر صاحب اطيعوالله جي معنيٰ بہ قرآن جي حڪمن تي عمل ڪرڻ آهي ۽ اطيعوالرسول جي معني بہ ساڳي قرآن جي حڪمن تي عمل ڪرڻ آهي" پهريائين قرآن منجهان دليل هڻ ڳالهہ جو تہ الله جي اطاعت ۽ رسول جي اطاعت اها ڳالهہ مڙيئي هڪ آهي اهي جدا جدا بہ شيون ناهن، ان لاءِ فرمان ربي آهي تہ مَّنْ يُطِعِ الرَّسُولَ فَقَدْ أَطَاعَ اللهَ وَمَن تَوَلَّىٰ فَمَا أَرْسَلْنَاكَ عَلَيْهِمْ حَفِيظًا (4_80) يعني جيڪو ماڻهو اطاعت ڪندو رسول جي اهو جڻ تہ اطاعت ڪري ٿو الله جي قانون جي ۽ جنهن روگرداني ڪئي پوءِ اسان توکي (اي رسول) انهن جو محافظ ڪونہ بنايو آهي، جناب شر صاحب! اوهان پنهنجي خط ۾ هيءَ آيت بہ لکي آهي ۽ ان جي تر.مي کي توهان بلڪل صحيح لکيو آهي، اوهانجا ئي تہ ترجمي وارا لفظ آئون هت نقل ڪيان ٿو تہ" جنهن رسول الله جي اطاعت ڪئي ان جڻ الله جي اطاعت ڪئي" ترجمو اوهان وارو پورو ٺيو" جناب شر صاحب توهان هن آيت جو ترجمي کان وڌيڪ ڪو بہ هڪ لفظ ڪونہ لکيو آهي ڏاڍو سٺو، آئون اوهان سان هن معنيٰ ۾ سورنهن آنا متفق آهيان پر پوءِ اوهان پنهنجي خط جي صفحي نمبر چوٿين ۾ هن آيت (4_80) کان پوءِ جيڪي ڪوڙ ساريون آيتون قل اطيعو الله واطيعوالرسول (3_32) آٽي ۽ اهڙين بين آيتن ڏي اشارو ڪندي اوهان لکو ٿا تہ ڇا انهن ۾ الله پاڪ رسول جي اطاعت کي مستقل ذکر نہ ڪيو آهي" اڳتي منهنجي بابت لکيو اٿو تہ اوهان بليڪ ميل ڪري عوام کي چوندا آهيو رسول جي اطاعت مان مراد قرآن مجيد ئي آهي تہ پوءِ مستقل جدا ڇو ذکر ڪيو ويو محترم شر صاحب! هاڻ تہ آئون سوال ڪندس تہ جڏهن اوهان پاڻ پنهنجي خط ۾ بہ آيتون آنديون، پهرين تہ جنهن رسول جي اطاعت ڪئي ان جڻ الله جي اطاعت ڪئي (4_80) هاڻي اوهان پابند ٿي ويو

ته اطاعت رسول جي مسئلي ۾ اوهان اڳتي جيتريون به آيتون جهڙي به لفظي ترڪيب ۽ ترتيب واريون آڻيندا ته انهن سڀن آيتن جو ترجمو هن ئي آيت ڪريمه (80_4) جي مطابق ۽ تابع اهو ترجمو ڪندا، ڇو ته الله عزوجل جنهن وقت پاڻ ڪا گائيڊ لائين ۽ رهنمائي ڏئي ڇڏي، پوءِ اهڙي مسئلي ۾ پوري قرآن حڪيم ۾ جتي جتي اهو مسئلو ايندو اتي اتي انجو مفهوم ۽ مطلوب الله واري رهنمائيءَ وارو هوندو، نه هاڻي سمجهي ڇڏيو ته اطاعت رسول جو جتي جتي جدا جدا ذڪر آيو آهي انهن سڀن جاين تي اتي اتي معنيٰ ۽ مفهوم آيت 80_4 وارو ئي ورتو ويندو ۽ اوهان ڄاڻو ٿا ته اها آيت قرآن جي ئي آهي ڪنهن ايري غيري جي ناهي، توهان خط جي صفحي نمبر چار ڪي منهنجي مٿان ڪاوڙ سان ته پري ڇڏيو آهي پر اوهان پنهنجي ڳالهه اندر مان ڪڍي ميدان تي ڇو ڪونه ٿا آڻيو ته اطيعوالرسول جي معنيٰ قرآن جو قانون ناهي بلڪ ان بدران اطيعو الرسول منجهان مراد توهان وارن مجوسي امامن جو مخالف قرآن علم الروايات آهي، جنهن علم جي روايتن ۾ امام بخاري پنهنجي ڪتاب البيوع ۾ هڪ باب ٻڌو آهي باب هل يسافر بالجارية قبل ان .......... يستبرئها" باب جو نمبر آهي 1385 بخاري جلد پهريون ان ۾ بخاري صاحب انهيءَ مسئلي ۾ حسن بصري ۽ صحابيءَ رسول ابن عمر جي روايتن ڪان پوءِ عطاء جي روايت آندي آهي ته جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ وٽ ڪا ٻانهي آهي ۽ هوءَ حمل سان آهي ۽ مالڪ ڪي شهوت زور پريو آهي ته ڪوئي حرج ناهي هو حامله ٻانهي ڪي فرج کانسواءِ ٻئي سوراخ ۾ جماع ڪري سگهي ٿو، بخاري جي ان روايت جي عبارت آهي وقال عطاء لاباس ان يصبيب من جاريته الحامل مادون الفرج، مولانا شر صاحب! هن علم لاءِ پيا ٿا اوهان مون سان ۽ ڄڳ جهان سان وڙهو ته رسول سائين امت لاءِ ورثي ۾ اهو علم ڇڏي ويو آهي؟ ۽ هن علم ڪي اوهان قرآن جي مقابلي ۾ رسول الله جي ڪاتي

وجهڻ چاهيو ٿا، توهان دستاربند عالم آهيو، اوهان کي خبر هوندي ته فارس جي شاعريءَ ۾ مخاطب محبوب مؤنث ناهي، مذڪر آهي، انهيءَ غير فطري ڪلچر واري قوم جي ذوق ڪي اوهان پنهنجي امام، امام بخاريءَ جي ڪتاب ۾ ڏنو ته ڪيئن نه بخاريءَ پنهنجي هموطنين جي غير فطري عمل کي جائز بنائڻ لاءِ پنهنجي فارسي امام جي روايت کي اهميت ڏني آهي، جناب مولانا شر صاحب! اوهان جيڪو زور ڀريو ٿا ته اطيعوالرسول منجهان مراد علم حديث جون روايتون مراد آهن، اهو نظريو ته قادياني فرقي واري مفسر محمد علي پنهنجي تفسير بيان القرآن ۾ لکيو آهي، اوهان مون کي منهنجي معنائن تي جيڪو چيو ته وان الشياطين ليوحون الیٰ اوليائهم جي مصداق آهن، هاڻ ته اها شيطانن سان رشتيداري اوهانجي ثابت ٿي وئي جيڪڏهن شوق هجيو ته محمد علي قادياني جي تفسير بيان القرآن ۾ اوهان پاڻ واري اها معنيٰ پڙهي سگهو ٿا. آئون اوهان سان خير خواهي ۽ همدردي ڪندي عرض ڪيانٿو ته ماڻهن کي اهڙي علم جي طرف نه سڏيو جنهن علم جي ٽيڪ تي مرزا غلام احمد قادياني جهڙا ڪذاب ۽ دجال پيدا ٿين، اوهان جي خدمت ۾ آئون هاڻي هاڻي امام بخاريءَ جون اهڙيون ختم نبوت جي خلاف حديثون پيش ڪري آيو آهيان سو محترم شر صاحب قرآن کي اوهان جناب رسول الله کان کسي رهيا آهيو، اڳتي هلي اوهان الله ۽ رسول کي کهڙو منهن ڏيکاريندا، اوهان تڏا ٽيو جيئن ته اوهان مون کي حڪم فرمايو آهي ته آئون توهان جي خط جي جواب ۾ هر ڳالهه قرآن منجهان پيش ڪيان اها ڳالهه توهان تمام پلي لکي آهي پر آئون پريشان آهيان ته آئون ته ضرور پنهنجي ڳالهه جو ثبوت قرآن مان پيش ڪندس، پر توهان اهڙي ڪا خوشخبري ته خط ۾ ڪانه لکي آهي ته توهان قرآن جي دليلن کي قبول به ڪندا آهيو ۽ اوهانجو قرآن مٿان ايمان به آهي؟، بهرحال قبول ڪيو يا نه ڪيو

آئون اوهان جي حڪم جي تعميل ڪندي قرآن منجهان دليل عرض ڪيان ٿو تہ اطيعوا الرسول جي حڪم منجهان مراد قرآن ئي آهي، مجوسين وارو قرآن دشمن نام نهاد علم حديث ناهي (ملاحظہ فرمائيندا" سورت انفال جي آيت نمبر ويهہ ۾ آهي تہ يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُواْ أَطِيعُواْ اللّهَ وَرَسُولَهُ وَلاَ تَوَلَّوْا عَنْهُ وَأَنتُمْ تَسْمَعُونَ (20_8) مولانا شر صاحب هن آيت ۾ مؤمنن کي الله ۽ رسول جي اطاعت جو حڪم ڏيئي پوءِ قرآن فرمايو آهي تہ ولاتولوا عنہ يعني انهي ڪان منهن نہ ڦيرجو" اتي عنہ جو ضمير واحد لاءِ آهي ۽ جڏهن تہ منڍ آيت ۾ الله ۽ رسول ٻن هستين جو ذڪر آهي، توهان واري نظريي يعني الله ۽ رسول جي جدا ڪرڻ واري نظريي مطابق هن آيت تي غور ڪبو تہ پوءِ هن طرح عبارت ٿئي ها تہ ولاتولوا عنهما يعني انهن ٻنهي (الله ۽ رسول) ڪان منهن نہ ڦير جو. پر الله پاڪ آيت ۾ ضمير تثنيہ جي بدران واحد جو آندو آهي تہ ولا تولوا عنه انهي واحد واري ضمير هي، ثابت ڪري ڇڏيو تہ الله جي تابعداري جيڪا قرآن جي اتباع سان ٿيندي، رسول جي، تابعداري بہ اهائي ساڳي قرآن جي اتباع واري آهي، سو اتباع ۽ تابعداري وارو علم، الله توڙي رسول جي اتباع وارو علم، هڪڙوئي قرآن آهي. انڪري الله پاڪ پنهنجو ۽ پنهنجي رسول جو ذڪر فرمائي پوءِ اتباع لاءِ ضمير تثنيہ بدران واحد جو آڻي قرآن جي اتباع جو حڪم ڏئي ڇڏيائين" جيڪڏهن محترم شر صاحب! اجا بہ توهان جي عقل شريف ۾ اها ڳالهہ نہ اچي سگهي تہ سورة الانعام جي آيت نمبر 6 پڙهي ڏسندا، فرمان آهي تہ اتَّبِعْ مَا أُوحِيَ إِلَيْكَ مِن رَّبِّكَ لا إِلَهَ إِلاَّ هُوَ وَأَعْرِضْ عَنِ الْمُشْرِكِينَ (106_6) يعني اي نبي تون تابعداري ڪر انهيءَ علم جي جيڪو وحي ڪيو ويو آهي طرف تنهنجي، (جو تہ) ڪوئي حاڪم ۽ معبود ناهي سواءِ الله جي (جيڪو بہ ماڻهو الله جي موڪليل علم کي ڇڏي اهل فارس وارن جي

گهڙيل روايتن ڏي ويندو ۽ قرآن ۾ شڪ ڪندو ته پوءِ اي رسول) تون اهڙن مشرڪن کان پنهنجو منهن ڦيرائي ڇڏ". محترم مولانا ميرمحمد بلوچ صاحب! اجا به جيڪڏهن اها قرآني حقيقت اوهانجي دماغ شريف ۾ نه وهي متان انڪري ته ان آيت (6_106) ۾ اتباع جو حڪم صرف مثبت ۽ پازيٽو آهي، الله کي ڪپي ته هو بروچ ماڻهوءَ کي هٽ کان جهلي ۽ روڪي ته قرآن کي ڇڏي، ٻئي پاسي نه وڃ، پوءِ ڪو هو مڙي ته مڙي، سو الله پاڪ ائين به ڪيو آهي جو سورة الانعام کانپوءِ واري سورت الاعراف جي آيت نمبر 3 ۾ مثبت ۽ منفي نگيٽو ۽ پازيٽو ٻنهي طريقن سان فرمايائين ته اتَّبِعُواْ مَا أُنزِلَ إِلَيْكُم مِّن رَّبِّكُمْ وَلاَ تَتَّبِعُواْ مِن دُونِهِ أَوْلِيَاء قَلِيلاً مَّا تَذَكَّرُونَ (3_7) يعني تابعداري ڪيو ان علم جي جيڪو اوهانجي پالڻ واري جي طرفان توهانڏي نازل ڪيو ويو آهي ۽ تابعداري لاءِ ان علم کانسواءِ ڪنهن به ٻئي علم کي پنهنجو دوست، ولي، وارث نه سمجهو، ٿورا ماڻهو آهن جيڪي ان نصيحت کي سمجهن. محترم شر صاحب! هن وقت تائين پيش ڪيل آيتن (4_80) (6_106) (3_7) توهانجي خط جي صفحي نمبر 4 _5_6 ۾ آندل بحث جي سڀن اعتراض کي ختم ڪري ڇڏيو جيڪڏهن مون هنن آيتن جي معنيٰ غلط ڪئي آهي ته صحيح معنيٰ اوهان ڪري ڏيکاريو ۽ منهنجي معنيٰ جي غلطي ثابت ڪري ڏيکاريو. هائو اوهانجي خط جي صفحي نمبر 3 تي آندل اوهانجي هڪ اعتراض جو جواب ڏيڻ اجان ضروري سمجهانٿو اوهان لکو ٿا ته:

توهانجو استاد الاستاد پرويز جنهن تي اوهان کي فخر آهي جنهن جو تذڪرو توهان معراج کي سواري، جي صفحي 2 تي ڪيو آهي ان پرويز دشمن اسلام ته پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي ته آپ صلي الله يعني رسول الله کي صراحة هڪ ٽپالي پوسٽ مين سان

تشبيه ڏئي سڏو سنئون لکيو آهي، توهان انجائي شاگرد آهيو، (هتي خط جي عبارت پوري ڪجي ٿي)

محترم شرصاحب! هن ڳالهہ جو فيصلو ڪرڻ تہ تمام آسان آهي، اهو هن طرح جو آئون پنهنجي استاد جناب ازهر عباس جي استاد جناب پرويز صاحب تي جيڪو منهنجي چڻ استاد جو بہ استاد ٿيو، جيڪڏهن ان نعوذباالله جناب رسالت مآب عليہ السلام کي توهان جي بقول ٽپالي ۽ پوسٽ مين سان تشبيہ ڏني آهي تہ آئون عزيزالله مسٽر پرويز تي لعنت ٿو ڪريان، پر جيڪڏهن انهن جي اشاعت گهر طلوع اسلام جي ڇپرايل ڪنهن بہ انجي ڪتاب ۾ پرويز ڏي نسبت ڪيل اهڙي الزام جو ثبوت ۽ حوالو اوهان نہ ڏيکاري سگهيا تہ پوءِ اوهانجي مٿان اهائي لعنت اهڙي ڪوڙ جي ڳالهائڻ تي ٿيندي رهندي، هاڻي اڳتي اوهان اهڙي الزام جو حوالو پيش ڪيو، پوءِ قرآن جي جملي لعنت الله على الكاذبين (3_41) يعني الله جي لعنت ڪوڙ ڳالهائيندڙن تي، انهيءَ کان آزادي حاصل ڪري ڏيکاريو، قصو ختم، شر صاحب توهان دستاربند عالم دين آهيو، پڪ سان اوهان ڪنهن بہ مخالف مٿان ڪوڙا الزام ڪونہ هڻندا هوندا. سو شاباس پرويز جي اهڙي ڳالهہ جو دنيا وارن کي حوالو پيش ڪيو ۽ پاڻ کي لعنت کان آزاد ڪريو مولانا شر صاحب! اوهان جي هن خط منجهان ئي اوهانجي مخالف ماڻهوءَ لاءِ ايمان داري شرافت ۽ ديانت داريءَ جو اندازو اسان سمجهي ورتو آهي، اوهان پنهنجي خط جي صفحي ڇهہ ۽ ست ۾ منهنجي ڪتابن ۾ فقہ القرآن ۽ "قرآن فہمی کے خلاف سازش" ۾ قرآني آيتن جي اندر ڇپائي وارن پروفن جي چڪن کي بهانو بنائيندي جيڪا مون مٿان الزام تراشي ڪئي آهي تہ آئون قرآني الفاظن ۾ ردو بدل ڪرڻ وارو آهيان، مون کي خدا جي غضب جو الڪو ناهي، قرآن جي خلاف سازش پيو ڪيان "قرآن سان جنگ پيو ڪيان" امت کان قرآن جهڙي نعمت پيو

ڪسيان ۽ وڌيڪ بہ الزامن جي هڻ مار جيڪا اوهان ڪئي آهي ۽ پڪ سان اوهان ڄاڻو ٿا تہ اهي ڇاپي جون غلطيون آهن بلڪہ آئون بہ انهن غلطين کي غلطيون ئي تسليم ڪيان ٿو، ۽ يقين سان اهي غلطييون پروفن پڙهڻ مهل مون درست بہ ڪيون هئيون پوءِ ڪمپيوٽر وارن ۽ ڪڏهن ڪڏهن بين مددگارن جي پڪ ڏيارڻ تہ انهن اهي سڀ درستيون ڪري ڇڏيون آهن، انهن مٿان اعتبار ڪرڻ ڪري غلطيون رهجي وڃن ٿيون جيڪو اسان ڪي مٿن اهڙو اعتبار ڪرڻ نہ گهرجي، شر صاحب! جيڪڏهن اهڙين غلطين تي اوهان مونکي دين ڌرم کان ٻاهر ڪڍيو آهي جن غلطين کي آئون بہ غلطيون ئي تسليم ڪيان ٿو ۽ انهن غلطين ۾ منهنجو ڏوهہ صرف هي آهي تہ مون معاون ڪم ڪندڙن جي درستين جي پڪ ڏيڻ تي اعتبار ڪيو، جيڪو مونکي نہ ڪرڻ گهرجي ها“ جنهن تي اوهان پنهنجي فتوائن جي مون مٿان پرمار لائي ڏني آهي محترم شر صاحب! اها تہ ڳالهہ ٿي غلطين جي پريس جي ڪمپوز ڪرڻ وارن جي روايتي عدم تعاون ۽ بي توجهي سبب ڇا اوهان ٻڌائي سگهندا ٿا. هي خط جيڪو اوهان پنهنجي هٿن مبارڪن سان منهنجي طرف لکي ان جي فوٽو ڪاپي رواني ڪئي آهي، ڇا ان ۾ اوهان پهرئين ئي صفحي تي حضرت موسيٰ عليہ السلام جي نالي بدران حضرت عيسيٰ جو نالو لکي ويا آهيو! اها اوهان ڪيڏي تہ غلطي ڪئي آهي! يعني لفظ ۾ حرفي چڪ بدران هڪ جي ٿي ۽ خط جي صفحي نمبر 2 تي قرآني حوالي ۾ وانالہ لحافظون بدران اوهان پاڻ لکيو آهي وانا لہ لحفظون، وڌيڪ ساڳئي صفحي تي اوهان قرآني حوالي ۾ وان الشياطين بدران لکيو آهي وان الشيطين“ ۽ انهيءَ ئي حوالي ۾ اوهان قرآني لفظ اوليائهم جي بدران لکيو آهي اوليئهم، ۽ خط جي صفحي نمبر پنج تي اوهان قرآني حوالو ڏيندي لفي ضلال

مبين جي بدران لکيو آهي ضلل مبين اجا ساڳئي يتلوا عليهم آياته بدران آيته، لکيو آهي يعني پنجن جاين تي ساڳي غلطي پنج ڀيرا توهان حرف الف ڪائي ويا آهيو. توهان جي ايڏي دشمني حرف الف سان؟ هڪ حرف ڪٽائڻ سان بہ تہ معنائون بدلجي ويون آهن. پوءِ ڇا انهن اهڙين غلطين کي جيڪي اوهان پاڻ پنهنجن هٿن مبارڪن سان لکيون آهن وچ ۾ ڪوئي پريس وارو ان غلطين ۾ شريڪ ڪونهي پوءِ توهان کي بہ قرآن سان جنگ ڪرڻ وارو، قرآن خلاف سازش ڪرڻ وارو، امت وارن کان قرآن جهڙي نعمت کسڻ وارو" قرآني لفظن ۾ ردو بدل ڪرڻ وارو، خدا جي غضب جو حقدار سڏجي؟ ۽ اوهان مون کي الائي ڇا ڇا ڪجهہ تہ لکيو آهي سو بہ انهن غلطين ۾ منهنجي سڌو سنئون پنهنجي هٿن سان اهي غلطيون ناهن ۽ ان ۾ منهنجي غلطي صرف ڪم ڪندڙ عملي وارن تي اعتبار ڪرڻ جي آهي، انهيءَ هوندي بہ جناب مولوي شر، آئون اوهان جي پنهنجي هٿن سان جيڪا اوهان قرآن جي ٻيڙي ٻوڙيو پيا ان تي آئون ان کي صرف اوهان جي بي توجهي قرار ڏئي سگهان ٿو، ۽ هي بہ تہ اهي غلطيون هر ماڻهوءَ کان غفلت سبب ۽ ڊبل نگراني نہ ڪرڻ سبب ٿي ويندڀون آهن، ان ۾ آئون اوهان مٿان هي الزام ڪڏهن بہ نہ لڳائيندس تہ اوهان اهڙي غلطي ڪا ڄاڻي واڻي نيت ڪري ڪئي آهي" باقي منهنجي مٿان اوهان جيڪو ڇاپي جي غلطين تي آسمان مٿي تي کڻي الائي ڇاڇا واڪيو آهي اهو اوهانجو اخلاق آهي، اها اوهانجي ٿيل تربيت جو اثر آهي الله شال اوهان کي عدل ۽ انصاف جو جذبو عطا فرمائي"

محترم شر صاحب! اوهانجو خط جيڪو ٻارنهن صفحن تي مشتمل آهي هيتري تائين صفحي نمبر ست تي پهتا آهيون، اصل ۾ اوهانجو مون سان جهيڙو هن ڳالهہ تي آهي جو مون اهل فارس وارن جي گهڙيل امامي روايتن کي قرآن جي خلاف سازش کي

ماڻهن اڳيان پترو ڪيو آهي انهن روايتن مٿان اوهان علم حديث جو جيڪو نالو رکيو آهي، انهيءَ ڳالهه ڪي تہ قرآن حڪيم جي سورت الزمر جي ٽن آيتن اهڙو تہ چندي ڇاٽي صاف ڪري ڇڏيو آهي جو قرآن جي انهيءَ صفائي ڪي پڙهڻ ۽ سمجهڻ ڪانپوءِ انهيءَ مجوسين جي قرآن دشمن علم ڪي ڪوبہ ماڻهو ڪنهن بہ نمبر تي انهن حديثن ڪي اثارٽي ۽ دليل هجڻ جي دعويٰ نہ ڪري سگهندو اهي ٽيئي آيتون آئون هن جوابي مضمون جي شروع ۾ تفصيل سان ڏيئي آيو آهيان تڏهن بہ اختصار سان واري دهرايان ٿو، هڪ تہ رب پاڪ فرمايو تہ: (دنيا ۾ حديثن جي نالي سان تہ ڪوڙ حديثون سڏي سگهجن ٿيون پر مون الله جو هي قرآن اللَّهُ نَزَّلَ أَحْسَنَ الْحَدِيثِ كِتَابًا (39_23) يعني هي ڪتاب سڀن حديثن ڪان وڌيڪ سهڻين حديثن وارو ڪتاب آهي" وري ساڳي سورت جي آيت نمبر (39_55) ۾ فرمايائين تہ واتبعوا احسن ما انزل اليڪم يعني اڳتي اوهان ڪي جنهن علم جي تابعداري ڪرڻي آهي اها صرف احسن حديثن واري علم جي تابعداري ڪرڻي آهي جيڪو الله جي طرفان نازل ڪيل آهي جن ماڻهن ڪي جناب رسول الله جي مستند ۽ محڪم اقوال مبارڪ جي جستجو ۽ ڳولا ڦولها آهي انهن لاءِ الله پاڪ فرمايو تہ جناب رسول جا محفوظ ۽ صحيح سلامت قول اهي بہ هي قرآن وارا قول آهن، انه لقول رسول ڪريم (81_19) سو رب پاڪ فرمايو تہ جيڪي ماڻهو اقوال رسول جي تلاش ۾ آهن اهي ٻڌي ڇڏن تہ الَّذِينَ يَسْتَمِعُونَ الْقَوْلَ فَيَتَّبِعُونَ أَحْسَنَهُ (39_18) جيڪي بہ ماڻهو جنهن جا بہ قول ۽ اقوال ٻڌن انهن تي فرض آهي تہ هو تابعداريءَ لاءِ احسن قولن جي تابعداري ڪن (جيڪي احسن لقب وارا قول صرف ۽ صرف قرآن جا آهن) محترم مولوي شر صاحب! هاڻي اوهان پنهنجي سيرن جيئرن مئلن همنوائن سان گڏجي ڪري فارس وارن ايراني امامن

جي گهڙيل ڪوڙين ۽ جڙتو تبرا وارين حديثن ڪي جيترو به چنڊي
چاٽي سامهون آڻيندو ته پوءِ به وڏ ۾ وڏ انهن ڪي اوهان حسن جو
لقب ڏيئي سگهندو“ انهيءَ ڪان مٿي اوهان هڪ تر جيترو ب وڌي
نٿا سگهو- الله پاڪ ڪنهن به علم جي تابعداري لاءِ انجي احسن
هجڻ ڪان سواءِ ته پرمنٽ ڪونه ٿو ڏئي جيئن اوهان هاٽي هاٽي اهو
حڪم پڙهيو (39_55) جي حوالي سان ۽ جيڪو اوهان جو نظريو آيت
قل اطيعو الله واطيعوا الرسول منجهان الله رسول جي وچ ۾
بيائي پئدا ڪرڻ وارو آهي ته الله جي اطاعت ڪرڻ لاءِ ڪتاب قرآن
آهي ۽ رسول الله جي اطاعت ڪرڻ لاءِ فارسي امامن جون خلاف
قرآن تبرائي حديثون آهن جيڪي قرآن جي قانونن ڪي ٽوڙڻ لاءِ
ٺاهيون ويون آهن، جيئن ته نڪاح جي عمر لاءِ بلوغت جي علامت
قرآن حڪيم ذهني رشد ۽ جسماني طور پڪي جواني شرط قرار
ڏنو (4_6) (17_34) ته قرآن جي انهيءَ قانون ڪي ٽوڙڻ لاءِ اوهان جي
امامي روايتن ته نابالغ ٻارن سان نڪاح ڪي جائز قرار ڏنو آهي ۽
نعوذبالله خود رسول الله ڪي ئي ڇهن سالن جي معصوم ٻارڙي
سان پرڻائي ڇڏيو اٿن ڇا اوهانجو اهو علم حديث، الله ۽ رسول جي
وچ ۾ ڏڦيڙو وجهڻ وارو نه آهي ڇا، ۽ ڇا اوهان جي انهن حديثن
سان رسول لله مٿان اهو الزام ثابت نه ٿو ٿئي ته انهيءَ اهڙي شادي
ڪري قرآن جي خلاف عمل ڪيو آهي، بهرحال قرآن حڪيم جي
حڪم اتبع ما اوحی اليك من ربك (6_106) واري آيت سان ۽ سورت اعراف
جي آيت اتَّبِعُواْ مَا أُنزِلَ إِلَيْكُم مِّن رَّبِّكُمْ وَلَا تَتَّبِعُواْ مِن دُونِهِ أَوْلِيَاءَ قَلِيلًا مَّا تَذَكَّرُونَ (7_3)
واري آيت سان سڀ امامي هنر، قرآن حڪيم ڊاهي پٽ ڪري ڇڏيا
آهن، اوهان جيترو به جناب رسول ڪي الله ڪان ڇني ڌار ڪرڻ جا
حيلا هلايو پر اسانجو رسول ته الله ۽ قرآن ڪان جدا ناهي ناهي
ناهي. قرآن جي هنن فرمانن ته تابعداري ڪيو احسن الحديث علم
جي (39_23) ۽ اقوال منجهان احسن قول جي (39_18) ۽ الله جو

رسول ۽ سڀ مؤمن علم وحي جي تابعداري لاءِ پابند آهن ۽ انهن کي علم وحي کانسواءِ ڪنهن ٻئي علم جي تابعداري ناهي ڪرڻي هنن آيتن (6_106) (3_7) اوهان جي ٻارهن صفحن جي خط ۾ چا پر سڄي فارسي امامن جي روايتن وارن ذخيرن ۽ نام نهاد صحاح سته جي دليل بازيءَ کي ٽوڙي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو آهي“ باقي جناب مولانا ميرمحمد بلوچ صاحب الله اوهان کي سدائين خوش رکي سدا سلامت رکي اوهان پل هر هنڌ عزيزالله ٻوهيي کي ڪافر ٻڻائيندا وتو“ منهنجا سائين جيڪڏهن آئون قرآن جي لفظن جون معنائون غلط ٿو ڪيان ته توهان کي ڪير ٿو چوي ته اوهان منهنجي ڪيل معنائن کي هرو ڀرو قبول ڪيو، پر آئون جيڪا ڳالهه ٿو ڪيان ته هدايت جو واحد مرڪزي ڪتاب بلا شرڪت غيري صرف الله جو قرآن آهي، اوهان انهيءَ جي پنيان هلو قرآن پنهنجيون معنائون پاڻ ٻڌائڻ وارو ڪتاب آهي، ڪير ٿو ڪنهن کي چوي ته معنائون عزيزالله کان پڇو“ محترم مولانا ميرمحمد صاحب! آئون ته دليلن سان هي ماجرا ثابت ڪري چڪو آهيان ته فارسي امامن وارو گهڙيل علم حديث ته ناهيل ئي قرآن جي معاشي معاشرتي قانونن کي ڊاهڻ ۽ ٽوڙڻ لاءِ آهي. توهان منهنجي ڪتابن ۾ جاٽايل قرآن دشمن حديثن اصحاب رسول جي دشمنيءَ وارين حديثن جو پنهنجي خط ۾ ڪوبه رد نه ڪري سگهيا آهيو اوهان پنهنجي علميت ڏيکارڻ لاءِ خالي منهنجي ڪتابن ۾ ڇاپي وارين پروف جي غلطين سبب مون کي دين اسلام کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو آهي، جن غلطين کي آئون پاڻ به غلطيون تسليم ڪريان ٿو يا شايد اوهان بهانو ڪيو ته اوهان منهنجو اهو اردو ڪتاب ”فتنہ انکار قرآن کب اور کیسے“ پڙهيو ئي ناهي ته بسم الله آئون اوهان جي خدمت ۾ نموني خاطر اوهان جي امامن بخاري مسلم جون ڪجهه حديثون پيش ڪيانٿو، ڏسو ته اوهان جناب رسول الله ۽ ان جي اصحاب ڪرام جي ناموس ۽ قرآن جي ڪين

ذلل مرتبي تہ اهي سيئي جنتي آهن (9_100) کي مڃيو ٿا يا قرآن دشمن امامن کي ٿا مڃو،

ڪتاب بخاري ان ۾ راقع ڪتاب المغازي جو باب نمبر 500 حديث نمبر 1302 ۽ ڪتاب مسلم ۾ باب آهي حڪم العزل ڪتاب جي صفحي نمبر 464 تي جيڪا حديث آندي وئي آهي اها ٻنهي ڪتابن ۾ ساڳي حديث آهي ۽ ساڳئي راويءَ کان نقل ڪيل آهي، ڪتاب مسلم جو حصو پهريون آهي ۽ ڇاپو قديمي ڪتب خانو مقابل آرام باغ ڪراچي آهي، مسلم جي حديث ۾ راوي چوي ٿو تہ غزونا مع رسول الله صلي الله عليه وسلم غزوة بالمصطلق فسبينا ڪرائم العرب“ بخاري واري روايت جا لفظ آهن تہ فاصبنا سبيا من سبي العرب- مسلم جي حديث وارن لفظن جي معني آهي تہ اسان رسول الله سان گڏ غزوه مصطلق ۾ وياسين اتي اسان عربن جون سهڻيون ۽ نفيس عورتون قيد ڪيوسين، ۽ بخاريءَ جي حديث ۾ لفظ آهن تہ فاصبنا سبيا من سبي العرب“ هنن لفظن جو ترجمو ٿيندو تہ اسان جڏهن رسول سان گڏ مصطلق جي غزوي ۾ وياسين تہ اتي عربن جون ٻانهيون هٿ ڪيوسين هتي آئون ترجمي جي باريڪن تي ڪونہ ٿو ڳالهايان، اڳتي مسلم جي حديث ۾ آهي تہ اسان کي بہ پنهنجي عورتن کان جدا ٿئي ڪافي وقت گذري چڪو هو، سو جماع ڪرڻ جي خواهش بہ اسان کي زور پريو فرغبنا في الفداء فاردنا ان نستمتع ونعزل يعني اسان کي خواهش ٿي تہ هنن قيدياڻين سان متعو ڪيون پوءِ انهن کي جڏهن وڪڻون تہ انهن کي ڪنواريون ڪري وڪڻون جيئن قيمت بہ سرس ڪمايون ۽ جماع ڪرڻ مهل جيڪڏهن هنن کي پيٽ ٿي پيو تہ پوءِ اهي اسانجي ٻارن جون مائرون ٿي پونديون ۽ وري ام ولد (ٻارن جي ماءَ ٻانهيءَ) جي وڪري جي منع آهي پوءِ ائين ڇو نہ ڪيون جو هنن سان زنا ڪرڻ مهل ڇاڙو ٻاهر ڪيون (جملو معترضو) محترم

پڑهندڙ پائرو مون هت حديث جي تفصيل ۾ ٻانهين سان همبستريءَ
کي زنا انڪري لکيو آهي جو هڪ تہ هي حديث قرآن حڪيم جي
خلاف هجڻ ڪري ڪوڙي آهي، جو قرآن حڪيم فرمايو آهي تہ مَا
كَانَ لِنَبِيٍّ أَن يَكُونَ لَهُ أَسْرَى (67_8) يعني هاڻ اسلام ۽ قرآن جي اچڻ کانپوءِ
اڳي جيڪو ميدان جنگ ۾ لڙائي دوران وڙهندڙ مخالفن کي قيد
ڪري غلام بڻايو ويندو هئو، انهي بڇڙي رسم کي اڳتي لاءِ بند
ڪيو وڃي ٿو، اڳتي لاءِ غلاميءَ جي رسم تي بندش رهندي، هرو
ڀرو جيڪڏهن لڙائيءَ جي اهڙي صورتحال بڻجي وڃي جو دشمن
کي قيد ڪرڻ لازمي ٿيو پوي تہ ان بابت قرآن فرمايو تہ اهڙي
صورت ۾ مخالف کي پلي قيد ڪيو پر فَإِمَّا مَنًّا بَعْدُ وَإِمَّا فِدَاء حَتَّى تَضَعَ الْحَرْبُ
أَوْزَارَهَا (4_47) يعني جنهن وقت جنگي هئومئو ختم ٿي وڃي تہ انهن
قيدين کي بطور احسان ڇڏي ڏيو يا فديو وٺي ڇڏي ڏيو، مطلب انهن
کي مستقل غلام ۽ قيدي بڻائي ناهي رکڻو (جملو معترضو ختم)
مطلب تہ ڪتاب بخاري ۽ مسلم جي هي حديث نسورو ڪوڙي آهي
هن حديث منجهہ چڻ تہ حديثون گهڙيندڙ دشمن هي بہ ثابت ڪرڻ
چاهين ٿا تہ پيغمبر پنهنجي زندگي ۾ الله ۽ قرآن جي حڪمن تي
عمل ڪونہ ڪيو آهي جو لڙائي دوران مخالفن جون سهٽيون
سهٽيون مايون قيد ڪري ۽ ڳوٺ واپس ٿيڻ کان اڳي ئي انهن کي
ميدان جنگ جي علائقي ۾ انهن سان زنائون بہ ڪن ٿا پر هنن کي
قرآن جي منع واري حڪم تہ ڪنهن کي قيدي نہ بڻايو جو الڪو ئي
ڪونهي، جيڪڏهن الڪو اٿن تہ اهو هي تہ وري اڳتي هنن قيدي
عورتن کي پڙيءَ تي وٺي وڃي ڪنواري سڏي وڪڻڻو بہ آهي، تہ
جيئن ملهہ ۾ چار پيسا وڌيڪ ملن" هنن کي جنگ جي علائقي ۾
حڪم قرآن تہ اڳتي لاءِ ٻانها ٻانهيون بڻائڻ واري رسم جي منڍ،
ميدان جنگ ۾ ڪنهن کي قيد ناهي بڻائڻو، انهيءَ جي ڪا پرواهہ

ڪرڻ، حديث وارا ڪونہ ٿا ڏيکارن، بلڪ الڪو صرف هي ٿا ڏيکارن تہ قيدي عورتن سان زنا ڪرڻ مهل ڇاٽو ٻاهر ڪرڻ جائز آهي يا ڪونهي، پوءِ هڪ ٻئي ڪي چون ٿا تہ پريشاني جي ڪهڙي ڳالهہ آهي رسول جو اسان سان گڏ آهي، هلو تہ انهيءَ فقهي مسئلي بابت سندن حديث جو فرمان ٿا پڇون، پو هو رسول وٽ اچي ٻاهر ڇاٽي ڪرڻ بابت ساڳيو سوال پڇن ٿا، جواب ۾ رسول جو فرمان جيڪو حديث وارن ناهيو آهي“ پڙهندڙ ان کي بہ غور سان پڙهن، بخاري ۽ مسلم جي حديثن ۾ ٿورو لفظي فرق ضرور آهي پوءِ بہ مطلب ٻنهي روايتن جو ساڳيو آهي، مونوٽ هڪ عدد بخاري اردو ترجمي سان آهي سو آئون اهوئي ترجمو هت نقل ڪيان ٿو“ رسول جن فرمايو تہ: ”عزل نہ کرنے میں کیا برائی ہے، اللہ تعالیٰ کے حکم میں جو جان قیامت تک آنے والی ہے وہ ضرور آکر رہے گی“ حديث تہ پوري ٿي پر هنن امامن ڪيڏي تہ جناب رسول جي شان ۾ گستاخي ڪئي آهي جو هن حديث کي پڙهي عيسائي يهودي ۽ الائي ڪير ڪير دنيا جا ماڻهو ڇا ڇا چوندا تہ هي آخري نبي ۽ رسول ڪهڙو منطق ۽ قانون ڏسي رهيو آهي تہ ٻارن جو ڄمڻ مرد جي مني ۽ ٻج سان تعلق ئي نٿو رکي، اوهان مني عورتن ۾ اندر وجهو يا ٻاهر هاريو، ٻارن جي پيدا ٿيڻ جو معاملو ٻج بدران صرف الله جي تقدير سان آهي، حديث مطابق تہ ٻج کي ان ۾ ڪوئي دخل ئي نہ ٿيو“ هي تہ حديثن ناهڻ وارا اهڙين حديثن جي فلسفي سان مسلم معاشرن ۾ جنسي آوارگي ۽ اخلاقي ڪرپشن کي رواج ڏيڻ جي سازش جا ڏوهاري ثابت ٿين ٿا ۽ انهيءَ ڪانسواءِ جيڪڏهن ڊنمارڪ ناروي ۽ اسلام دشمن امريڪي ۽ اسرائيلي ڪمپنيون هن حديث تي خاڪا ناهن ۽ ڪا فلم ناهين يا سلمان رشدي جهڙو دشمن اسلام رائيٽر هنن حديثن تي رسول الله جي زماني ۾ اصحاب رسول جو ڪلچر ۽ رسم و رواج امام مسلم ۽ امام بخاري جي حديثن جي حوالي سان ڪتابي صورت ۾ لکي

لاهين تہ مسلمان مولوي انهن جي خلاف جلوس تہ ڪيندا پر امام بخاري جي ڪتاب کي قرآن ثاني سڏي وضوء سان امت جي اولاد کي پيا اهڙن خاڪن واريون گاريون پاڻ پڙهائيندا“ انهن دشمنان اسلام ۽ دشمنان قرآن ۽ رسول، امامن جون اکيون ہوٽيل معتقد مولانا ميرمحمد بلوچ صاحب! توهان پنهنجي خط ۾ لکيو آهي تہ بخاري و مسلم جي حديث قرآن مجيد جي خلاف ناهي“ آئون مولانا کي هنن حديثون ناهيندڙن جي اندر جي پليتيء جو مثال ڏيان ٿو پوء فيصلو بہ پاڻ ڪري ڪتاب مسلم جي باب حڪم المني ۾ باب جي آخري حديث جي شروع وارن لفظن ڏي ڌيان ڇڪايان ٿو انهن تي غور ڪيو، الفاظ هي آهن تہ عن عبدالله بن شهاب الخولاني قال كنت نازلا على عائشه فاحتلمت فى ثوبى“ الله مولوين کي هدايت ڪري جو انهن وٽ ام المؤمنين جي ايتري بہ عزت ڪانهي، ان جي عظمت ۽ شخصيت لاء شايد ايتري بہ غيرت ڪانهي جو حديثون ناهيندڙ سڄي امت جي مؤمنن کي ماءُ تي گار ڏني آهي تہ كنت نازلاعلى عائشه فاحتلمت يعني آئون عائشہ جي مٿان نازل ٿيندڙ هئيس تہ مون کي احتلام ٿيوپنهنجي ڪپڙي ۾“ (معاذ الله) محترم پڙهندڙ پائرو اڳتي حديث ۾ لکهي لفاظي آهي تہ پوء آئون تڙ پوڻ کان پوء ڪپڙو ڌوئي رهيو هئس تہ عائشہ جي ٻانهيء مونکي ڏسي ورتو ۽ وڃي عائشہ کي خبر ڏنائين تنهنجو مهمان پنهنجو ڪپڙو پيو ڌوئي، اهو ٻڌي وري عائشہ مون کي پاڻ وٽ اندر گهرائي سوال ڪيو تہ ڇاجي ڪري تون ڪپڙو ٿو ڌوئين؟ مون جواب ڏنو تہ ننڊ ڪندڙ جيڪي ننڊ ۾ ڏسندو آهي مون بہ اهوئي ڪجھ ڏٺو، تہ عائشہ وري سوال ڪئيس تہ تڙ پوڻ کان پوء تنهنجي ڪپڙن تي انجو ڪو اثر (مني) وغيره تو ڏٺي؟ مون چيو تہ نہ! پوء چيائين جيڪڏهن ڪپڙن ۾ ڪجھ ڏسين ها پوء تہ ان کي ڌوئين ها (بغير مني جي ڇو تو ڌوئين) آئون تہ رسول الله جي سڪل مني ننهن سان ڪرڙي ڇڏيندي هئس، (حديث پوري ٿي)

محترم پڙهندڙ ڀائرو! هي حديث مولوي شر جي امام مسلم سڄي ساري هٿ نوڪي ثاهي آهي ان سان ان پوري امت وارن کي ماءُ تي گار ڏيڻ ۽ جناب رسول کي به گار ڏيڻ لاءِ هيءَ حديث ٺاهي آهي پر جيڪڏهن امام مسلم جي زال لاءِ ئي ڪوئي انجو مهمان چوي ته كنت نازلا علي زوجة امام مسلم فاحتلمت آئون امام مسلم جي زال مٿان نازل ٿيندڙ هئس فاحتلمت پوءِ مونکي ڌڙ پئجي ويو ڇا اهي لفظ گار جا نه چئبا؟ يا ڪوئي شخص ڪنهن به شيخ الحديث مولانا جي زال لاءِ ائين چوي ته كنت نازلا علي زوجة فلان شيخ الحديث فاحتلمت ڇا اها گستاخي نه چئبي؟ ته آئون شيخ الحديث جي زال مٿان نازل ٿيندڙ هئس ته مون کي ڌڙ پئجي ويو محترم پڙهندڙ ڀائرو! هيءَ اڳتي حديث جي عبارت ئي پاڻ ثابت ڪري ٿي ته هي هٿ نوڪي ۽ ڪوڙي آهي ۽ صرف هن لاءِ گهڙي وئي آهي ته شروع ۾ گار واري جملي ذريعي تبراڪئي وڃي ته نعوذبالله آئون عائشہ مٿان نازل ٿيندڙ هئس پوءِ مونکي ڌڙ پئجي ويو هن ڪوڙي حديث ۾ اهو به ڄاڻائن ٿا ته هن پنهنجا ڪپڙا پئي ڌوتا ته عائشہ هن کي پاڻ وٽ اندر گهرائي پڇيس ٿي ته جيڪڏهن توکي ڌڙ پيو آهي ته انهن جو ڪو نشان ڪپڙن تي ٿيو؟ ته جواب ۾ اُهو هترادو ماڻهو چوي ٿو ته ڪپڙن تي ته ڌڙ جو ڪوبہ اثر ڪونہ هئو! هاڻي ڪير ٻڌائي ته اهڙو ڪير عقلمند هوندو جيڪو بغير ڪنهن پليتي وغيره جي ڪپڙن کي هرو ڀرو ڌوئي ۽ هونئن ته اهل حديث فرقي وارن جي حديثن واري مذهبي قانون ۾ مني پاڪ آهي، پوءِ انهن واري پاڪ مني هن گار واري حديث ۾ اها به نه ڪانہ آهي، ته اهڙو ڪير ماڻهو آهي جيڪو هرو ڀرو پنهنجا صاف سٿرا ڪپڙا ڌوئندو هجي، مون کي ههڙين حديثن جي پڙهڻ پڙهائڻ يا اهڙي علم کي دين جو اصل قرار ڏيڻ وارن مولوي ماڻهن تي افسوس ٿو ٿئي ته هو ڪيتري نه مدهوشيءَ ۾ پيا ٿا امت مسلمہ جي اڳواڻي ڪن ۽ انهن کي ڌوڪي

۾ رکن ۽ ڊنمارڪ يا ناروي جا دشمن جيڪڏهن هن حديث تي
ڪوئي فلمي سين ٺاهن ۽ ڪتابن مسلم جو حوالو بہ لکن تہ امت
وارن جي منهن ۾ ڇا رهندو؟ اسين جيڪڏهن گهڻو گوڙ ڪندا سون
تہ جواب ۾ هو بہ هي حديثن جا ڪتاب اسانجي ٻوٿ تي وهائي
ڪيندا، مسلم عوام کي تہ مولوي طبقي اونده ۾ رکيو آهي ۽ هو
اهڙين گارين واري تبرائي علم کي عوام آڏو احاديث رسول ۽
اقوال رسول جي نالي سان پيا ٿا متعارف ڪرائين امت مسلم جا
مولوي اکيون ٻوٽي علم حديث جي حوالن سان يعني بخاري مسلم
ترمذي وغيره جون تبرا واريون حديثون امت جي اولاد کي پڙهائي
تہ رهيا آهن ۽ جيڪڏهن مسلمانن منجهان ڪوئي شخص انهن جو
ڌيان هنن گارين ۽ توهين رسول عليہ السلام وارين حديثن طرف
ڇڪرائي ٿو تہ هي ان کي منڪر حديث رسول سڏي عوام ۾ ان کي
ڪافر مرتد سڏين ٿا ۽ گارين وارين حديثن بابت هڪ اکر بہ ڪونہ
ٿا ڪڇن تہ گهٽ ۾ گهٽ اهي گارين واريون حديثون ۽ قرآن کي رد
ڪرڻ واريون حديثون انهن ڪتابن منجهان ڪڍي ڇڏيون، پر انهن
کي بہ اها پڪ آهي تہ جيڪڏهن علم حديث منجهان قرآن کي رد
ڪرڻ واريون حديثون ڪڍي ڇڏبيون تہ باقي پوئتي ڪجهہ بچندو ئي
ڪونہ- ۽ اهو بہ تہ پوءِ عالمي سامراج مسلم ملڪن جي مالي امداد بہ
بند ڪري ڇڏيندو ڇو جو اهو امامي علمن جو نصاب انهن ئي
پنهنجي اقتدار واري زماني ۾ نافذ ڪرايو آهي ۽ آئون مولانا مير
محمد بلوچ صاحب ۽ ان جي ڀهاني سان سموري امت مسلم جي
عقلمند ماڻهن جي خدمت ۾ عرض ڪيان ٿو تہ عقل کان ڪم وٺو
سنجيدگي اختيار ڪيو“ موڻ عزيزالله جي واويلا کي پل اوهان
تڪي جي بہ اهميت نہ ڏيو پر دشمنن جي هڪ دانشور GRAIG
WINN هڪڙو ڪتاب نالي PROPHE OF DOOM جي نالي سان لکيو
آهي جيڪو ڪلر ڪلايو مارڪيٽ ۾ وڪرو ٿئي ٿو ۽ ON-LINE بہ

سيڪو ڏسي سگھي ٿو انٽرنيٽ تي انجو PDF VERSION بہ مفت ۾ آهي هن ڪتاب ۾ جناب رسول عليہ السلام ۽ قرآن جي شان خلاف غليظ گستاخيون ۽ توهين آميز مواد لکيل آهي ڪتاب جي مصنف LETTER OF THE READER ۾ هن ڳالھہ جو اعتراف ڪيو آهي تہ مون پنهنجي هن ڪتاب ۾ متعصبانہ، جارحانہ ۽ حقارت آميز زبان استعمال ڪئي آهي پر اهڙي گستاخي واري ٻوليءَ ڳالهائڻ ۾ منهنجو ڪردار صرف "اسلام ۾ مقدس تحريرن" واري پيغام ڪي ماڻهن تائين پهچائڻ آهي، جن ۾ ان مسلمانن جي ڪتابن ۾ طبري اسحاق ۽ بخاري جي روايتن جا خصوصيت سان حوالا ڏنا آهن، ۽ حوالن جي ثبوت لاءِ پنهنجي ڪتاب سان مصنف A ۽ B وارا صفحا بہ شامل ڪيا آهن" ۽ خاص خاص راويتن ڪي ان بريڪٽ بہ ڪيو آهي" غور ڪيو تہ هن عيسائي مصنف ڪي حديثن ۾ بد زبانيءَ واريون ڳالهيون نقل ڪرڻ تي ايترو احساس ٿيو آهي جو هو معذرت خواهانہ انداز ۾ لکي ٿو تہ اهي الفاظ منهنجا ناهن بخاري طبري ۽ اسحاق جا آهن پر مسلم امت جا مولوي اهڙين حديثن تي ڪوبہ افسوس ڪونہ ٿا ڪن جيترو هڪ عيسائي ماڻهو شرمساري سان معذرت ڪري رهيو آهي. اوهان ڏٺو تہ مولوي شر بہ بخاري مسلم جي هنن حديثن ڪي قرآن جي خلاف نہ ٿو مڃي" اڳتي پلي اوهان پاڪستان ۾ انهن ادارن جون ويب سائيٽون ۽ يوٽيوب جام ڪرايو، پر سڄي دنيا پاڪستان منجھ تہ ڪانهي، هاڻي تہ انهن خاڪن ناهيندڙن ڪمپنين ۽ ادارن خلاف مسلمان عالمي عدالتن ۾ بہ ڪونہ وڃي سگھندا جو خاڪن ناهڻ وارا، اسان جا نام نهاد صحاح ستہ نالي وارا ڪتاب ۽ قرآن خلاف گارين وارا ڪتاب آئيني وانگر سامهون ڪڍي بيهندا ۽ اوهان کي ٻڌائيندا تہ توهان جي حديثن جي ڪتاب ۾ امام مسلم جي ڪتاب البرهان ۾ هي لکيو پيو آهي تہ وڏي عمر وارو جوان ماڻهو ڏاڙهيءَ سان بہ ڪنهن عورت جي ٿڃ پي

انجو کير پياڪ پٽ بنجي سگهي ٿو ۽ خاص اها حديث تہ ڏاڙهيءَ
سان جوان ماڻهو بہ ڪنهن عورت جو کير پي ان جو ٿڄ پياڪ پٽ
بنجي سگهي ٿو امام مسلم اها حديث بي بي عائشہ ۽ بي بي ام
سلمہ جي پاڻ ۾ ان مسئلي تي بحث جي حوالي سان لکي
آهي" هاڻي کير ٻڌائي تہ اهڙن فلمي خاڪن ناهڻ وارن کي خاڪن
جا تفصيل ڪٿان ٿا ملن حديث ۾ بي بي عائشہ رسول الله جي ان
حديث کي پيش ٿي ڪري تہ ڏاڙهيءَ سان جوان سالم نالي جيڪو
سهلہ ڌي سهيل جي ۽ زال ابو حذيفہ جي، انهن جو غلام هئو، ان
مائيءَ نبي سائين کي دانهن ڏني تہ سالم هاڻي ڏاڙهي سان جوان ٿي
ويو آهي منهنجو مڙس ابو حذيفہ انجي گهر ۾ اچڻ تي منهن ٿو
گهنجائي، هاڻي ڇا ڪجي تہ نبي سائين ان عورت کي چيو تہ تون
سالم کي ٿڄ پياري ڇڏ پوءِ تنهنجي مڙس کي اعتراض ڪونہ
رهندو، پوءِ ان عورت تہ ائين ڪيو پر بي بي عائشہ لاءِ بہ امام
مسلم اهڙي حديث انهي سان گڏ آندي آهي تہ ان بہ پنهنجي جوان
غلام نالي ايفع کي ٿڄ پياري پاڻ وٽ اچڻ وڃڻ جو پروانو ڏيئي
ڇڏيو، اسان ههڙيون حديثون پڙهي صرف قرآن حڪيم جو هي جملو
چئي سگهون ٿا تہ أَنَّ لَعْنَتَ اللَّهِ عَلَيْهِ إِن كَانَ مِنَ الْكَاذِبِينَ (7_24) آئون امت
مسلمہ جي خيرخواهن ۽ اڳواڻن کي هي ٻڌائي ڇڏيان ٿو تہ اوهانجي
دشمنن توهين رسول جهڙن خاڪن ناهڻ وارن منجهان ان وقت جان
آزاد ٿي سگهندي جڏهن اوهان انهن تبرائن وارين حديثن جي علم
۾ گارين وارين روايتن تان دست بردار ٿيندو، پر جيڪڏهن اوهان
انهيءَ قرآن دشمن علم جي پچر نہ ڇڏي تہ پوءِ ٻڌي ڇڏيو تہ مون کي
هڪڙي عالمي معاشيات جي ماهر ٻڌايو تہ هي ڊنمارڪ ۽ ناروي
وارا خاڪا انگريزي ميڊيا تي آندا ويا هئا جو يورو جو سڪو ڊالر
کان پنهنجي ويليو وڌايو پيو وڃي، سو ڊالر جي وارثن خاڪا ميڊيا
جي دنيا ۾ اڇلائي مسلمان ملڪن کان انهن جي ايماني غيرت جي

بنياد تي جلوس ڪيڏائي يورپ جي خاص ڪمپنين جي مال جو انتقام طور بائيڪاٽ ڪرايو جنهن سان ڊالر يورو جي مقابلي ۾ پنهنجي ڪريل ويليو متي ڪٽي آيو، هاڻي اسان امت مسلمه وارن کي سڀن پهلوئن تي سوچي آئنده لاءِ دين جي نصاب تعليم جو نئون لائحه عمل خالص قرآن منجهان ناهڻو پوندو. پوءِ پلي آئي ايم ايف وارا وڙهن ته وڙهنداسين.

# ڪنهن به قول ۽ حديث جي تابعداريءَ لاءِ شرط آهي ته اهو "احسن" هجي

جيڪي ماڻهو دعويٰ ڪن ٿا ته روايتن وارو علم جنهنڪي هو علم حديث سڏين ٿا اهو به قرآن وانگر وحي جي ذريعي نازل ٿيو آهي، پر هنن جي علم روايات کي وحي غيرمتلو ۽ وحي خفي چيو ويندو، ماڻهن جي اهڙي دعوي ڪانپوءِ به رب پاڪ حڪم فرمايو ته وَاتَّبِعُوا أَحْسَنَ مَا أُنْزِلَ إِلَيْكُمْ مِنْ رَبِّكُمْ مِنْ قَبْلِ أَنْ يَأْتِيَكُمُ الْعَذَابُ بَغْتَةً وَأَنْتُمْ لَا تَشْعُرُونَ (55_39) ترجمو: تابعداري ڪيو زياده سهڻي (علم) جي جيڪو نازل ڪيو ويو آهي توهانڏي توهان جي رب جي طرفان، هن کان اڳي جو اچي وڃي توهان طرف عذاب اوچتو ۽ توهان انجي آمد کي پروڙي ئي نه سگهو" (هاڻي هن حقيقت کي پروڙڻو آهي ته احسن علم ۽ احسن حديث وارو علم ڪهڙو آهي، فرمان ربي آهي ته اللّٰهُ نَزَّلَ أَحْسَنَ الْحَدِيثِ كِتَابًا مُتَشَابِهًا مَثَانِيَ تَقْشَعِرُّ مِنْهُ جُلُودُ الَّذِينَ يَخْشَوْنَ رَبَّهُمْ ثُمَّ تَلِينُ جُلُودُهُمْ وَقُلُوبُهُمْ إِلَىٰ ذِكْرِ اللّٰهِ ذَٰلِكَ هُدَى اللّٰهِ يَهْدِي بِهِ مَنْ يَشَاءُ وَمَنْ يُضْلِلِ اللّٰهُ فَمَا لَهُ مِنْ هَادٍ (23_39) ترجمو: الله پاڪ قرآن حڪيم کي سهڻين حديثن وارو ڪتاب ڪري نازل فرمايو آهي" قرآن حڪيم جي اهڙين دعوائن کان پوءِ به جيڪڏهن ماڻهو چون ته اسان کي ته جناب رسول الله جا قول مبارڪ گهرجن ته قرآن حڪيم انهن ماڻهن لاءِ فرمايو ته إِنَّهُ لَقَوْلُ رَسُولٍ كَرِيمٍ (40_69) بيشڪ اهو قرآن ئي قول رسول آهي" سو اقوال جي لاءِ جيتري قدر ڳالهه آهي ته انهيءَ معاملي ۾ به ٻڌي ڇڏيو ته الَّذِينَ يَسْتَمِعُونَ الْقَوْلَ فَيَتَّبِعُونَ أَحْسَنَهُ أُولَٰئِكَ الَّذِينَ هَدَاهُمُ اللّٰهُ وَأُولَٰئِكَ هُمْ أُولُو الْأَلْبَابِ (18_39) يعني جيڪي ماڻهو القول ٻڌن ته انهن تي به لازم آهي ته اهي احسن قولن جي تابعداري ڪن اهي ئي اهي ماڻهو آهن جنکي الله هدايت ڏني آهي ۽ اهي ئي عقلمند آهن"

(هي حقيقت ڄاڻي ڇڏجي ته الله جي ڪلام کان وڌيڪ ڪوئي به ڪلام احسن ناهي.،

## تابعداري ڪرڻ لاءِ ماڻهن جي گهڻائيءَ وارن جي همخياليءَ بدران علمي دليلن جي پختگيءَ ڪي اهميت ڏيڻ گهرجي

وَإِن تُطِعْ أَكْثَرَ مَن فِي الأَرْضِ يُضِلُّوكَ عَن سَبِيلِ اللّهِ إِن يَتَّبِعُونَ إِلاَّ الظَّنَّ وَإِنْ هُمْ إِلاَّ يَخْرُصُونَ (6_116) (خلاصه) اي قرآن جا مخاطب! جيڪڏهن تون زمين وارن منجهان اڪثريت وارن جي پٺيان هلندين ته اهي توکي الله جي راهه کان ڀٽڪائي ڇڏيندا" اهي اڪثريت وارا ظني ۽ خيالي ڳالهين جي پٺيان هلندا آهن. انهن جا اهي خيال سواءِ تخميني ڏڪي ۽ ڪوڙ جي ٻيو ڪجهه به نه آهن.

وَأَنَّ هَـذَا صِرَاطِي مُسْتَقِيمًا فَاتَّبِعُوهُ وَلاَ تَتَّبِعُواْ السُّبُلَ فَتَفَرَّقَ بِكُمْ عَن سَبِيلِهِ ذَلِكُمْ وَصَّاكُم بِهِ لَعَلَّكُمْ تَتَّقُونَ (6_153) هن آيت ڪريمه کان اڳي وارين آيتن ۾ شريعت جا قانون بيان ڪندي هاڻي هن آيت ۾ حڪم ڏنو وڃي ٿو ته" بلاشڪ هيءَ آهي منهنجي (ڏسيل) مضبوط وات، پوءِ انهيءَ جي تابعداري ڪيو ۽ نه تابعداري ڪيو (ان ڪانسواءِ) گهڻن رستن جي جيڪي فرقن ۾ وجهي ڇڏيندا اوهانکي الله جي راهه کان. انهيءَ ڳالهه جي وصيت ڪئي آهي الله پاڪ اوهان کي، هن لاءِ ته جيئن توهان فرقه بازي کان بچو"

وَهَـذَا كِتَابٌ أَنزَلْنَاهُ مُبَارَكٌ فَاتَّبِعُوهُ وَاتَّقُواْ لَعَلَّكُمْ تُرْحَمُونَ (6_155) ۽ هيءُ ڪتاب نازل ڪيو آهي اسان مضبوط قانونن وارو" پوءِ انهيءَ جي تابعداري ڪيو تا ته اوهانتي رحم ڪيو وڃي.

اتَّبِعْ مَا أُوحِيَ إِلَيْكَ مِن رَّبِّكَ لا إِلَـهَ إِلاَّ هُوَ وَأَعْرِضْ عَنِ الْمُشْرِكِينَ (6_106)

يعني (اي رسول) تابعداري ڪر (ان علم ۽ قانون جي) جيڪو وحي ڪيو ويو آهي تنهنجي طرف تنهنجي رب جي طرفان. (ياد رکو ته) الله ڪانسواءِ ڪوبه پناهه ڏيڻ وارو (يا) معبود ناهي ۽ الله سان ٻين کي شريڪ بنائيندڙن کان تون پنهنجو منهن موڙي ڇڏ"

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جيِ دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَ‌ڙِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٽي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۾ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)